معياري ادب پيش ڪندڙ

ماهوار

# سُهڻي

## آمر جليل نمبر

آگسٽ ـ سيپٽمبر ١٩٧٣ع

سال: ٤ نمبر: ٨-٩

ايڊيٽر

طارق اشرف



قيمت: ٥-٠٠

آچي ڪاپي: ١٠-٠٠

سال لاءِ: ٢٠-٠٠


SOHNI PUBLISHERS

F/45--750, WEST KUTCHA

HYDERABAD, SIND.

سهڻي پبلشرز

الهندو ڪچو،

حيدرآباد، سنڌ.

## امر جليل جي ڪهاڻين، فن ۽ شخصيت تي مضمون



## امر جليل جي ڪهاڻين ۽ فن تي رايا

نوٽ: صفحي نمبر ٥٤ کان ٧٣ تائين فقط نمبر غلط آهن. صفحن ۾ فرق ڪونهي.

---


سيد سليم شاهہ، سهڻي پرنٽرز (پريس) الهندي ڪئي مان ڇپرايو.
ٽائيٽل جي تصوير لاءِ ادارو ٽائيم فوٽوز جو شڪر گذار آهي.

# پنهنجي طرفان

## سچ تي پهرو

▲ ادب اهو ئي آهي، جيڪو سچ تي ٻڌل هجي. ۽ سچ ڪي وقت ريٽي نٿو سگهي. اديب پنهنجي دؤر جي ترجماني ڪندو آهي. ادب هر دؤر جي تاريخي شاهدي ڏيندو آهي. اديب وقت سان سمجهوتو ڪڏهن نہ ڪندو آهي. وقت کي ئي اديب جي آڏو جهڪڻو پوندو آهي. پوءِ اهو ممڪن آهي، بلڪ ائين ٿيندو آيو آهي تہ سچ لکندڙ اديب تي وقت جا حاڪم ڏمربا آهن، کين پهرين لالچون ڏيئي خريد ڪرڻ جون ڪوششون ڪندا آهن، ۽ جنجا ضمير خريد نہ ڪري سگهبا آهن، انهن کي ڇيڙيو ۽ ڇيپائيو وڃي ٿو. پر سچ امر آهي، سچ فنا ٿي نٿو سگهي، سچ کي ڪوڙ ثابت ڪرڻ وارا فنا ٿي ويندا آهن، ۽ تاريخ ۾ سندن نالن سان ڪُڌ، غدار، عياش، ظالم ۽ زاني جهڙا لقب چنبڙيل هوندا آهن. سندن پويون نسل انهيءَ ڳالهہ کان ئي انڪاري هوندو آهي تہ ڪو هيءَ 'انهن' سان آهن.

▲ سچ کي ڪوڙ، ڪجهہ وقت لاءِ تہ ثابت ڪري سگهجي ٿو، پر سدائين لاءِ نہ. ڇاڪاڻ تہ تاريخ، ماضيءَ جي ڪوڙ کي ڪوڙ ۽ سچ کي سچ ثابت ڪندي آهي. تاريخ لکندڙ بہ اديب هوندا آهن. ۽ اديب سچ ڳالهائيندو آهي. ۽ ڪوڙ ۽ فريب سان سمجهوتو نہ ڪندو آهي. ۽ جنهن اديب سچ کي ڪوڙ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پنهنجو ضمير وڪڻي ڇڏيو، ڪوڙ ۽ فريب سان سمجهوتو ڪيو. تاريخ کيس ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندي.

▲ عام پڙهندڙن کي شايد انهيءَ ڳالهہ جو پتو پئجي نہ سگهيو هوندو، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ اخبار ۾ اها ڳالهہ نہ آئي هئي- گذريل مهيني، سچ لکڻ جي ڏوهہ ۾، مون تي ۽ امر جليل تي ڊي- پي- آر تحت وارنٽ نڪتا هئا. ڪارڻ اهو هو تہ مان پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ سچ چئي لکندو رهيو آهيان. ۽ جليل جي ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' ڇپيم. جليل تي وارنٽ انهيءَ ڪري نڪتا، جو جليل اهڙي ڪهاڻي ڇو لکي، جيڪا آفيسرن جي نظر ۾ انتهائي فحش، اسلام خلاف آهي، ۽ ٻن مذهبن يا فرقن ۾ انهيءَ ڪهاڻيءَ ڪري فساد ٿيندا.

▲ پر درحقيقت مون ڪو بہ اهڙو ايڊيٽوريل نہ لکيو آهي، جنهن

سان ملڪ جي سلامتي خطري ۾ پئجي ويئي هئي. مون پوري سچائيءَ سان، حقيقتن جو اظهار ڪيو آهي. موجوده حڪومت طرفان سنيمائن ۽ ٽي- ويءَ تي هڪ اشتهار ڏيکاريو ويندو آهي: 'پريس کي آزادي عوامي حڪومت جو هڪ ٻيو قدم. جيڪڏهن واقعي پريس کي آزادي آهي، ته پوءِ اسانتي ۽ ٻين اديبن تي وارانٽ ڇو؟' مون حڪومت جي ڪن خامين، سنڌين سان ٿيل ڪجهه ناانصافين، حق تلفين ۽ سنڌين سان ٿيل زيادتين تي لکيو آهي. ڇا اهو لکڻ ڏوهه آهي؟ ته پوءِ اسين ڇا لکون؟ سنڌ حڪومت جي هڪ ذميوار آفيسر سان تازو ملڻ ٿيو. ڳالهين ڪندي هن صاحب مونکي چيو ته: ڏسو، اوهين سهڻيءَ ۾ جي- ايم سيد کي ته سائين جي- ايم سيد لکو ٿا، ۽ صدر ڀٽي کي قائدعوام نٿا لکو. مان ڪيس چوڻ چاهيان ٿو، سائين، اسين صدر ڀٽي کي نه. فقط قائد عوام چوڻ لاءِ تيار آهيون، ۽ 'سنڌ جو سائين'، 'اسانجي اکين جو تارو'، به چوڻ لاءِ تيار آهيون، پر اسانکي پنهنجا حق ته ڏيو. اسين جي- ايم سيد کي سائين چئونٿا، ڇاڪاڻ ته هو اسانجي حقن لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي، انهيءَ سزا ۾ سدائين جيلن ۾، ۽ نظربند رهيو آهي، ۽ اڄ به جڏهن نواب مظفر، جنهن ٻوليءَ وارا فساد ڪرايا، جنهن سنڌ ۾ تعصب ڦهلايو، انهيءَ تان سڀ مقدما واپس ورتا ويا آهن، پر سائين جي- ايم- سيد جي نظربندي جو مدو ٽن مهينن لاءِ وڌايو ويو آهي. عبدالرزاق سومري کي جنهن شهيد ڪيو، انهيءَ کي ڇڏي ڏنو ويو، انهيءَ جا جلوس پيا نڪرن، ۽ هو جلسا پيو ڪري. تازو لياقت آباد ۾ جن غنڊا گردي ڪئي، جن پيپلس پارٽيءَ جي آفيس کي باهيون ڏنيون، پوليس اسٽيشن ۽ نيشنل بئنڪ تي حملا ڪيا، انهن کان معافيون ورتيون ويون، ۽ انهن غنڊن کي آزاد ڪيو ويو. پر سنڌ يونيورسٽيءَ جي واقعي ۾ جهليل سنڌي شاگرد ۽ سنڌي ماستر اڃا تائين جيلن ۾ پيا سڙن. ۽ ڊاڪٽر محمد اوسٽو روز پيو ڌمڪيون ڏئي ته: وري گڙٻڙ ڪيو ته اسين هميشه لاءِ سنڌ يونيورسٽي بند ڪري ڇڏينداسين. ڄڻ ته يونيورسٽي ڊاڪٽر محمد اوسٽي جي ذاتي ملڪيت آهي، جيڪا هن پنهنجي هارين ۽ ڪمدارن کي ڏني آهي، سو جڏهن به ڏسربو، ڌاڻائن واپس وٺي ڇڏيندو.

▲ اسانکي چيو ويو آهي ته: اوهين حڪومت جي مخالفت نٿا ڪريو، ڇا ڪڏهن بند ڪريو، نه ته اوهانکي سيڪيوٽون ڏنيون وينديون. پر موڏاهين حال اهو آهي ته مڙيئر ڊائجيسٽ جي ايڊيٽر عبدالغفور ميمڻ

کي گرفتار ڪيو ويو ، جنھن وچاري ھڪ سرڪاري آفيسر جون تصويرون به ڇپيون ۽ سندس تقريرون به. تازو اردو ڊائجيسٽ پنھنجي ٽائيٽل تي ماھ رت ۽ ملتان تلوار (پي. پي جو نشان) ٽنبيل ڏيکاري آھي، تنھن تي ڪا به ڪارروائي ڪانھي. پر سنڌيءَ جي بزرگ ڪھاڻيڪار ۽ فنڪار ع. ق. شيخ ۽ عبدالفتاح (جيڪو فنڪار پڻ آھي) کي انھيءَ ڪري جيل آماڻيو ويو، جو انھن اھڙو ڪئلينڊر ڇاپيو، جنھن ۾ سنڌ ۾ ماھ پريل ڏيکاري وئي آھي ۽ ھڪ ھٿ ۾ بندوق آھي. ۽ جيستائين اسانجي ڄاڻ آھي، انھن ٻنھي فنڪارن جي اھا تصوير ڇاپيل ئي ڪانھي.

▲ سچ ڳالھائڻ تي آھي ئي ناراض ٿيندا آھن، جيڪي پاڻ ڪوڙا ھوندا آھن. جن پاڻ ڪڏھن سچ نه ڳالھايو آھي. ۽ اِھي، آھي آھن، جيڪي جليل جي ڪھاڻي 'سرد لاش جو سفر' تي ميڙيا آھن. آھي ڪو اھڙو، جيڪو اھو ثابت ڪري ته جليل ڪوڙ لکيو آھي؟ جيڪڏھن جليل ڪوڙ لکيو آھي ته پوءِ جليل تي ڪٿيءَ عدالت ۾ مقدمو ھلايو. گھرايو آھي ماڻھو، جيڪي ادب جا پارکو آھن. گھرايو آھي ڄاڻو، جيڪي فيصلو ڪن ته جليل واقعي فحش لکيو آھي. اردوءَ جي مشھور ڪھاڻيڪار منٽو تي به مٿلن ۽ رجعت پسندن سندس پنجن ڪھاڻين تي فحاشيءَ جو الزام ھڻي ڪيس ھلرايا ھئا، پر ڪا به ڪھاڻي فحش ثابت نه ٿي سگھي. چيو ٿو وڃي ته انھيءَ ڪھاڻيءَ جي ڪري فساد ٿيندا. انھيءَ ڪھاڻيءَ کي شايع ٿئي اٺ مھينا ٿيا آھن، پر اڄ تائين فساد ته ٿيو، پر ماڻھو انھيءَ تان تڪربا به ڪو نھن. پر جليل ۽ مونتي وارنٽ ضرور نڪري ويا. سچ لکڻ ڪانڪو به اسانکي روڪي نٿو سگھي. اسين انھن مان ناھيون، جيڪي سنڌي رسالن ۾ (شعرن ۾) اوھانکي گاريون ڏين، پر پئسا وٺي، انھن جي سارا ۾ ريڊيو تي قصيدا پڙھن. اوھين ٿئين آئين ۾، سچ لکڻ تي پابندي ھڻي ڇڏيو، پوءِ اسين قانون جي احترام ۾ سچ نه لکنداسين، پر انھيءَ جو اِھو مقصد ڪونھي ته اسين ڪوڙ لکنداسين. نه، اسين لکڻ نه ڇڏي ڏينداسين. ڇاڪاڻ ته لکنداسين ته فقط سچ لکنداسين.

▲ مون وڇھڙانيءَ ۾، سنڌ حڪومت جي ھڪ ذميوار آفيسر سان ڳالھائيندي چيو ته : توھان آخر چاھيو ڇا ٿا ؟ توھان سمجھو ٿا ته توھين سنڌي اديبن کي جيلن ۾ بند ڪندا، سنڌي شاگردن کي جيلن ۾ وجھندا، سنڌي رسالن تي پابنديون ھڻندا، سنڌين تي سختيون ڪندا، ته سنڌي جوان سان نڪري 'جيئي پڙو' جا نعرا ھڻندا. جيڪڏھن

اوهان ائين سمجهو ٿا، ته اها اوهانجي غلطي آهي. ائين ڪرڻ سان اوهانکي ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. جيڪڏهن اڄ اسانجا اديب جيل ويندا، رسالا بند ٿيندا، ته اسان، اسانجا مائٽ، اسانجا دوست احباب، سنڌي رسالن جا پڙهندڙ، سنڌي ادبن جا چاهيندڙ، سڀ اوهانجي خلاف ٿيندا. سڀ اوهان سان نفرت ڪندا. اوهان وڃائيندا، پر ڪجهه حاصل نه ڪري سگهندا. انهيءَ آفيسر اها ڳالهه قبولي ۽ مولسان متفق ٿيو، پر پنهنجي مجبوري به ڏيکاريائين.

▲ مونکي خبر آهي، اسان سنڌين جي خلاف جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، خاص ڪري سنڌي ادب ۽ ادبين جي خلاف، آهو مٿان ٿي رهيو آهي. گذريل مهيني سونٽي ۽ جليل تي جيڪي وارنٽ نڪتا هئا، سي به مٿان آيا هئا. انهيءَ جو ثبوت ’ڏيپلائي‘ صاحب جي خط مان به ملي ٿو، جيڪو هن ٿي پرچي ۾ ڏنو ويو آهي. شاباس آهي ڏيپلائي صاحب کي، جنهن ڪو به ڊپ نه ڪندي، اهو خط لکيو آهي، نه ته سائين گڏ جيڪي پيا ايڊيٽر وبا هئا، انهن اهڙي ته خاموشي اختيار ڪئي آهي، جو پنهنجي پرچن ۾، اشارن ۾ به ڪا ڳالهه نه ڪئي اٿن. حالانڪ زباني قصا ڪهاڻي ٻڌايائون ته پير علي محمد راشدي چوڻو ته مان ته ڪڏهن کان طارق اشرف ۽ آمر جليل کي جيل آماڻيان، پر انون کي سنڌ گورنمينٽ بچايو ويٺي آهي. منهنجي وس ۾ هجي ته سڄي ڄمار جليل کي جيل ۾ رکان.

▲ پير صاحب، اسان ته فقط سچ لکيو آهي، ته اوهين ابترا مچريا آهيو. اسان سنڌين جي حالت اها آهي ته اوهان ون يونٽ لهرائي ڇڏيو، تڏهن به اوهانکي ڇڏي ڏنوسين. اوهين چئو ٿا ته: سنڌ مونکي ڏنو ٿي ڇا آهي؟ سائين منهنجا، وطن کان وڌيڪ ڪرنهي، ڏنو آهي. اوهان ته سنڌ ون يونٽ کي ڏلي ڍ پوءِ به پڇو ٿا ته سنڌ مونکي ڏنو ڇا آهي؟ هاڻ اوهين اسانکان نه پڇو، ته سنڌ مونکي ڏنو ڇا آهي. هينئر اوهانجي هٿ ۾ گهڻو ڪجهه آهي. اوهين اسانکي جيلن ۾ اماڻي سگهو ٿا، اوهين اسانجين پريسن کي ضبط ڪرائي سگهو ٿا، اوهين اسانجا گهر ڊهرائي پٽ ڪري سگهو ٿا. اوهين اسانجيون ڇپرون نارُون مان پڙائي سگهو ٿا. پر ياد رکو، اڄوڪي تاريخ اسين ۽ اسانجا پويان لکندا. ”آهي ڏينهن ۽ آهي شينهن“ اوهان لکيو هو. ”آهي ساٿهو، آهي ڏينهن“ اسين لکنداسين تاريخ ڏاڍي ظالم آهي. تاريخ تي ڪنهن به ڊڪٽيٽر يا فرعون جو زور نه هلي سگهيو آهي، نه هلندو. اوهانکي سنڌ وارا اڳ ئي چڱن لفظن سان ياد

نہ ڪندا آھن. نفرتن کي گھٽائڻ جي ڪوشش ڪربو، وڌايو نہ. پنھنجي ناڪامين جو بدلو اسانکان نہ وٺو. انھيءَ جي سزا اسانکي نہ ڏيو. بھتر آھي تہ سنڌ سان ٿيل نا انصافين جو سنڌ کي اجورو ڏيو. باقي ھروڀرو جي سختي، ظلم ۽ نفرت سان اوھانکي تہ ڪو بہ فائدو نہ رسندو. پر اوھين موجودہ حڪومت کي بہ نقصان رسائي رھيا آھيو، جنھن اوھانکي اھو عھدو ڏنو.

▲ اوھان 'سرد لاش جو سفر' تہ پڙھيو آھي، پر ڇا اوھان رشيد اختر ندوي ۽ رئيس احمد جعفري جا ناول '۱۵ آگسٽ'، ۽ 'مھاجر' پڙھيا آھن؟ اوھان چئو ٿا تہ 'سرد لاش جو سفر' فحش ڪھاڻي آھي. تہ پوءِ منٽو جي ڪھاڻين تي پابندي وجھو. اوھان منٽي سانش، گلبيا ۽ اھڙين سون اردو ڪھاڻين تي پابنديون وجھو، جيڪي پاڪستان ۾ ڇپيون آھن. اوھان اردوءَ جي 'روبي ڊائجيسٽ'، 'خضر راہ' ۽ 'جنسيات'، رسالا ڏسو. انھن جون ڏيڍون ڏسو. اوھين سنڌي ايڊيٽرن کي چئو ٿا تہ: 'ڪٽي آھن آھي اردو رسالا ۽ ڪتاب، مولڪي ڏيکاريو، سائين، اسين چو ڏيکاريون. اوھان پاڻ وڃي ڏسو. جن اسانجا پرچا اوھانکي نشان ھڻي ڏنا. انھن سنڌ جي دشمنن کي چئو تہ اردوءَ جا اھي رسالا، ڪتاب ۽ ڪھاڻيون خاص ڪري 'ڪال گرل'، ڪتاب اوھانکي پڙھائين ۽ ڏيکارين. جيڪڏھن آھي اوھانکي نٿا ڏين تہ پوءِ اسانکي لکو، اسين موڪليندا سون.

## امر جليل نمبر

▲ سھڻيءَ جو ھڪ بزرگ پڙھندڙ سون وٽ آيو، ۽ پڇيائين، "اوھين ھينئر امر جليل نمبر پيا ڪيو؟" ورائيم، "ھا." خاموش ٿي ويو. پڇيومانس، "اوھين خاموش ڇو ٿي ويا؟" چيائين، "نمبر تہ مئلن جا ڪيا آھن، جليل تہ اڃا جيئرو آھي." جواب ڏنومانس، "بابا سائين، اسين سنڌي مردہ پرست آھيون. زندگيءَ ۾ خوبين کي نظرانداز ڪري، فقط خامين ڳولھيندا آھيون، پر ساڳئي شخص جي مرڻ کانپوءِ خاميون نظرانداز ڪري فقط خوبين کي ساراھيندا آھيون. پر مان انھيءَ ڳالھہ جو قائل آھيان تہ زندگيءَ ۾ ئي خوبين ۽ خامين کي ظاھر ڪجي. اسين جليل جي مرڻ جو انتظار ڇو ڪريون. جيڪو ڪجھہ چوڻ چاھيون ٿا، جيڪو ڪجھہ پيش ڪري سگھون ٿا، سو سندس زندگيءَ ۾ ڪريون."

جيئي سنڌ - جيئي سنڌي ٻولي

— طارق اشرف

# آمر جليل

جي

## ڪهاڻين، فن ۽ شخصيت

تي

# مضمون



(نوٽ: مضمون جهڙيءَ ريت پهتا آهن، تهڙيءَ ريت ڇپيا اٿون. ط ـ ا)

غلام محمد گرامي

# آمر جليل جو افسانوي فن

- امر جليل جو فن، هن دور جي معاصر فنڪارن ۾ انفرادي اسلوب ۽ تاثر جو هڪ عجيب انداز پيدا ڪري چڪو آهي، جنهنکي محسوس ڪري سگهجي ٿو، پر بيان نٿو ڪري سگهجي- تاهم مختصر نموني ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪريان ٿو.

هڪ ڀيري چند فنڪارن اڳيان سوال آندو ويو ته 'افساني' لفظ جي لغوي تعريف ڇا آهي؟ ۽ انکان علاوه ان جي فني تعريف ڪهڙي آهي؟ ڏنو ويو ته بحث مباحثي هلندي، وڏن وڏن جغادري فنڪارن کي سهڪڻي وٺي ويئي. تمام گهڻي بحث کانپوءِ آخري ڳالهه اها وڃي بيٺي ته 'افسانو' آهي معاشري جي زندگيءَ جو ترجمان! ان تي سوال پيدا ٿيو ته آخر 'ترجمانيءَ' جي ڪهڙي ضرورت، جڏهن معاشري جي زندگيءَ جو هر پهلو اکين جي اڳيان موجود آهي. افساني جا چڱا ڀلا ڪردار ته سيني کي پيا سڃهن! ان تي وراڻي ملي ته سماج جا مختلف چڱا مٺا پهلو، ان ڪري ظاهر ڪيا ٿا وڃن، جيئن انهنجي 'اصلاح' ٿي سگهي. وري ان تي ترديدي پهلو آيو ته 'اصلاح' لفظ خود ڇا آهي؟ ۽ 'اصلاح' جا سماجي طريقا ڪهڙا آهن؟ مذهبي روايتون، تعليم، ڪتابن جو مطالعو ۽ تربيت جا اصول ته اڳيئي موجود آهن، جي بلڪل نڪما ثابت ٿيا آهن.

وري سوال اٿيو ته اخبار جي خبر ۽ افساني جي اطلاع ۽ ترجمانيءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ افسانن جي مختلف پلاٽن جو مواد ته اخبارن ۾ زور شور سان ڇپجي رهيو آهي ۽ معاشري جي گنديءَ حالت جي خبر ته اخبارن جي وسيلي ئي پهچي سگهي ٿي، باوجود ان جي، هڪ خبر کي ڪٿي ان سان افسانو ڇو ٿو بڻايو وڃي؟ غريبن، مزدورن، هنرمندن ۽ هارين سان، زميندارن ۽ سرمايه دارن جو ڏاڍ، ظلم ۽ تشدد ته بلڪل عالم آشڪار آهي، جنهن جا سوين واقعا

روزمره ڏسون ۽ ٻڌون ٿا، بلڪ ڪن واقعن جا ته تفصيل به اخبارن ۾ اچن ٿا. ڇا، ابلاغ ۽ اطلاع لاءِ انهن کان به وڌيڪ ڪي ٻيا ذريعا ۽ وسيلا به ٿي سگهن ٿا ڇا؟ ان سوال تي به ڪافي ڏي وٺ ٿي.

منهنجو جواب هي آهي ته انسان ۽ ان جي سماجي زندگي جي هر پهلوءَ جي ترجماني، جيتري افساني ۾ ٿي سگهي آهي، اوتري نه شعر و شاعريءَ ۾ ٿي آهي ۽ نه تاريخ ۾. افسانو، انسان جي ڪنهن نه ڪنهن جذباتي عمل ۽ رد عمل جي اهڙي ته سادي، موثر، دلنشين ۽ هوبهو تصوير پيش ٿو ڪري، جنهن کان پڙهندڙ جو ذهن، هرحال ۾ متاثر ٿئي ٿو. ائين ٿيڻ سان ان تاثر جو سلسلو وسيع ٿيندي ٿيندي، انساني حيات جا ٻيا به ڪيترائي حصا ۽ شعبا پنهنجي گرفت ۾ آڻي ٿو. خاص طرح سان طبقاتي ڪشمڪش جا سڀ پهلو، پنهنجين مڙني خباثتن سان ظاهر ٿين ٿا. ايتري قدر جو پڙهندڙ پاڻ کي اهڙي معاشري جو هڪ زنده جزو سمجهڻ شروع ڪري ٿو، ۽ سمجهي ٿو ته اهي سڀ حالات ۽ واقعات ڄڻ ته سندس اکين اڳيان، يا سندس پاڙي ۾، يا سندس ڳوٺ ۾، يا خود مٿس گذري رهيا آهن. افساني جي مختلف ڪردارن جي عمل ۽ خيال، ارادي ۽ نيت، ظلم ۽ تشدد جي اهڙي عڪاسي ڏسي، پڙهندڙ ۾ هڪ طرف نفرت ۽ حقارت ٿا پيدا ٿين ته ٻئي طرف اصلاح ۽ تبديليءَ جو منجهس پرجوش طوفان ٿو پيدا ٿئي. ٽئين طرف همدردي ۽ پيار، خيرخواهيءَ ۽ انسان دوستيءَ جو اڻ مٽ جذبو ٿو پيدا ٿئي. اثرپذيريءَ ۽ اثر انگيزيءَ جي ان عالم ۾، پڙهندڙ نه فقط سچ ۽ ڪوڙ، مٺي ۽ ڏاڍي، ظالم ۽ مظلوم جي سماجي پس منظر کان واقف ٿو ٿئي، پر ان تاثر ۽ ماحول ۾، مذهب جي آڙ ۾ پيدا ٿيل مقدس روايات، سماج پاران پيدا ڪيل محترم ٻنڌڻ، علت ۽ معلول، سبب ۽ مسبب الاسباب جي مهاڄار ۾ قاتل مظلوم جي اصل حقيقت جي ڪيس خبر ٿي پوي. آخرڪار منجهس سماجي شعور ٿو پيدا ٿئي. جنهن سان هو سماج جي پوري تشڪيل، ان جي بنيادي غلط عناصرن، ان جي لغو ڪردارن، انهن جي طريقهء ڪار، انهنجي نقاب پوش نقب زنيءَ کي نه فقط سڃاڻي ٿو سگهي، پر پاڻ ۾ هڪ قسم جي اخلاقي ۽ اصلاحي 'بغاوت' ٿو

محسوس ڪري، ۽ پاڻکي اهڙن سماجي بدڪردارن کان الڳ رکڻ جي ڪوشش نہ ڪري ۽ ٻئي طرف، سماج جي اصلاح جي مختلف شاخن ۽ شعبن سان پاڻکي وابستہ رکندي، روحاني مسرت نہ حاصل ڪري. اڪثر ڪري اهڙن باغي قسم جي بغاوت پسند فردن جي ذاتي عمل ۽ ڪردار سان، نوڙي فن ۽ فڪر سان، نوڙي بيان ۽ تحرير سان هڪ اهڙو زنده، باشعور، روشن ۽ تابناڪ، قلمي ۽ علمي، فني ۽ فڪري، خزانو نہ پيدا ٿئي، جو ٻين هزارن غير واقف ماڻهن کي، متاثر ڪري، پاڻ سان نہ ملائي، ان طرح سان اهڙن باشعور فردن جي لکيتن ۽ خيالن کي پڙهي، ڪو اجتماعي نظام نہ پيدا ٿئي، جو نظم ۽ مستحڪم ٿيڻ ڪانپوء، معاشري ۽ ان جي محافظ سڀني غلط قوتن، روايت، رياست، سياست، نظام ۽ آئين، حيات کي بدلائڻ لاء ڪاميابي نہ حاصل ڪري.

فڪر ۽ خيال، شعور ۽ ڪردار جي اصلاحي، انقلابي ۽ احتجاجي تبديليء لاء، جهڙو افسانوي فن، تير بہ هدف نہ ثابت ٿئي، اهڙو نہ ڪو تاريخي فن نہ ثابت ٿئي ۽ نہ ڪو شعر و شاعري. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ داستان سرائيء ۽ مبالغہ آرائيء کي افسانو نہ سمجهڻ گهرجي.

افساني جي افاديت جو وڏو فڪر انگيز پهلو اهو بہ آهي تہ افسانو نہ عوام جي زبان آهي، تہ ان سان گڏ، انسان ۽ معاشري جي حالات ۽ جذبات جو ترجمان بہ آهي. زنده واقعات جو مخبر بہ آهي تہ بدڪردارن جي پيدا ڪيل مهاڄار کي قولهيندڙ ۽ ڪوليندڙ جاسوس بہ آهي. افسانو اهڙو نباض آهي جو فڪر ۽ خيال جي نفسياتي پردن ۾ لڪل خباثت کي بہ نهايت فني حڪمت سان ظاهر ڪيو ڇڏي.

افسانو، بهرحال انسان ۽ ان جي معاشري جي باهمي غلط توڙي صحيح تعلقات کي ظاهر ڪندڙ 'فن' آهي، جنهنجي افاديت، عمومي آهي، ۽ جنهنجي افاديت جو وسيع اثر، مذهب جي آڙ ۾ پيدا ٿيل غلط روايات کان وٺندي رياست ۽ سياست تائين حاوي آهي.

مون ان معيار تي، امر جليل جي فن کي پڙهيو آهي ۽ پرکيو

آهي، ۽ ان جي هر فني پهلوءَ تي غور ڪيو آهي. امر جليل جو ڪجهه به لکيو آهي، ۽ جيئن به لکيو آهي ، اهو فن جو اعليٰ مثال آهي . عمر پختہ ذهن وارن کي ، ڪن هنڌن تي ، امر جليل جي فن مان ڪجهه اجنبيت ضرور محسوس ٿيندي، پر ان ۾ نہ فن جو ڏوهه آهي ۽ نہ فنڪار جو گناهه آهي. پنهنجو ذوق ئي خام هوندو ، ورنہ فن ، پنهنجي فني جزالت جي حيثيت سان اعليٰ مقام تي آهي. هت اگر امر جليل جي 'فن' سان ڪي شاهڪار ٽڪرا ڏيان ها تہ پوءِ انهين ڪرڻ سان دفتر پرجي وڃن ها. في الحال هن مختصر راهہ تي اڪتفا ٿو ڪريان. ان سان گڏ فنڪارن کي بہ عرض ڪندس تہ هو پنهنجي مروج ۽ پسنديده انداز کي ٿوري وقت جي لاءِ نظر انداز ڪري، امر جليل جي فن تي پيهر غور ڪري، پنهنجي لاءِ ڪا نئين وات ڳولهين، ڇو تہ 'زمانو سندن فن کان گهڻو اڳتي وڌي ويو آهي.'

---

# ڇنڇر جو ڏينهن

■ ڇنڇر جو ڏينهن ايندو آهي، منهنجي لاءِ پاڻ سان عذاب آڻيندو آهي. دل اڪيلي، ملول، وياڪل ۽ وڪالي ٿي ويندي آهي. ذهن زخمي ٿي پوندو آهي. تصوراتي ڪاڪ جي ڏڪ، ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندي آهي، ۽ منهنجو سرڪش روح ڌرتيءَ کان آسمان تائين ۽ آسمان کان عالم ارواح تائين، منزل منزل ڀڪاريندو رهندو آهي. تڏهن، مايوسيون، اميدون کي ڏنبي ڏينديون آهن، ۽ سان گهتيل آهہ کي ساهہ ۾ ساندي، ڪنهن اڻڏٺيءَ وات لاءِ واجهائيندو رهندو آهيان ۽ پوءِ، جڏهن ڇنڇر جو ڏينهن اکين آڏو ڀڄرندو، سڙندو ۽ ڪاسندو، ڪٽندو ويندو آهي، ۽ شام کي وڃهو پوندو ويندو آهي، تڏهين دل جي دنيا تي ماتم ڪندي، اونده ڇانئجي ويندي آهي، ۽ ڪائنات جي ڪنڊ ڪڙڇ جون ڪنگريون ڪرڻ لڳنديون آهن.

– آمر جليل ڪهاڻي 'زندگي ۽ زهر'

نسيم احمد ڪرل

# جليل بدران....

سال ۱۹۵۹ جي اڳياڙي هئي يا ۱۹۵۸ جي پوياڙي، مان ايس ايم ڪاليج ۾ بي. اي جي آخري سال ۾ هوس. پويان ڏوڪڙن موڪلڻ وارا سڀ مٽ مائٽ جيئرا جاڳندا هئا ۽ ڪرهن تي هئا سو ماني ڏڦ تي هئي ۽ سوچڙو گهٽ هو. ان وقت تائين نئين زندگي ۽ ٻين رسالن ۾ ٻئي ترجما ۽ ٻئي ڪهاڻيون ڇپجي چڪيون هيون، سو موپسان ۽ اوهنري کان گهٽ ته ڪنهن تي اک به ڪونه ٻڌندي هئي. وير جو سنڌيءَ جا مشهور ڪهاڻيڪار شيخ حفيظ ۽ رباني ٻارا جي اڳين سالن ۾ هاڙهي هئا ۽ ٻنهي کي پڇڻ به ڪونه پيهاريندا هئا، منهنجي لاءِ ٻڙ ٻالو ڇڏي وڃي پنهنجي پنهنجي ڪار کي لڳا هئا، سو مان ڪانيري مان درخت ٻڌجي ويو هوس. چوڌاري نظر ڦيرائبي هئي ته ڪو ڪونه هو، هڪ آءٌ پڇيو هوس ۽ ٻيو ڪانءُ. استاد غلام مصطفيٰ شاهه به منهنجي نچڻي طبيعت ڏسي رهندو لائبرري جي کهنڊڻي ٻڌي هئي، سو ڪاليج جو ڪلر هاڻي پيو پسار ڪندو هوس. خالي پيريڊن ۾ چوڌاري ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا ميڙا هوندا هئا. امي ڇوڪرين جي ڪڏهن ماسي معرفت دريءَ جو ديدار به نه ڪرائينديون هيون، سي ڪانڌ ڪهاڻي ڪٿي زوري اچي گڏ ٿينديون هيون ۽ ٻئي گهڙيون ڏڦ تي سڪڻو ديدار ڪرائي اوٻنو ڪري وينديون هيون. انهن ئي ڏينهن ۾ ڪو ٻار هنڪي وئي، موکي ڳوليندو اچي هيٺ ڪرامس ڪامن روم جي ٻاهران پهتو. هن مان هٿ ملائيندي چيائين، "هن مان مل، هي اٿئي قاضي جليل. ڪهاڻيون لکندو آ."

مان هن ڏانهن ڏٺو. رنگ جو سانورو، پت جو جانٺو. نڪ پينو جهڙو جڳاني. ڪيس بي دليءَ سان ٻئي آڱريون ڏيڻ جي ڪوشش ڪيم پر هن منهنجي هٿ کي ٻنهي هٿن سان امڙو ته جهليو ته جڻ ڪو ٻال جهپيندو هجي. مان ذهن ئي ذهن ۾ ٻاڻ کهڻو ٿڦوليو، مگر ڪنهن ئي رسالي ۾ هنجي ڪا ڪهاڻي ڇپيل ياد ڪونه آئي. انهن ڏينهن ۾ سندس نالو رسالي تي ته ڇا پورو وڻي تي به ڪونه هو. مون ڪانئس پڇيو:

"ڪهڙيون ڪهاڻيون لکيون اٿئي؟"

"ٻئي لکيون اٿم، پر ڇپيون ڪا ڪونهي."

”ٽئين زندگي ۾ ڇونه ٿو ڇاپين؟“

”ٽئين زندگي؟“ ذري گهٽ هن کان ٿڏو ساهه، لڪري ويو. ڄڻ ڇوندو هجي اهڙي ڪٽي قسمت.

”پوءِ؟“

”توهان پنهنجي مئگزن ۾ ڇاپيو.“

”مان ڪيئن ٿو ڇاپي سگهان، نون ته هتان جو اسٽوڊنٽ به ڪونهين.“

”ٽالي ٻالي تي مونکي ڪو اعتراض نه ٿيندو، جنهن ٽالي ۾ وڏيون ڇپي چڪيو.“

مونکان ڇرڪ نڪري ويو. سندس اکين ۾ بي بسي، اداسي هئي. هو ايترو ته ڪڪ ٿي پيو هو، جو هنکي هيئنر ڪوبه اعتراض ڪونه هو ته ڪهاڻي سندس ٽالي ۾ نه ڇپجي، ٻلي ڪاري ڪتي جي ٽالي ۾ ڇپجي، پر ڇپجي ضرور.

”آندي اٿئي؟“

”ها.“

هن مونکي ٻئي ڪهاڻيون ڏنيون. مون فرصت ۾ سندس ڪهاڻيون پڙهيون. جهڙو دت پارتي، جهڙو ڪرشن گوپال عابد. ڪوبه فرق ڪونه. اهڙا ئي پلاٽ، اهڙي ئي ڪردار نگاري. لاڪن ۽ لاڪئاڻن جا نالا به سا ڳيا. اندرا، آشا، دپ، پرڪاش، سچو لاابالي عاشق ۽ محبوبائون هر ڳالهه ۾ ڊراسون، هر جاءِ تي ائڪٽنگ، مون سندس ٻه ڪهاڻيون ’پڙ جا ٻن، ۽ ’ڪش.ڪش‘، جن ۾ ٿوري گهڻي ست ست ڪري، ڇونڊي رکيون. ۽ انهن ۾ انڌي ڪاٽي ردوبدل ڪري مئگزن ۾ ڇاپي ڇڏيم. انهن مان هڪ ڪهاڻي ته هڪ ڇوڪري جي ٽالي ڇپيم جنهنکي ڪهاڻيڪار بڻجڻ جو شوق هو، پر ڪا سٺي ڪهاڻي لکي نه سگهي هئي. اها ڇوڪري به خوش ٿي وئي ۽ جليل به ڀڪڙ لڳو. منهنجي مخزن جو به ڪهاڻين جو حصو وزندار ٿي ويو. مزي جو مزو ته پٺتين تي به ٿورو.

ٻئي سال مون ڪراچي ڇڏي اچي پنهون سنڀاليون. لکڻ ۽ پڙهڻ جي نندي هوندي ڪان جا سٺي پڙهل هئي، تنهن ڪيئن ٻئي اٿين جند ڇڏي. جملي رسالا مون وٽ ايندا رهيا. انهن ڏينهن ۾ ڏٺم ته هر رسالي ۾ هو ڇپجڻ لڳو. روح رهاڻ، مهراڻ، ٽئين زلدگي، سهڻي، بادل مطلب هر رسالي ۾، هرهنڌ حاضر– ٽالي اڳيان سو امر ڇنبڙائي ڇڏيو هئائين.

مُنڍ مُنڍ ۾ ڪهاڻيون اهي ساڳيون دت پارٽي جهڙيون ۽ ڪرشن گوپال عابد جهڙيون. پر هوريان ان ۾ تبديلي ايندي ويندي هئي. هڪ ڪهاڻي چڱيري ته ٻي ڪهاڻيون نرتش. هو ان دور ۾ ٻاڪي هر هنڌ ڇپائي ايترن سالن ۾ نه ڇپجڻ جو بدلو وٺي رهيو هو. انهن ڏينهن ۾ دوستن وٽان خبر پئي ته من وٽ ڪهاڻين جو وڏو ميٽ پريل آهي، جتان هر ايڊيٽر کي راضي ڪندو آهي. انهن ڏينهن ۾ ايڊيٽرن لاءِ ٻه هو انڌن ۾ ڪاڻو راجا هو، جو پويان پڙ ۾ صرف هوئي هو ۽ سندرو پڌيو پيئو هو. پڙهندڙن کي به ان ڏڪار ۾ ڪهاڻيون پئي مليون جي ڇپرڀون به هيون ۽ ليون به. ڪهاڻين جا ڊائلاگ به مزيدار هئا. سٽ سٽ ڪانپوءِ پڙهندڙ تاڙيون وڄائيندو هو ۽ جليل لاءِ هپ هپ هرا جو نعرو هڻندو هو ۽ ڪهاڻي پوري ڪرڻ ڪانپوءِ ٿانڪ جيان وار ڪنبرائي، ڪڇي جا ٻٽڻ کولي پتاون جا پاچا مٿي ڪري مذهب کي گاريون ڏيندو هو.

هينئر، جليل جو سڀ ڪانپوءِ لکڻ لڳو. واڇوڙو ٻڄي ويو آهي ۽ پن سيني کي ڪک پن وانگيان اڏائي ڇڏيو اٿس، ڪيس سيڪو ٿو سڃائي ۽ ٻين کي ٿانڪ وارو به نه. هو اڄا حال حيات آهي ته مٿس نمبر ٽو نڪري، پر مرحيات حفيظ جا هڏا به سڙي ويا، پر مٿس ڪُتي به نه پونڪي. ريڊيو ڪول ته جليل، ٽي-وي ڪول ته جليل، شامون ملهائين ته به جليل سان. پيا سڀ چوڻ ته لالڻ واهه جا چيڙا آهن. پيا هڪ هڪ ڪهاڻي تي ٻارهن ٻارهن مهينا محنت ڪن، هنڪي رڳو مٿ ۾ هٿ وجهڻ جي دير آهي. خير وقت کي سلام آهي، جنهنڪي پرين چاهي سو ٿي سهاڳڻ آ.

مان سوچيان ٿو ته جيڪر مان بنگلا ديش جو هجان ها ۽ ڪيس جليل بدران ذليل سڏي سگهان ها.

---

■ ڪنڊريل چوڻ سالن ۾ مان سڀڪجهه ٿي سگهيو آهيان، پر چور ۽ وڏو ماڻهو ٿي نه سگهيو آهيان. مان انهن هزارين- لکين انسانن مان هڪ آهيان، جيڪي آفيسن ۾ ڪم ڪندي ڪندي ڪُند ذهن ٿي ويندا آهن ۽ حالتن جي ڪهاڻي ۾ پنهنجو وجود برقرار رکڻ لاءِ جدوجهد ڪندا آهن. اسان اخبارن ۾ ملڪ جي خوشحالي جون خبرون پڙهندا آهيون ۽ خوش ٿيندا آهيون.

آمر جليل. ڪهاڻي 'هڪ دل جي اڪيلائي'

زيب ڀٽي

# امر جليل جو رومانوي پهلو

ڪاليج جي ڪيمسٽري ليب واري ڪوٺڙيءَ ۾ ڪي اُستاد دوست ويٺا هئاسين. چانهه جي چسڪي سان ڪچهري به پئي هلي. ڪلاس ڪونه ٿي طلبا جو ڪورس ختم ٿي چڪو هو ۽ ڪاليج کي گرمين جي موڪلن ملڻ جو آخري هفتو هو. استادن ۾ هڪ بنگالي پروفيسر به ويٺو هو جو اسانکي ٽيگور جا گيت ۽ شرت چٽرجي جي ڪهاڻين جا ڪردار ٻڌائيندو رهندو آهي. مونوٽ سهاڻيءَ جو تازو پرچو هو جنهنجي پوئين پيج تي 'امر جليل نمبر' نڪرڻ جو پڙهي ڪيمسٽريءَ جي نوجوان استاد بلوچ چيو يار: هيءَ وري ڪهڙي شخصيت پرستي؟ (بلوچ نيٺ سائنس جو ماڻهوءَ هوندي به ڪڏهن ڪيس اڪيلائيءَ ۾ ڪو رومانوي شعر يا ڪهاڻي ٻڌائيندو آهيان ته دل کولي داد ڏيندو آهي ۽ امر جليل جي لکڻيءَ کان ڏاڍو متاثر آهي). بلوچ جي انهيءَ ريمارڪ تي مون ڇني ڏنو ادا، اسين جيتري ماڻهوءَ جو قدر ڪونه ڪريون باقي پراڻي روايت رکي مرڻ ڪانپوءِ ماڻهوءَ کي مٿي تي کڻندا آهيون. امر جليل جي سنڌي افسانوي ادب جو هن دور ۾ ڪو جواب ناهي. سندس قلم مان هر نڪتل شيءِ تيز ڌارا به آهي ته امرت پڻ) تنهنڪري امر جليل به اسانکي ايڏو ئي پيارو آهي جيتري سندس لکڻيءَ سو 'امر جليل نمبر' ۾ سندس شخصيت نه پر سندس لکڻي تي ئي لکيو آهي. انهيءَ ڪري مون به امر جليل جي لکڻيءَ جي مختلف پهلوئن مان سندس رومانويءَ پهلوءَ تي لکيو آهي.

امر جليل ڪڏهن کان لکيو ۽ ڪيترو لکيو آهي ان حساب ڪتاب ۾ مان پوڻ نٿو چاهيان، پر مون گهڻو ڪري سندس سڀ ڪهاڻيون سنڌ ۽ هند ۾ ڇپيل پڙهيون آهن. امر جي ڪهاڻين ۾ ڪوڙان به آهي ته ظاهر ۾ ڳالهه چرچي ۾ چئي ڏيل جي اَثر خوبي

بڻ آهي. طنز ۽ مزاح سندس ڪهاڻيءَ جو موضوع ۽ ڍانچو رهيو آهي. پر گهري نظر وجهڻ سان ڪهاڻيءَ جو روح رومانوي پهلو ئي اختيار ڪري. مونکي امر جليل جي ڪهاڻين ۾ سندس زندگيءَ جا ڪيترائي تجربا به نظر آيا آهن ته سندس زندگيءَ جو عڪس به. پسند ته سندس سڀ ڪهاڻيون اٿم، پر جن ڪهاڻين مونکي بيحد متاثر ڪيو جن ۾ جملن جي جادوگري ڪانسواءِ رومانوي رنگ ۾ روح رڙندو محسوس ڪيم ۽ من جي پيڙا کي پيش ڪرڻ جو فن مونکي جنجهوڙيندو آهي، تنکي پڙهي امر جليل جي قلم جي سگهه کي سلام ڪرڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان.

مونکي امر جليل جي ڪن ڪهاڻين بيحد متاثر ڪيو آهي جن ۾ سندس رومانوي پهلو اُجاگر آهي.

**دل جي دنيا،** هيءَ ڪهاڻي سندس افسانن جي مجموعي 'دل جي دنيا' ۾ به شايع ٿيل آهي. هيءَ ڪهاڻي چند دوستن جي مزاحيه ڪردارن تي ٻڌل آهي، پر هڪ ڪلارڪ جو ڪردار منجهس انفرادي حيثيت ته رکي. جيڪو 'ورڊ' معمي جي حل پرڻ تي پنهنجي زندگيءَ جو داءُ لڳائي ٿو ۽ سندس ساري رومانوي ماجرا معمي جي ٻوهان آهي. شاهون ۽ تمنا ئي رومانوي ڪردار آهن. سندس هي جملا نااُميدي ۽ نراسائيءَ جي ڪيڏي نه ترجماني ڪن ٿا:

آسيدون نااسيدي جي غمناڪ اوندهه ۾ پنوائيون ڪائي لڳيون هيون. حسرتون واريءَ جي دڙن هيٺان دفن ٿي ويون.' شاهو ۽ تمنا جو پيار ڪيترين تمنائن تي مدار رکندڙ آهي، جنهن سان سڀ کان وڏي تمنا ميلاپ يعني شادي آهي. شاهون هڪ هنڌ تمنا کي انتظار ڪرڻ لاءِ چوي ٿو: 'هڪڙي ڏينهن اسانجي روح جا زخم ڀرجي ويندا، دل جو درد گهٽجي ويندو. هڪڙي ڏينهن اسانجي صحرا جهڙي سڃي زندگيءَ ۾ خوشين جا رابيل وچانجي ويندا.' آخر ۾ جڏهن شاهون، تمنا جي تمنائن کي پورو نٿو ڪري سگهي ۽ هوءَ ٻئي سان موٽر ۾ سوار ٿي وڃي ٿي ته شاهون ڪيڏو نه من کي پيڙا ڏيندڙ جملا چيا آهن: 'منهنجي سڄي تي ويران مرڪ تري آئي ۽ ٽٽل تاري وانگر روشني جي ليڪ ناسي ماڻوسيءَ جي ڪاٽ اونداهين ۾ گم ٿي وئي.'

**شڪست:** امر جليل جي هيءَ ڪهاڻي جنهن مونکي بيحد متاثر ڪيو. سندس ڪهاڻين جي ٻئي مجموعي ۾ 'جڏهن مان نه هوندس' ۾ آهي. هن ڪهاڻيءَ مونکي ڪي ڏينهن ذهن کي وڪوڙ وڌا هئا. چون ٿا ته دليپ ڪمار جڏهن جذباتي ڪردار ادا ڪندو آهي ته شوٽنگ کانپوءِ هو ڪلاڪ ڏيڍ ڪنهن سان ڳالهائيندو ناهي. مون به جڏهن امر جي ڪهاڻي 'شڪست' پڙهي ته ڪي ڏينهن مونکان پڙهڻ لکڻ ڇڏائجي ويو ۽ ذهن تي اها ڪهاڻي ڇانئجي رهي هئي، مونکي پنهنجي حقيقت جو عڪس ان ۾ نظر آيو. امر جليل کي هڪ ساراهه ڀريو خط لکڻ جو سوچيم پر ڪيس لکي نه سگهيس ۽ هڪ ڏينهن اورينٽ هوٽل حيدرآباد ۾ گڏيو ته ڪيس چيم ته تنهنجي ڪتاب 'جڏهن مان نه هوندس' مان فقط هڪ ڪهاڻي 'شڪست' ڏاڍي وڻي. پاڻ هلڪي مُرڪ ۾ چيائين: مهرباني. شڪست جو ذڪر ضروري نه آهي، هن ڪهاڻيءَ ۾ شڪست کي ڏيڻ جو انوکو انداز آهي.

**هڪ دؤر جو ماتم:** سهڻيءَ جي ڊسمبر ۱۹۷۲ع واري پرچي جي هيءَ ڪهاڻي جان آهي. هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي دؤر جو ماتم آهي، جو روماني زندگيءَ جي هر دور ۾ اهڙو ماتم رونما ٿيندو آهي. جڏهن من جي مورتي بڻائي ڪنهنکي پنهنجو ڪيو آهي ۽ سماج ٻنهي کي ملڻ جي منزل کي مٽائي سندن واٽون وڇائي وهندو آهي ته وڇوڙو وَرُ ڪندو آهي ۽ پاڻ من جي مورتيءَ جو پوڄاري بڻجي پوندو آهي. پوءِ انهيءَ پوڄا ۾ هوندي آهي سانس فقط 'من جي پيڙا'. انهيءَ پيڙا جي پنڌ تي جڏهن محبوبه ملندي آهي ته چاهت جا چاڪ چڪي پوندا آهن. اهڙي ئي هڪ پنڌ تي، امر کي به ريل جي اسٽيشن تي پنهنجي وڇايل واٽ يعني محبوبه ملي ٿي ۽ اها به ساڳيءَ پيڙا جي پنڌ جو ذڪر ڪندي آهي ته جدائيءَ جا داغ ڏوڀجي پوندا آهن. پر اني به امر جي محبوبا ڳاڏيءَ ڇتي ڪري وڇڙيو وڃي ۽ هر پيار ڪندڙ جي مان جي منزل انهيءَ ڳاڏي وانگيان نڪري وڃي ۽ وڇوڙو وري به پنهنجن ورن وڪڙن ۾ وڃائجي ويندو آهي. ان کانپوءِ جيڪي اندر جا ارمان ۽ آڌمان

آئندا آهن سي سيڪ ۽ سوز جو ماتم معلوم ٿيندا آهن ۽ ماڻهوءَ تي هڪ ماتم جو دؤر گذرندو محسوس ٿيندو آهي جنهنڪي امر جليل به محسوس ٿيندو پاڻنجي ٿو.

امر جليل جو 'سرد لاش جو سفر' مهٽي سالنامي جنوري ١٩٧٣ع واري پرچي جي عظيم ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ جيتوڻيڪ رومانوي پهلو نه آهي، پر تڏهن به هيءَ ڪهاڻي هڪ وار ڪاندارِ پهندڙ ڪهاڻي آهي. هڪ صبح سويل پروفيسر پير سرهندي مليو، چيائين: 'رات مهٽيءَ جو سالنامو پڙهيم، پهرين امر جليل جو 'سرد لاش جو سفر' پڙهيم ۽ پوءِ وڌيڪ پڙهڻ ڇڏي ڏنم، جو انهيءَ ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ ڪهاڻي ٻي ڪابه ٿي نٿي سگهي.' مونکي انگريزي ۽ اردوءَ جي افسانوي ادب پڙهڻ جو تمام گهڻو موقعو مليو آهي. سرد لاش جو سفر پڙهيم ته مونکي منٽو جو 'ٺنڊا گوشت' ذهن تي تري آيو، جنهن هندستان جي ادبي دنيا ۾ طوفان مچائي ڇڏيو هو. جڏهن امر جليل جي هيءَ ڪهاڻي پڙهيم ته مونکي منٽو جو مقام سمرسيٽ مهام ۽ ارنيسٽ هيمنگوي، به ويچارا لڳي رهيا هئا.

امر جليل جي ڪهاڻيءَ جي هر پهلوءَ تي گهڻو ڪجهه لکي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ اِها ڳالهه به امر جليل جي رومانوي پهلوءَ تي پوريءَ طرح لکي نه سگهيو آهيان، تنهنڪري شايد پڙهندڙن ۽ امر جليل جي فن سان انصاف نه ڪري سگهيو هجان، جو ذهني پريشانيءَ جي ڪري مون جي ٻيڙا مونکي گهڻو لکڻ نه ڏنو. منهنجي پياري دوست طارق اشرف سان واعدو ڪري ويٺو هوس ته امر جليل تي لکڻ جي چاهنا به هئي. بهرحال آخر ۾ اِها ورق به ائين چوندس ته امر جليل به اسانکي اهڙوئي پيارو آهي جيتري سندس لکڻي. اِها امرجليل جي قلم جي سگهه کي سلام ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان.

انور

# امر جليل

## پنهنجين ڪهاڻين جي روشنيءَ ۾

سنڌي ادب جي وڏي ۾ وڏي ٽريجڊي اها آهي ته ان ۾ تنقيد ڪانهي، ۽ جي آهي ته اها نالي ماتر آهي. شاهه لطيف کي ذري گهٽ ٻه سؤ ورهين گذرڻ ڪانپوءِ به ڪو نقاد نه مليو آهي ته پوءِ اياز ۽ امر کي ڪڏهن ملندو.

ڪنهن به شهپاري تي تنقيد يا ڪنهن فنڪار جي اوڻاين ۽ چڱاين جي پرک اهو ماڻهو ئي ڪري سگهندو، جيڪو عالمي ادب جي روشنيءَ ۾ سنڌي ادب کي ڪا جاءِ ڏئي سگهي. امر جو نقاد اهو ئي سگهي ٿو، جنهن دنيا جو افسانوي ادب پڙهيو هجي ۽ مختصر ڪهاڻي جي ستا تي عبور رکندو هجي. هن ۾ ايتري ڄاڻ هجي جو جتي 'امر' ڪا اوڻائي ڇڏي ويو هجي، ان کي دنيا جي ادبي مروج اصولن تحت پورو ڪري سگهي.

فرانس جي هڪ پرک نقاد 'لئسلس ائبرڪرومبي' چيو آهي ته 'ڪنهن فن کي تخليق ڪرڻ ۽ ان سان محظوظ ٿيڻ کان ان تي تنقيد ڪرڻ مشڪل آهي.' ڇاڪاڻ جو مڪمل نقاد اهو آهي جنهن ۾ تخليقي مادو موجود هجي، جيئن ادب جي مراد (خط حاصل ڪرڻ) چڱيءَ طرح حاصل ڪري سگهي. (هتي ادب جي مراد بابت نقاد جو ئي خيال پيش ڪيو ويو آهي.) جيڪڏهن ڪنهن فنڪار ۾ تخليقي مادي سان گڏ تنقيدي شعور هوندو ته هو هڪ مڪمل فنڪار ليکيو ويندو. ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي تخليق کي چڱيءَ چالي پيش ڪرڻ جي صلاحيت رکندڙ هوندو. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ تنقيد جو پورو علم هوندو ته هو ادب مان مڪمل طرح محظوظ پڻ ٿي سگهندو. اهو ان ڪري جو جڏهن ڪو شهپارو جمالياتي (Aesthetically) نقطه نظر سان توڙي عقل جي بنياد

تي (Rationally) مڪمل نظر ايندو، تڏهن ئي ان مان وڏيڪ لطف حاصل ڪري سگهبو.'

هڪ مڪمل نقاد جي وصف 'جي - هوڪ' هيٺينءَ ريت بيان ڪئي آهي: 'ماضيءَ جي پس منظر ڪانسواءِ حال تي لکڻ صحافي ٿيڻ آهي ۽ حال کي نظر انداز ڪري رڳو ماضيءَ جي اپٽار نصابي نقاد ئي ڪندا آهن. هڪ آدرشي نقاد هنن ٻنهي کان مٿڀرو آهي.'

امر جليل کي ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ جيئن مون ڏٺو آهي، ان بابت چار اکر لکندس جيتوڻيڪ ان سان تنقيد جي ادبي اٿاڻ ختم نه ڪالهه ئي سگهندي.

امر ني لکڻ کان اڳ مختصر ڪهاڻيءَ تي لکڻ ۽ ان جي واقفيت ضروري آهي. مختصر ڪهاڻي انگريزي صنف ناول ۽ ناولٽ جي وچ ۾ هڪ مڪمل پلاٽ، مقصد ۽ ڪردارن سميت هڪ آکاڻي آهي. هن صنف جي ايجاد ٿيڻ ۾ بدلجندڙ سماج جي تبديلين کي وڏي اهميت رهي آهي. صنعتي انقلاب ۽ مشيني دور شروع ٿيڻ سان ماڻهوءَ جي روزاني زندگي مصروف ٿيندي وئي ۽ عام ماڻهوءَ کي ايترو وقت ملڻ ڏکيو ٿي پيو، جو هو هڪ هنڌ ويهي ناول پڙهي پورو ڪري. وقت جي ٿورائي کي نظر ۾ رکي ادبي اڄ لاءِ لاءِ مختصر ڪهاڻيءَ کي جنم ڏنو ويو، جنهن ۾ ڪنهن هڪ يا گهڻن ڪردارن جي زندگيءَ جي هڪ پهلوءَ تي روشني وڌي وڃي ٿي. پلاٽ پنهنجي ليکي مڪمل رهي ٿو، ڪردار موجود آهن ۽ ناول جي ڏکي آکاڻيءَ کان به ڇوٽڪارو ملي ٿو. ڪهاڻيءَ جي ادبي سٽا طي ٿيڻ ڪانپوءِ انگريزي ادب ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪي طويل ڪهاڻيون به ملن ٿيون، جيڪي ڏيکڻ ۾ ناول وانگي آهن، پر تڏهن به ان کي ڪهاڻي سڏي سگهجي ٿو. هن ڏس ۾ هڪ انگريزي اديب هڪ ڪردار جي ڪهاڻي لکي آهي. هو هڪ بس اسٽاپ تان بس ۾ وهي ٿو ۽ ٻئي بس اسٽاپ تي لهي ٿو. ان وچ ۾ هن جي ڪهاڻي اٽڪل ٽن سو صفحن تي لکيل آهي ۽ اها به ڪهاڻي آهي. سنڌي ادب ۾ آغا سليم جون ڪهاڻيون ڏسڻ جهڙيون آهن.

امر جليل سنڌي زبان جو هڪ ترقي پسند ڪهاڻيڪار آهي،

جنهن جون ڪهاڻيون سراسري طور تي مٿين وچولي ۽ هيٺين وچولي طبقي جي نمائندگي ڪن ٿيون. هر سماج ۾ اهي ٽي طبقا آهن جيڪي ڪنهن قوم جي ابتدائي ارتقائي مرحلن ۾ اڳواڻي ڪن ٿا. امر جو پنهنجو طبقو ۽ طبقاتي ڪردار به ساڳيو آهي، ان ڪري سندس ادب به انهن طبقن جي نمائندگي ڪري ٿو. در حقيقت سنڌ ۾ جاگيردارن ۽ وڏيرن جي مٿين طبقي کي ڇڏي نظر وجهجي ٿي ته وچولو طبقو هاريءَ ۽ پورهيت واري هيٺين طبقي کان وڌيڪ ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي. سنڌ جي اڄوڪي اقتصادي ۽ سماجي حيثيت هاريءَ کي اهڙيءَ ڪڏ ۾ اڇلي ڇڏيو آهي جو هن جو ذهني طور تي اسرڻ اڃا ڏوراهون آهي. سنڌي ادب جي هڪ هيڏي ساري ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ هوندي به امر هر موضوع تي لکيو آهي. مجموعي طور سنڌ ۾ پرساريت کان متاثر ٿيل هر طبقي جو قومي رنگ ۾ رڱيل ذڪر هن جي ڪهاڻين مان ملي ٿو. جيستائين هيٺين پورهيت طبقي جو تعلق آهي، هن 'منهنجي دل سوهن جو دڙو' ڪهاڻيءَ ۾ طبقاتي ڪشمڪش کي ڏاڍي وڻندڙ انداز ۾ سمجهايو آهي. ٿلهي ليکي ائين ڪٿي چئجي ته: امر سنڌي ٻولي جو گورڪي نه پر ڪرشن چندر آهي.

سنڌي ادب تي سرسري نظر وجهجي ٿي ته معلوم ٿئي ٿو ته نظم ۾ اياز ۽ افسانوي نثر ۾ 'امر' سنڌ ۾ قومي شعور پيدا ڪرڻ ۾ انقلابي ڪم ڪيو آهي. جديد سنڌي نثري ادب ۾ جمال ابڙي ۾ جي ڪهاڻين کي اوليت حاصل آهي. هنگي سنڌي ڪهاڻي جو شهنشاهه مڃيو وڃي ٿو. ان جو هڪ سبب اهو به آهي ته هو سنڌيءَ جو پهريون ليکڪ آهي. جنهن مختصر ڪهاڻي کي ڪٿي ان ۾ ڪامياب تجربا ڪيا. سندس تيرهن کن ڪهاڻين ۾ ٻوليءَ ڪانسواءِ اختصار جي خاصيت هنگي واقعي برک بڻائي ڇڏيو آهي . امر هنجي ادبي راڄ ڪانپوءِ ميدان ۾ آيو ۽ سنڌي ڪهاڻي، جنهن کي جمال ابڙي اڌ ۾ ڇڏي ڏنو هو، تنهنکي سير اڪاري ڪناري سان لڳايو آهي. امر جي همعصر ڪهاڻيڪارن مان علي بابا، آغا سليم، عبدالقادر جوڻيجو، نجم عباسي ۽ طارق اشرف وغيره پڻ سنڌي ڪهاڻي ۾ اوچو مقام

رکن ٿا. علي بابا جي ٻولي، آغا سليم جو ادبي معيار، عبدالقادر جوڻيجي جي سٽا، نجم عباسي جي مسئلن جي اڀتار ۽ طارق اشرف جي ادبي پختگي اسان لاءِ سبق جو ڪم ڏئي سگهن ٿا. پر اڃا به ڪن فني اهڃاڻن ڪري جليل اسان تي ويو آهي.

ڪنهن اديب جي ڪامياب ٿيڻ لاءِ حالتن جي موافقت ضروري آهي. ادبي اٿاڻ، سياسي، اقتصادي ۽ سماجي تبديليون، ۽ قومي تحريڪن جو زور وغيره ڪي اهڙا دور آهن، جن ۾ ادبي پورهئتن ڪي سنيون اڀرڻ ملنديون آهن. (منهنجو مقصد پئسن واري اجرت ناهي.) هنن حالتن سان گڏ هڪ ٻي ڳالهه به وڏي اهميت واري آهي. يعني اديب جو (Genius) ذات ڏٽي هجڻ اسان کي ڪامياب ڪهاڻيڪار بنائڻ ۾ جيترو سنڌ جي تاريخ جو حصو آهي، اوترو ئي سندس ذات جو. سنڌ جي تاريخ هنجي مدد ان ڪري ڪئي آهي جو ١٩٤٧ع کانپوءِ سنڌي ادب کي سندس مها فنڪارن کان محروم رهڻو پيو. نتيجي ۾ اسان کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڄاڻو سڃاتو وڃي ٿو. سنڌي عوام جي اڪثريت هن جون ڪهاڻيون شوق سان پڙهي ٿي ۽ انهن کي ساهه سان سانڊي ٿي. هنجي ڪاميابيءَ جو وڏي ۾ وڏو اهو ثبوت آهي ته اسان جو ادب سنڌ ۾ گهڻي ۾ گهڻو پڙهيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح اسان کي سنڌ جو (Best Read Writer) چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

اسان جي پڙهندڙن جي اڪثريت هن جي ڪهاڻين ۾ چرچي ۽ چٽر واري خاصيت (Sense of Humoor and Irony) کي سڀ کان وڌيڪ پسند ڪري ٿي. هو ڳل ڦوڪ ۾ هڪوڙو زهر پيارڻ جو استاد آهي، هنجي چرچي ۾ ويڙهيل چٽر اندر سنڌ جي صدين جي پيڙا جيئري جاڳندي نظر ايندي آهي. ۽ سنڌ جي پڙهندڙن جي جذبات جي ترجماني ڪندي آهي. مناسب ٿيندو جيڪڏهن پڙهندڙ نموني طور هنجي فنڪارانه تنقيد جي ڪاري وار کي هڪ دفعو وري هتي پڙهن.

ايشيا جي مظلوم قومن سان سنڌ به ڏاڍن جو ڏس رهي آهي. وقت جي وهڪري ڪيترين ئي ڏاڍين قومن کي سنڌ مٿان ڪاهي

وانگي لاچارا ڏيندي ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح صديون جي ڏکن ڏاکرن سنڌين کي محروميءَ جي احساس ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. سنڌ جون نوڪريون، زمينون، واپار ۽ سرمايو سنڌين کان کسيو ويو آهي.

هن جذبي جي اظهار 'امر' پنهنجي هڪ اوائلي ڪهاڻي 'عشق ۽ انٽرويو' ۾ هنئين ڪيائي ٿو:

'ڪجهه گنجا، لوڙها ۽ سياڻا ماڻهو نوڪري ڏيڻ کان اڳ بي روزگار، ڪنگلن ۽ بيوقوفن ماڻهن کان ڪجهه حساب ڪتاب وٺندا آهن. انهيءَ حساب ڪتاب کي انٽرويو چئبو آهي.' انٽرويو ۾ ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ ڪهاڻي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو:

انگريز مائي باپ منهنجي پيءُ کي نوڪريءَ ۾ ان ڪري نه رکيو هو جو هو انگريزي نه ڄاڻندو هو. سونکي توهان انڪري نوڪريءَ نٿا ڏيو جو سونکي اردو نه ٿي اچي. ڇا ائين نه ناهي ته انگريز سوٽ لاهي شيرواني پائي وري سولي آيا آهن.'

'رڃ' جي عنوان سان لکيل ڪهاڻي ۾ سنڌ اندر پيرن ۽ مرشدن طرفان ڪيل هاڃن جي پيش نظر پيرن جي ذهني جوڙ جڪ بابت لکي ٿو:

'ڪلي ڪلي ڇرپا ٿي پياسين ته سنڌ جا ماڻهو پير ڪري پوڄيندا.'

ٻئي هنڌ:

'سنڌ ۾ هر ديوانو ولي ۽ ڪاني ڪرامت جو مالڪ ٿيندو آهي.'

سنڌ ۾ رائج فرسار واري نظام ۾ طبقاتي جدوجهد جو ذڪر ڪهڙي نه وڻندڙ نموني ۾ ڪيو اٿس.

'منهنجي دل سومن جو دڙو' ۾ امر لکي ٿو:

'اسانجي شادي منهنجي پيءُ ۽ تنهنجي ڏاڏيءَ جي صاحبي رتبن جي فٽ بال مئچ تي منحصر آهي، جنهن ۾ منهنجو پيءُ زخمي گول ڪيپر آهي. مان طبقاتي ڪشمڪش جي ڏيڻ سان اپري تنهنجي خاندان سان ڪلهو ڪلهي سان

ملائي نہ ٿو سگھان.'

سنڌ تي سپ کان گھڻو ظلم وڏيرڪي نظام جي ڪري ٿيو آهي. هن نظام تحت سنڌي هاريءَ جي رت ۽ پگھر واري پورهئي جي خرچ تي وڏيرو چا چا نہ ڪري، اليڪشنون لڙي ليڊر ٿئي نہ ليڊر ٿيڻ کانپوءِ هو پنهنجي مفت ۾ حاصل ڪيل ملڪيت ڪهڙي ريت خرچ ڪري ٿو، ان جو ذڪر امر هنئين ڪيو آهي:

'ووٽ بہ وٺن عوام کان ۽ چونڊجڻ کانپوءِ رعب بہ رکن عوام تي. ۽ هي سنڌي نمائندا. توبہ، سڄي سڄي رات پنجاب ۾ ڪن عيش عورت ۽ شراب، صبح اجلاس ۾ جھوٽا کائن. سنڌ جي قسمت ٿي سڙل آهي. بيشرم، پنهنجين عورتن کي قتو ڪري، فصلن جو پنسو ڪٽي ڪراچي ۾ اچن ۽ هر عورت کي ناڙيندا رهن.... ائين گھوريندا آهن جيئن بکايل ڏاند وڏين اکين سان ڏاري ڏانهن ڏسندو آهي.،' (راهون جدا جدا)

'امر پنهنجي ڪهاڻي 'عظمت جو ثبوت' ۾ سنڌ اندر ڏاڍ ۽ ڌمڪاءُ جي نظام جو نت پيش ڪيو آهي. هيءَ مختصر ڪهاڻي سنڌ جي ڏکي تاريخ آهي، جنهنجو انت نہ اچڻو آهي، الائي ڪڏهن. ان ڪهاڻيءَ سان ہہ چار سٽون پڙهي ڏسو:

'جڏهن سنهڙو سپڪ ذري گھڻ ڪرڻ تي هو تڏهن ٺاهي ڪانئس پڇيو، "چا تون اڃا بہ منهنجي عظمت کان انڪار نہ ڪرين؟"

سنهڙي سپڪ مرڻينگ آواز ۾ چيو، "نہ."

ديوءَ گھٽي جي گرفت ڍري ڪندي سپڪ کان پڇيو، "مان عظيم آهيان؟"

"ها، تون عظيم آهين."

"مان برتر بہ آهيان؟"

"ها! تون برتر بہ آهين."

"مان تنهنجو خبر خواهہ بہ آهيان؟" ٺاهي پنهنجا هٿ سنهڙي جي ڪنڌ سان ڪيڏندي پڇيو، "۽ تنهنجو هڏ ڏوڪي بہ آهيان؟

”ها، توهان منهنجو خيرخواه به آهيو ۽ همدردي به آهيو.“

”شاباس. توهان وفادار شهري آهيو.“ ڏيڏو ڪنڌ ڌوڻي ٿو.
 جهڙي هٿ سان سپڪ کي پڄيءَ تي قدر شناسي وچان ٺڪڪي ڏني.

منهنجي ڪهاڻي ’پل صراط‘ ۾ ’امر‘ جون هي ڳالهيون ته ٿي سگهيون
به ڀڙهي ڏسو. انهن ۾ حقيقت پسندي ۽ انساني فطري جذبي جي
اوٽ ۾ ٻاراڻي نفسيات کي استعمال ڪندي امر جيڪي لکيو آهي
اهو ڪيترو نه سچ آهي:

”پل صراط ڇا هوندي آهي بابا؟“

”پل صراط وار کان سنهڙي ۽ ترار کان تيز هوندي ۽ قيامت
 جي ڏينهن ظاهر ٿيندي.“ سون ٻارن کي ٻڌايو. ”ان ڏينهن
 سچ جو پرندڙ گولو ڌرتيءَ کان هڪ ڪاني جيترو پري
 هوندو. پل صراط جي هيٺان سمنڊ لهڪندو.“

ٻارن جو ساهه نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. ڪنڊو پنهنجو ڪنڌو وات
 ڪولي روئڻ لڳو، ”بابا، مونکي پڙ تو ٿئي.“

امر جي ڪهاڻين جا ٻه مجموعا ’دل جي دنيا‘ ۽ ’جڏهن سان
نه هوندس‘ ڇپجي چڪا آهن. ٽيون ڪتاب ڇپائي لاءِ تيار پيو آهي.

سندس ڇپيل ڪهاڻين مان سنڌي عوام جن ڪهاڻين کي
سڀ کان وڌيڪ پسند ڪيو آهي، سي آهن، ’جڏهن مان نه هوندس‘
۽ ’سرد لاش جو سفر.‘

’جڏهن مان نه هوندس‘ ڪهاڻيءَ ۾ امر ايشيا جي مظلوم قومن
جي آئينده تقدير ۽ آسري جي روشنيءَ ۾ سنڌ اندر هڪ آئيندي
جو اولڙو پيش ڪيو آهي. تاريخ شاهد آهي ته اهڙا اولڙا سچي
عڪس جي حيثيت سان جنم جنم جي فاصلن کي لتاڙيندي قومن
جي تقدير ڏسيندا رهندا آهن. ان اولڙي جي حقيقي روپ کي ڏسڻ
لاءِ دنيا جي مهافنڪارن ۽ مخلص انسان دوست ماڻهن جڳن جا
جڳ انتظار ڪيو آهي. پوءِ ڪي ان کان اڳ ۾ ئي مري کپي
ويا آهن، ڪن منزل ماڻي آهي. پر ’امر‘ اڳي ئي اڳڪتي

ڪئي آهي ته: هي اولڙو حقيقت جو روپ ان وقت اوڊيندو، جڏهن 'امر' نه هوندو. بهرحال 'امر' هجي يا نه هجي، هن تاريخ کي چڱيءَ طرح سمجهي ورتو آهي. هاڻي تاريخ کي هنجي پيرن جو پونئڳ ٿيڻو پوندو.

'مرد لاش جو سفر' ڪهاڻي 'امر' جو شاهڪار آهي. هيءَ ڪهاڻي انسان ذات جي تهذيب حاصل ڪرڻ واري دور کان وٺي اڄ تائين انساني خوني ڊرامي جي ٽرئجڊي تي لکيل هڪ تاريخي دستاويز آهي. هي ڪهاڻي رڳو 'امر' نه لکي آهي، پر دنيا جي هر مها فنڪار پنهنجي فن ۾ هن ڪهاڻيءَ جو ٽنت آندو آهي. ان ڪري ائين چوڻ غلط نه ٿيندو. جيڪڏهن چنجي ته اوائل کان وٺي اڄ تائين ڪنهن به عظيم فنڪار جو فن تيستائين مڪمل ٿي نه سگهيو آهي، جيستائين ان ۾ هن ڪهاڻيءَ جو نفسياتي پهلو شامل نه ڪيو ويو آهي.

دنيا جو ڪهڙو روشن ضمير انسان ان ڳالهه جي اجازت ڏيندو ته مذهبي ڪٽرپڻي، نفرت ۽ تعصب جي بنياد تي انسان، انسان جو خون وهائيندو رهي. رڳو ننڍي کنڊ تي نظر ڪجي ٿي ته ١٩٤٧ع واري هڪ واقعي ۾ ئي ڏهه لک انسانن جو خون مذهب جي اوٽ ۾ وهايو ويو آهي ۽ هڪ ڪروڙ ويهه لک ماڻهن کي دربدر ڪيو ويو آهي. ننڍي کنڊ سان ان وهايل رت جا ڪارا چٽا اڃا نه ڌوتا آهن. ننڍي کنڊ جي ڪوڙهه واريءَ بيماري —— جنهن هن علائقي جي ستر ڪروڙ عوام کي ڪنگالي جو شڪار بنائي رکيو آهي، ان لاءِ جوابدار ڪير آهي؟ ان کانسواءِ انسان جي اوائل کان وٺي اڄ تائين وڏ ۾ وڏ انساني خون جيڪو مذهب کي استعمال ڪري وهايو ويو آهي. چا اها ڳالهه ويهين صديءَ جي انسان دوست ماڻهوءَ کي سونهين.

'امر' جي ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' ان جذبي هيٺ لکيل هڪ مقدس دستاويز آهي، جنهنجي مقصد ۾ انساني خون جي بوءِ بدران انساني عظمت جو سڳنڌ سمايل آهي. هن ڪهاڻي تي ساڄي ڌر جي اڙدو پريس برابر واويلا ڪئي هئي. پر هنن کي ياد رکڻ

گهرجي ته خود هنن جي ٻوليءَ جي وڏن فنڪارن ڪرشن چندر ۽ سعادت حسن منٽو، قرةالعين حيدر، خواجه احمد عباس ۽ احمد نديم قاسمي ’مرد لاش جو سفر‘ ڪهاڻي لکي آهي. ڀرڀانئين ٿو پنهنجن اديبن کي قبرن مان ڪڍي ڦاسي تي چاڙهين ۽ انڪانپوءِ امر تي هٿ ڪڻ جو هنن کي حق پهچندو.

ننڍي کنڊ جي هن وڏي ۾ وڏي خوني ڊرامي کان وقت جو اديب ڪيئن پاسو ڪندو. اديب ۽ فنڪار وقت جا نبض شناس ٿيندا آهن. جيڪڏهن اديب غير احساس طبع ٿي پوندو ته ادب ۽ فن ختم ٿي ويندو.

’امر جليل‘ جڏهن محسوس ڪيو آهي ته ننڍي کنڊ نان تنگ مذهب پرستي وارا ڪارا بادل اڃا موجود آهن، تڏهن هنجي ذهن ان انسان دشمن سرگرميءَ خلاف احتجاج ڪندي هن ڪهاڻي کي جنم ڏنو آهي. هن ڪهاڻي ۾ ڪنڌ ڪوٽ جي هندن خلاف مذهب جي بنياد تي مسلمانن جي غير قانوني، غير اخلاقي، غير مذهبي ۽ غير تهذيبي وحشي حملن ۽ اغوا جي ڪاررواين جو ذڪر ڪيو آهي. پنهنجي ڪهاڻي ۾ بار بار ’الله وڏو رحم وارو ۽ نهايت ٻاجهارو آهي‘ وارو جملو دهرائي امر تنگ نظر ملن طرفان الله جي اوٽ ۾ ويل وهائڻ وارين جارجيت جي ڪاررواين ڏي اشارو ڪيو آهي ۽ تنگ نظر تعصب پرست ملن جي ٻهروپي ڪردار تي روشني وڌي آهي، جو پنهنجا ذليل ارادا الله جي نالي ۾ پورا ڪرڻ جا ڪوڙا آهن. اسلام جيڪڏهن انسان ذات لاءِ مڪمل نظام حيات آهي ته ان جا وڏا دشمن ملان آهن، ۽ نه ’امر‘.

امر جي ڪهاڻين مان حوالن رستي هنجي مرڪزي سوچ پيش ڪرڻ واري جيڪا مون ڪوشش ڪئي آهي، سا سراسر غلط ۽ اڻ پوري آهي. امر جون ڪهاڻيون پڙهڻ گهرجن. هڪ قطري سان سمنڊ جي اونهائي تپاسڻ ناممڪن آهي.

ساڄي ڌر جي اڙدو پريس وانگي جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو امر جي هن ڪهاڻيءَ مان ٽڪرا يا حوالا ڪڍي نفرت جو اظهار ڪيو ته پوءِ اها امر سان بي انصافي ٿيندي، امر جي فن سان ڌاڙو ٿيندو، سنڌي ادب سان ڪلور ٿيندو ۽ سنڌ ڌرتيءَ سان غداري ٿيندي. هن

جي هڪ هڪ ڪهاڻي پڙهڻ کانپوءِ هڪ مڪمل ۽ جامع اصلاحي، قومي ۽ انقلابي اثر ڇڏي، جنهنڪري فسطائي سوچ رکندڙ ساڌو به غير حقيقت پسندي نه ڪوٺيندو.

جيڪڏهن ڪنهن لکت سان فقط چند سٽون ڪڍي انجي بنياد تي شهپاري ڪي نهاسيو وڃي ته پوءِ هن دنيا ۾ نازل ٿيل سڀني الاهي ڪتابن سان به ڪي اهڙيون سٽون نڪري اينديون، جنهنڪري ساڳيا تنگ نظر ملان برداشت ڪري نه سگهندا. جيڪڏهن ادب جي جاهلن طرفان هي ڪسوٽي آهي ته پوءِ هنن جو امر جي ساڳيءَ ڪهاڻيءَ ۾ لکيل هن سٽ بابت ڪهڙو خيال آهي:

'الله نهايت رحم وارو ۽ ٻاجهارو آهي.'

بحرحال امر سنڌ ڌرتي جي مظلوم انسانيت جو هڏڏوکي ۽ انقلابي ساٿي آهي، جيڪو هنن سان ادب واري محاذ تي آخري منزل تائين لڙندو رهندو، ڀلي ته هنگي وقت جي طاقت ڍاهڻ يا جهڪائڻ جون ڪيتريون به ڪوششون ڪري.

جيئن ته مظلوم قومن جو ادب ۽ سياست لازم ملزوم ٿيندا آهن، انڪري امر سان ڪنهن سياسي اختلافن کي هڪ طرف رکي قبول ڪرڻو پوندو ته سنڌي قوم جنهن به جنم ۾ انقلاب آندو ۽ پرسارٿ ختم ڪئي، ته امر ان انقلاب جي آرمي ثابت ٿيندو.

---

# سنڌ جي قسمت

■ هن ٽڏو سام ڪٿي جيپ جي نمبر پليٽ ڏانهن ڏٺو، جيپ تي سنڌ جي نمبر پليٽ لڳل هئي ۽ نمبر پليٽ جي پاسي ۾ هڪ ٻي تختي به لڳل هئي، جنهن تي ايم - اين - اي لکيل هو.

هون، اها به ڄڻ ڪا لياقت يا قابليت آهي، ووٽ وٺڻ عوام کان ۽ چونڊجڻ کانپوءِ رعب به رکڻ عوام تي. ۽ سنڌي نمائيندا، نوبهه سڄي رات ڪڻ عيش، عورت ۽ شراب، صبح جو اجلاس ۾ جهوٽا کائڻ. سنڌ جي قسمت ٿي سڄل آهي.

-آمر جاليل ڪهاڻي 'راهون جدا جدا'

ڊاڪٽر غلام علي الانا

# آمر جليل جا افسانا منهنجي نظر ۾

هڪ مغربي نقاد جي راءِ موجب: ’افسانو هڪ اهڙو مختصر فڪري داستان آهي، جنهن ۾ ڪنهن هڪڙي خاص واقعي ۽ ڪردار کي ظاهر ڪيو وڃي ٿو. ان ۾ موضوع، پلاٽ ۽ واقعن جو تسلسل ۽ تنظيم اهڙي هوندي آهي، جو اُن ۾ تاثر جي وحدت پيدا ٿي پوندي آهي.‘

زندگي واقعات جو هڪ مجموعو آهي. زندگيءَ ۾ انسان کي ڪيترائي واقعا ۽ حادثا پيش اچن ٿا. انهن حادثن ۽ واقعن جو انسان ذات تي ڪافي اثر ٿئي ٿو. هن ڏس ۾ پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻيءَ لکيو آهي:

> ’انساني طبيعت ۽ سياءَ جي طرحين نظارن جو نماءَ ڪرڻ، زندگيءَ جو اظهار ڪرڻ، آدميءَ جي حياتيءَ ۾ جيڪي به سمائجي سگهي ٿو، جهڙوڪ: سولايون ۽ مونجهارا، گناهه ۽ ٻڇڙا ڪم، نيڪناميون ۽ ثواب جا ڪم، اونداهيون ۽ سوجهرا، لاهيون ۽ چاڙهيون، اهي سڀ، مختصر طور، ڪٿي چٽجي نه افساني لکندڙ جي ڪتابن جو مضمون ٿي سگهن ٿيون. قصو انسان جي مشغولين جو هڪ قسم جو دفتر آهي. زندگي قصي لکندڙ جو مکيه وشيه آهي. ساهتيه آهي زندگي، ۽ افسانو ساهتيه جو هڪ ڀاڱو آهي. قصو زندگيءَ مان اڀري ٿو، ۽ زندگيءَ تي ئي سندس گذران ٿئي ٿو.

وڏي ۾ وڏي شاندار قصي جي زندگيءَ جو مکيه مدار آهي ليکڪ جي مخلص ليکڪا تي. اعليٰ درجي جي ڪتاب نويس جي هر هڪ صفحي ۾، صفحي جي هر هڪ جملي ۾، جملي جي هر هڪ سٽ ۾، سندس سچائيءَ جو چٽو

ثبوت ملي ٿو. ڪتاب سندس خون جي ٿي پيدائش آهي.
ٻاڪي ان ۾ پلٽيو اٿائين. اهو لکندڙ جيءَ نقط نظر
کان حياتيءَ جي ڪن مسئلن جو ذڪر ويچاري ٿو. هُو
انهن انساني جذبن، دلي امنگن جو اهڙي نموني اظهار ٿو
ڪري جو اهي ليکڪ جي خيالن جو چٽو نقشو ٿي ٿا
پون.

سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي ابتدا ته آزاديءَ کان ٻه ڪهڙو
اڳ ٿي چڪي هئي. ان وقت جا نمائندا ڪهاڻيڪار اڄ به پنهنجين
نامور ڪهاڻين جي ڪري ياد ڪيا وڃن ٿا. پر ورهاڱي کانپوءِ ته
سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ ۾ هر لحاظ کان انقلاب اچي چڪو آهي.
ان ۾ هر پهلوءَ کان جدت ۽ نواڻ آئي آهي. ان ۾ نوان رجحان،
نوان لاڙا ۽ نيون ڌارائون پيدا ٿيون آهن، جنجي ڪري اڄ جي
مختصر سنڌي ڪهاڻي موضوع، مواد، فن ۽ ٻوليءَ جي ڪري بنگلا
۽ اردو ته ڇا، پر يورپ جي ترقي يافته زبانن، مختصر ڪهاڻين کان
ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي
ٻوليءَ جون ڪيتريون ئي مختصر ڪهاڻيون انگريزي، جرمن،
روسي، چيني، چيڪ توڙي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيون آهن.

برصغير جي آزاديءَ ماڻهن جي سمجهه، سوچ ۽ ويچار ۾
نئون موڙ آندو. ملڪي معاملن سان گڏ معاشرتي، اقتصادي ۽
سماجي مسئلن ۾ به ڦيرو آيو. زندگيءَ جا قدر بدلجي ويا، جن
نوجوان ۽ اڀرندڙ اديبن کي گهڻو متاثر ڪيو.

اوهان سڀني کي معلوم آهي ته شاهه لطيف جهڙي
ولي‌الله، شاعر سچاڻ نفسياتي ماهر ڪنهن زماني ۾ 'ڪندي ۽ ڪراهه'
جي طالبن کي ننديو ۽ فرمايائون:

ڪندي ۽ ڪراهه، جن سنا‌سين ساڻيو،
انهن کان الله اڄا اڳاهون ٿيو.

پر اوهان سڀني کي معلوم آهي ته هن دور ۾ اهي ٻئي شيون هر
انسان لاءِ ڪيتريون نه ضروري آهن. هلندڙ زماني جي حالتن زندگيءَ
کي سوچڻ ۽ سمجهڻ جا قدر ۽ ماپ ئي بدلائي ڇڏيا آهن. هن دور ۾

هر شخص اهو چئي رهيو آهي ته اٿو، لڙو ۽ اجهو پهرين ڪيو. هن نعري ۽ هن للڪار نه فقط عام ماڻهن کي متاثر ڪيو آهي، پر هن وقت جا دانشور، سخنور ۽ سياڻا به زندگيءَ جي بدليل حالتن کان متاثر ٿيا آهن. شيخ اياز جو هي شعر منهنجي هن دعويٰ لاءِ لاثاني دليل آهي، جنهن ۾ فرمايو اٿس:

سدا آهي ساهه کي، ڳيچي حي ڳولا،
ڏوڻ بنا ڍولا، ناهي ساڃاه سونهن جي.

هن مان ظاهر آهي ته لطيف جي زماني ۽ هلندڙ زماني ۾، زندگيءَ جي نظرين ۽ قدرن، ۽ زندگيءَ جي مسئلن تي سوچڻ ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ جي طريقي ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو آهي. انهيءَ ڦيري، انهيءَ تبديل، انهيءَ طوفان ۽ انقلاب، نوجوانن، نئين سوچ رکندڙ اديبن، شاعرن ۽ افسانه نويسن کي هر صورت ۾ ۽ هر حال ۾ متاثر ڪيو آهي. هنن سيني فنڪارن، زندگيءَ جي مسئلن ڪانسواءِ، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جو پنهنجي نظر سان جو ڪجهه مشاهدو ڪيو آهي، سو شعر، افسانن، ناول ۽ ڊرامي جي صورت ۾ پڙهندڙن اڳيان آندو اٿن.

نوجوان ۽ اڀرندڙ اديبن حياتيءَ جي ضروري مسئلن ۽ مشاهدن کي ڪهاڻين جو روپ ڏنو آهي. هنن هارين نارين، مزورن، محنت ڪش ماڻهن ۽ محتاجن جي مسئلن تي لکيو آهي. انهن سان همدردي ظاهر ڪندي زميندارن، جاگيردارن، وڏيرن، ڪارخانيدارن، سرمائيدارن، ڪامورن، پيرن فقيرن، مُلن ۽ مولوين جي ظالمانه حرڪتن، ڪلورديءَ کي اصلي مشاهدي جي مدد سان، دل ڏکوئيندڙ منظرن ۽ نقشن جا چٽ چٽيندي پڙهندڙن کي به انهن حالتن کان واقف ڪيو اٿن. انهن غريبن، بيمارن، بيوس ماڻهن ۽ بيواهن جا داستان ۽ بيان اهڙي ته ڍنگ ۽ رنگ سان بيان ڪيا آهن جو سندن Correct it ۾ اصليت ۽ حقيقت جا منظر نظر اچڻ لڳن ٿا. هنن خارجي مسئلن جي بدران داخلي مسئلن کي پنهنجو موضوع بنايو آهي.

آزاديءَ کانپوءِ سنڌ ۽ سنڌي ادب ۾ هڪ نئون زوردار وهڪرو هليو. هر چيز ۾ اُٿل آئي. قومن جي زندگيءَ ۾ اهڙي قسم جون

اڇلون ۽ وهڪرا ڪنهن وڏي طوفان جا اهڃاڻ ڏيندا آهن. اهڙن انقلابي دورن ۾ ئي علم ادب جون نيون ڌارائون ڦٽي نڪرنديون آهن، ۽ ماپ (Values) ۽ ماپا (Forms) بدلبا آهن.

ون يونٽ جي قيام ڪانپوءِ سنڌ ۽ سنڌي قوم جي قسمت ۾ نه صرف هڪ ڀيانڪ موڙ آيو، يا ائين ڪٿي چئجي ته هڪ ڀيانڪ ڀونچال، ڀيانڪ زلزلو آيو، پر ٻيءَ طرح ۾ سنڌي جيون ۽ سنڌي زندگيءَ ۾ هڪ بي مثال اٿل آئي آهي. انهيءَ اٿل سنڌي زبان جي اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ فاضلن جي سوچ ۽ ويچار، ۽ سوچڻ جي رنگ ۽ ڍنگ ۾ به وڏو ڦيرو آندو. سنڌ ۽ سنڌين ۾ قوميت ۽ قومي جاڳرتا جا سڱل مثلا، وري نئين سر آسريا.

هن نئين جاڳرتا نون ابرندڙ اديبن کي سنڌ سان ڪيل ڪلورن، سنڌ جي مالڪن جي مسئلن، سنڌي زبان ۽ انجي مسئلن، قومي بيداري ۽ سياسي سجاڳي جهڙن موضوعن کي پنهنجن ليکن ۾ مواد طور ڪم آڻڻ لاءِ مجبور ڪيو. انهيءَ ڪري سنڌي مختصر ڪهاڻي هين صنفن تي حاوي ٿيڻ جي ويئي ۽ ڪيترائي نوجوان ڪهاڻيڪار، نوجوان پڙهندڙن ۽ نئون فڪر ۽ نئين سوچ رکندڙن جي دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ويا، ۽ سنڌي ادب جا سورما ليکجڻ ۾ آيا. اهڙن سورمن مان، نوجوان ڪهاڻيڪار محترم امر جليل به هڪ آهي.

امر جليل هر ان گهر ۾ عزت حاصل ڪري چڪو آهي، جتي سنڌس ڪهاڻيون پهتيون، ۽ جتي ڪهاڻيون پڙهيون ويون آهن.

زندگي ترقي پذير آهي. زندگي هڪ وهڪ آهي جا هر چيز کي هاري وهندي آهي. زندگي هڪ اٿاهه بحر آهي. محترم امر جليل زندگيءَ جي انهيءَ بحر جو پون وکيان جي هڪ ماهر وانگر خوب مطالعو ڪيو آهي. هن پنهنجي گهري سوچ، تيز فهم، وڏيءَ سمجهه مشاهدي واريءَ نظر سان زندگيءَ جي هر پهلوءَ جو اڀياس ڪيو آهي. هن وٽ زندگيءَ جو ڪشادو ميدان آهي، ۽ انهيءَ ڪري هن زندگيءَ جي ڏار ڏار واقعن تي گهري ويچار سان سوچيو آهي، ۽ انهن تي لکيو آهي. هن زندگيءَ جي مسئلن کي الڳ الڳ ڪردارن

جي وِڇ ۾ نمايان ڪيو آهي. امر جليل ڪي مخصوص موضوع ڪٿي، انهن ڪي ڇهڻ نه ڏيو آهي. هنجي هر افسانې جو موضوع انو کو، آڇوتو ۽ نئون هوندو آهي. هن انهن انو کن ۽ اڇوتن موضوعن وارن افسانن ۾ سنڌي ماڻهن جي گوناگون مسئلن ۽ داخلي ڳالهين کي نمايان ڪيو آهي.

امر جليل جي ڪهاڻين ۾ پرچار به نه آهي، يعني ته هو سڌو سنئون ڪا مراد ڪٿي، ڪنهن پرچار خاطر ڪهاڻي نٿو لکي. هن جيڪي ڪجهه لکيو آهي، انجي پڙهڻ ڪانپوءِ چئي سگهجي ٿو ته هڪ زنده ۽ سجاڳ اديب جي حيثيت ۾ هو ڪنهن واقعي يا حادثي کان متاثر ٿي قلم هٿ ۾ کڻي ٿو.

امر جليل جديد افساني جي فن کان به چڱيءَ طرح واقف ٿو ڏسجي. پنهنجن افسانن ۾ جڏهن هو ڪا ڳالهه ٻڌائڻ چاهي ٿو، تڏهن انجي بيان ڪرڻ لاءِ هو پنهنجا تاثرات يا پنهنجو مرڪزي خيال سڌو سنئون پاڻ بيان نٿو ڪري، پر اها ڳالهه يا ته ڪنهن ٻئي ڪردار جي واتان چوارائي ٿو، يا مڪالمي جي روپ ۾ ان ڪردارن کان گفتگو جي ذريعي چوارائي ٿو. مثال طور: 'اروڙ جو مست' افساني جو مرڪزي خيال آهي ته: 'سنڌي ماڻهو پيرن فقيرن کي ڪاني ڪرامت جا صاحب سمجهي' پنهنجو پاڻ بيان نٿو ڪري پر اهو نڪتو پنهنجي مرڪزي ڪردار 'مست' جي واتان هن ريت ٿو چوارائي:

حيرت مان ڏانهنس ڏٺم: "ڏاڍي ملڪيت ميڙي ائين؟"

وراڻيائين: "سنڌ ۾ ڪاني ڪرامتن جو پير ٿجي، يا رهزن ڏاڙيل. ٻئي ڌنڌا هڪجهڙا آهن. ٻنهي ۾ هڪ جيتري ڪمائي آهي."

امر جليل اعليٰ فنڪارن مان هڪ آهي. هنجي طرز تحرير ۽ بيان جو انداز به نرالو آهي. هو پنهنجي فن کي صرف وندر خاطر ڪم نٿو آڻي، پر هو سماجي حادثن جو سچو نقش چٽي ٿو، يعني ته هو سماجي حادثن ۽ مسئلن جي اصلي ۽ سچي نوڙي حقيقي تصوير ڪڍي ٿو، انهيءَ ڪري هو هڪ حقيقت نگار آهي. 'سوجهرو' عنوان وارو افسانو، اهڙي سچي، حقيقي ۽ اصلوڪي حادثي جو

هڪ زنده مثال آهي. هن افسانيءَ ۾ امر جليل هڪ طرف سنڌي سماج تي ٽوڪ ڪئي آهي، ته ٻئي طرف ڊاڪٽرن ۽ طبيبن جي طبيعت جي نقش نگاري ڪئي اٿس. هن افسانيءَ ۾ هنجو مرڪزي خيال آهي: ’انسان ازل کان دولت جو غلام آهي، ۽ دولت ديوتائن کان به وڌيڪ طاقتور آهي.‘

هن افسانيءَ ۾ امر صاحب ڊاڪٽرن، سرمائيدارن ۽ نفس جي پوڄارين جا پول پڌرا ڪيا آهن. هن صاحب، هن افسانيءَ ۾ اهو بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته دنيا ۾ زنده رهڻ لاءِ ۽ بکئي پيٽ ڀرڻ لاءِ ربوءَ پنهنجي نياڻيءَ جي عصمت وڪي. ۽ پوءِ ٿي وڃ زنده رهي سگهيو. پر امر صاحب ربوءَ جي ڪردار کي ساراهي نٿو. هنجي اها منشا ٿي ڪانهي ته ڪو بيا انسان به ربوءَ وانگر شڪست کائي نيچ ۾ نيچ ڪم ڪن. هو ربوءَ وانگر زنده رهڻ کان مري وڃڻ مناسب ٿو سمجهي. هو چاهي ٿو ته نياڻين جي عصمت وڪئي جنيد لاءِ دوائون خريد ڪريان، تنهنڪان جنيد جو موت وڌيڪ پسند آهي. هو لکي ٿو:

> ’ مان اٿي بيٺس، هزارين طوفان جاڳي اٿيا. سون فيصلو ڪيو ته ڀلي جنيد مري وڃي. ڀل نه منهنجون حسرتون ۽ اميدون خاڪ ۾ ملي وڃن. آن خاڪ مان نوان جنيد پيدا ٿيندا، هزارين، لکين ۽ ڪروڙين جنيد آن خاڪ مان جنم وٺندا، جنهن ۾ منهنجو جنيد ماڪ وانگر ڪم ٿي ويندو. ڀل نه جنيد مري وڃي، ڀل ته منهنجو جنيد قربان ٿي وڃي.‘

امر جليل صاحب جو افسانو ’عشق ۽ انٽرويو‘ به سنڌي سماج تي هڪ ٽوڪ آهي. اسانجا ڪي پوڙها شاديءَ جو شوق مرڻ گهڙيءَ تائين رکندا آهن. انهن مان ڪي، جنجو هڪ پير قبر جي ڪنڌيءَ تي هوندو آهي، سي نئين ورني ۽ نئين معاملي نار سان لانون لهڻ جا خواهان هوندا آهن. هن افسانيءَ ۾ امر جليل صاحب مرڪزي خيال هنن جملن ۾ بيان ڪيو آهي:

’ هوءَ سونکي ٻانهن کان جڪيندي ڪمري ۾ وٺي ويئي.

سونهري پلنگ تي ليٽائي، پاڻ پاسي واري ڪمري ڏانهن هلي ويٺي. پلنگ جي پاسي ۾ سائيڊ بورڊ رکيل هو، جنهن تي ڪنهن ڪاراڙي جي فريم ۾ جڙيل تصوير رکي هئي. هڪ نظر ۾ پانيم ته منهنجي ڏاڏي جي تصوير هئي. پاسو ورائي غور سان تصوير ڏانهن ڏٺم ته تصوير منهنجي ڏاڏي جي نه، پر زرينه جي زميندار مڙس جي هئي. تصوير جي پاسي ۾ ميڪ اپ جو سامان ۽ مردانه طاقت وڌائڻ، پيدا ڪرڻ ۽ ديرپا جماع ڪرڻ لاءِ دوائن جون ڪي چار شيشون ڪبون هيون.'

امر جليل جا ڪردار نه ڪي ڪوڙا گهڙيل ۽ فرضي نه آهن. سندس ڪردار آسماني فرشتا به نه آهن، پر اهي اسان مان آهن، اسان جهڙا آهن. اهي، اهي انسان آهن جيڪي اسان وانگر زندگي گذارين ٿا. هنجا ڪردار اهي انسان آهن، جيڪي حقيقي زندگي ماڻين ٿا. امر جليل جي ڪردارن جو، زندگيءَ جي هر مسئلي سان روزانه واسطو آهي. هو زندگيءَ جي ڏکن سکن، اُمنگن ۽ جذبن سان واسطو رکن ٿا.

امر جا ڪي ڪردار صابر، حال تي هلڻ وارا، بردبار ۽ همت وارا آهن، ته ڪي وري زماني کان شڪست کاڌل. 'سوجهرو' افساني ۾ واحد چاچا جو ڪردار اهڙن ڪردارن مان هڪ آهي، جيڪي زماني جي هر چئلينج جو مقابلو ڪن ٿا. هڪ طرف ربو، ڪمو ۽ زيبوءَ کي بدبيشي تي انهيءَ لاءِ لڳائي ٿو ته زندگيءَ جا ڏينهن سک سان ڪاٽجن، ته ٻئي طرف واحد چاچا جو ڪردار هنن لفظن ذريعي نمايان ڪيو اٿس:

'جنهن وقت منهنجين پاڻهن جون مشڪون ولجي سڻجي ڪشيل نوڙ وانگر چاچا جي ڳچيءَ ڏانهن اٿي لڳيون تنهن وقت چاچا چيو: هڪ ڏينهن ۾ ٻن رُوَن تي ٻني لڳائي وٺندبون آهن، ۽ چئن سلوارن جا پاچا پري وٺندبون آهن. چاچا چيو: مڙيئي گذر سفر جيترو بتسو روز ڪمائي وٺندبون آهن. هيءَ سڄو سنسار ساني ڳيي لاءِ حيران ۽

سرگردان آهي نه! سو ماڻهه ڪهڙو عزت سان ملي ويندو آهي.'

امر جليل پنهنجن ڪردارن جي باري ۾ ڪا به ڳالهه پاڻ سڌي سنواڻي نٿو ڪري، ۾ پنهنجن ڪردارن جي عادتن، رهڻ سهڻ جي طريقي ۽ لڇڻن جي باري ۾ ٻئي ڪردار جي واتان چوارائي ٿو. ربو، جيڪو پنهنجي ڏيهه ۽ زال جي ڪسب تي مزي سان وقت گذاري ٿو، تنهن لاءِ امر جليل پاڻ ڪا به ڳالهه نٿو ڪري، ۾ بندل دادا پيداگير جي واتان ربوءَ جي باري ۾ هن ريت چوارائي ٿو:

"مان مجبور آهيان، ربوءَ چيو. صبح کان اڃ سان تو کي پاڻي به نه ڏيئي سگهندس."

"ربو!" مون ربوءَ کي ڏوري، ڪان ونندي چيو. "ميئر نه تو وٽ ڪجهه به ڪونهي نه، ربو؟

نه، هن حيرت وچان مونڏانهن ڏسندي وراڻيو: نه ڇا صبح تائين تنهنجي ڪڪڙ سونا آنا لاهيندي؟ مون تلخ لهجي ۾ ڳالهايو.

ربو سٽ ساڻ ٻانهن ڇڏائي، ڏيڍي پيئي اندر هليو ويو. ان وقت پوئتان هڪ مڪار ٽهڪ ٻڌم، جنهن کو مونتي چٿرون ڪري رهيو هو. منهن ورائي ڏٺم. بندل دادا منهنجي ويجهو بيٺو هو. ڳاڙهو رومال ڪنڌ تي ويڙهيل هوس، ۽ وات ۾ اڌ سڙيل ٻيڙي. بندل دادا اسانجي علائقي جو پيداگير هوندو هو. هن ٽهڪ ڏيندي چيو: ربوءَ وٽ سونا آنا ڏيندڙ هڪ ڪڪڙ آهي.

منهنجي کهڙي ڪم جي، مون ٻڏندڙ دل سان وراڻيو.

توکي ٻئسن جي ضرورت آهي نه؟

ها! فقط وڃڻ رهڻ جي.

هن ٽهڪ ڏنو. بيوقوف، تو وٽ به ته ۾ ڪڪڙيون آهن، جيڪي سونا آنا ڏيئي سگهن ٿيون."

امر جليل جا افسانا زبان، اسلوب، موضوع ۽ مضمون،

ڪردارن، زندگيءَ جي مسئلن، سنڌ جي سماجي حالت جي بيان جي ڪري انوکا آهن. بقول شمشيرالحيدري ته:

'هنجي افسانن ۾ خالص انساني قدرن جي نمائندگي، جذبي جي احساس جي اصليت، مشاهدي ۽ فڪر جي گهڙهائي، انساني نفسيات جو برغور مطالعو، سماج جي مسئلن جي ڄاڻ ۽ انهن کي نبيرڻ جو انداز، فنڪارانه مهارت ۽ سلوڻي سنڌي ڪم آندل آهي.'

امر جليل جي فن جي انهن سڀني خوبين جو وستار هن مختصر مضمون ۾ ڪرڻ آسان ڪم نه آهي.

---

# ٽيون طبقو

■ "مسلمان هر حال ۾ مسلمان آهي." (ڪالو چيو)

"سونکي ذاتي طرح خبر آهي ته ڪنڊڪوٽ جا هندو سيٺيون ۽ مسلمان زميندار غريب هارين جي ٻيائين جون لڄون ڪڏ لاهيندا آهن — سندن عزتون ڪڏ لٽيندا آهن." سون ڪرامت وچان چيو، "طبقا فقط ٻه آهن، ڪمالو. هڪڙا پيڙيل، ۽ ٻيا پيڙيندڙ. هندو ۽ مسلمان ڪابه معنيٰ نٿا رکن، ڪنهن به ٽئين طبقي جي نمائندگي نٿا ڪن."

آمر جليل، ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر.'

عبدالجبار جوڻيجو

# پوڪن ۾ هڪ سياڻو

ڪنهن فنڪار کي ذاتي طرح سڃاڻڻ ڪو ساراهه جوڳو ڪم ڪونهي، پر اهو فنڪار فنونِ لطيفه جي ڪهڙي به شعبي سان واسطو رکندڙ هجي. ذاتي واقفيت سبب ڪڏهن ڪڏهن فنڪار جا ٻه جدا جدا تصور ذهن ۾ پيدا ٿي پون ٿا. هڪڙو سندس تحرير جو ۽ ٻيو سندس ذات جو، پڙهندڙ لاءِ پهريون تصور مستقل ۽ ٻيو عارضي آهي. اهو ئي سبب ٿو ڀانئجي جو اڪثر، ڪن وڏن شاعرن ۽ اديبن کان ڪي ايڊيٽر ناراض ٿي ڪانئن دور ڀڄڻ گذاريندا آهن. پر آءٌ ناراض ٿيل ايڊيٽر ڪونه آهيان. امر جليل منهنجو بيشڪ ڏاڍو وڻندڙ آهي، مگر آءٌ کيس سندس ڪهاڻين وسيلي ئي سڃاڻان ٿو.

منهنجو هڪڙو دوست هوندو هو. اهو چوندو هو ته 'پوڪ' جو درجو چرئي کان وڏو آهي. هونئن عام طور چرئي کي آخري اسٽيج ۾ ڳڻيو ويو آهي. پوڪ ويچارو ته چرين جي اسپتال جو تصور به نٿو ڪري سگهي. تڏهن ته سياڻن جي وچ ۾ پوڪپڻي جا ابتدائي انداز ڏيکاري ديوانگيءَ ۽ فرزانگيءَ جي وچ ۾ حدِ فاصل قائم ڪري ٿو.

آءٌ ائين ڪونه ٿو چوان ته امر جليل جون ڪهاڻيون هڪ اهڙو ادبي خزانو آهن جنکي وقت جي لٽ لٽي نه سگهندي ۽ ڪروڙ جي ڪٽ ڪٽي نه سگهندي. جليل کي افسانوي ادب جو سورمو به ڪونه ٿو چوان، چو جو سورمن جي هٿن ۾ ڪرپان هوندي آهي. پر آءٌ اهو به برداشت ڪونه ڪندس ته ڪنهنکي منظور چيمبرس جي پرسان پاڇي وڃڻ کان روڪيو وڃي. منظور چيمبرس وٽ پاڇي مارڪيٽ نه هجي، پر کهوڙڻي کان به ته پاڇي ملي سگهي ٿي. ائين به ٿي سگهي ٿو ته ڪو ماڻهو سمنڊ مان ڪس بنائي لنگهي وڃي. اهو جهنگن ڏي هلندو ته به ڪونه پلبو، هونئن ماڻهو ته راهه هلندي پلجيو پون.

پوڪ آخر پوڪ آهي. توڙي هو پاڻکي ڪيترو به 'غير پوڪ' سمجهي. منهنجو اشارو جليل جي ڪهاڻي 'سياڻن ۾ هڪ پوڪ' ڏانهن آهي، جنهن ۾ پوڪ صاحب جا ٻه پاتر ۽ ٻه پيترون پنهنجي پر ۾ غير پوڪ آهن. ماءُ پيءُ جو ووٽ به حاصل ڪري ورتو اٿن. سچ پڇو ته

پورهيائي وڏي نعمت آهي. پر ڪنهن قسمت واري کي حاصل ٿئي ٿي. جنهن پورهيئي جو اسين ذڪر پيا ڪريون سو اهڙو پورهيو ڪونهي جو وزن کان ٻاهر ڳالهائي ۽ قافيي ۾ وچڙي پوي يا پورهيائيءَ جي ٽيڪنڪ کان غير واقف هجي. هي صاحب ته گريجوئيٽ آهي ۽ پر پنجن سون ايڪڙن بدران پنج ايڪڙ زمين گهري ٿو. مونکي مٽس فتويٰ پاس ڪرڻ جو ڪو ارادو ڪونهي. پر سندس گهر وارن جي جذبات کي هن وقت بوقت جنهن ريت ڏٺيو، تنهنکي ڪو سياڻو ڪيئن معاف ڪري ٿو سگهي!؟

سوال ٿو اٿي ته سياڻپ جي صحيح تور ماپ ڪيئن ٿئي. جيستائين اجا ڪو اوزار ايجاد نه ٿيو آهي، جو ڪنهن جي هٿ جي ترڙيءَ تي رکي سندس سياڻپ يا پورهيائي جو تفصيلي سرٽيفڪيٽ جاري ڪري ڇڏ جي.

عزيز سياڻو ڇو آهي؟ ڇو جو هو هڪ وڏو آفيسر آهي. جيستائين ڪنهنجو قدآور ۽ ٺاهوڪو هجڻ سياڻپ جي سند نه آهي. پر اتفاق سان عزيز ٺاهوڪو به آهي. ڪلب ۾ وڃڻ، ڪائڻ، پيئڻ ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ يگانو آهي. جيستائين اسين ۽ اوهين به کائون پيئون ۽ اٿون ويهون پيا، پر حوءَ ٻي ڳالهه آهي!

ڪريم ڇو سياڻو آهي؟ هو به نوڪري ڪري، پئسا ڪمائي بزنس جو بادشاهه ٿي چڪو آهي. بليڪ ڪرڻ سان هنکي روحاني سڪون ملي ٿو. جيستائين روحاني سڪون لاءِ پيا به ڏاڍا ۽ ڦيٽا ملڪ ۾ موجود آهن.

پورهيو جون پينرون به سياڻن ۾ گهٽ نه آهن. جون ٿا ته شادي ڪرڻ کانسواءِ انسان ذات جي خدمت بهتر نموني ۾ ڪري سگهجي ٿي. ان ڪري ڊاڪٽر بلقيس شادي نه ڪئي آهي. نجم افسانه نگار آهي ۽ هنهنجي پورهيو ڀاءُ سان نفرت ڪري ٿي. ان مان ثابت آهي ته هئوءَ به سياڻي آهي. هيترا سارا سياڻا جيڪڏهن راهه ويندي ڪنهن سياڻي کي پورهيو ڇون ته يقين سان اعتبار ڪرڻو پوندو مون هڪڙي مشاعري ۾ هڪڙي شاعر جو ڪلام ٻڌو هو جنهنجي هڪ شعر جو مفهوم اڃ به ياد اٿم. اهو هي آهي: 'سياڻو ته پريل شهرن کي تباهه پيو ڪري پر پورهيو وچارو ويراني کي به آباد ڪري ٿو.' شاعر به پورهيو جي حمايت ڪئي آهي. ڇڪ سمجهه وارن لاءِ ٻڌڻ آهي. جيڪو سمجهه وارو ٿري سگهي ٿو تنهن کي مُستثنيٰ قرار ڏئي سگهجي ٿو.

هاڻي اُميد ته اوهين سمجهي ويا هوندا. مطلب هي ٿيو ته جيڪي ڪم سياڻا ڪن ٿا، اهي ڪم جيڪو به اُٺو ڪري سو ٻوڪ آهي. ٻين لفظن ۾ اوهين ان کي ٻلي چرٻٽ ۽ اڌ مغزي چئو.

جيئن ڪهاڻي نويس لکي ٿو، گهڻا ماڻهو قصي کي به ائين سمجهندا آهن. ڳالهه جي تهه تائين پهچڻ هر ڪنهن جي وس کان ٻاهر آهي. آءٌ ائين ڪونه ٿو چوان ته اُهي سڀ پڙهندڙ به ٻوڪ آهن! منهنجي خيال موجب جديد ڪهاڻين ۾ جيڪي روحاني راز رکيل آهن سي پراڻن ٻيتن ۾ رکيل تمثيلن کان هرگز گهٽ ڪونه آهن. رڳو سمجهه سمجهه جو ڦير آهي ۽ ڪجهه وقت جو به ڦير آهي. اوهين ڏسندا ته جيڪو ڪردار اسانجي اکيان پنهنجي عمل ۽ گفتگو جي بنياد تي واضح ٿـي پيو آهـي تنهنجي نفسيات تـه اسان سمجهي ورتي، پر آخر اسانکي به تـ ڪجهه ڪرڻو آهي؟ اسانـکي به ته فيصلو ڪرڻو آهي ته پنج ايڪڙ هٿ ڪري ڪيڙيون يا سياڻو سڏائڻ خاطر آن جي ابتڙ عمل ڪريون.

ڇا اوهانـکي ٻوڪ جي ڪردار ۾ جليل جي شخصيت نظر اچي ٿي؟ آءٌ ائين ڪونه ٿو سوچيان پر ڪي ماڻهو هر ڪهاڻيءَ ۾ ڪهاڻيڪار کي ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ ڏسي وٺندا آهن. ڪهاڻيڪار جيڪي رايا ڏئي ٿو تن ۾ بيشڪ سندس سوچ موجود آهي، پر هروڀرو ڪنهن کي هن مهانڪانيءَ جي زماني ۾، ڪنڌڻ ۾ نه گهلڻ کپي. سياڻپ ڏيکارڻ لاءِ طريقا پيا به گهڻا موجود آهن.

سدا نوري ۽ ڪدا نوري جي ڳالهه ۾ بـ اوهانـکي سياڻن ۾ ٻوڪ ۽ ٻوڪن ۾ سياڻو نظر ايندو. آهو ٻوڪ ۽ هي ٻوڪ ٻئي هڪ شي آهن. هُو به سياڻن ۾ ٻوڪ هو ۽ هي به سياڻن ۾ ٻوڪ آهي. پوءِ ڪٿي باريڪ بينيءَ سان جاچ ڪري اوهين سياڻي کي ٻوڪ ۽ ٻوڪ کي سياڻو قرار ڏيڻي ڇڏيو.

تڏهن چئبو ته وقت جو ڦير به ڪا شي نه آهي، ٻوڪ به زمان ۽ مڪان جي قيد کان آجا آهن. ڪي سياڻا به ٻوڪ نظر ايندا آهن ۽ ڪي ٻوڪ به سياڻا، اک اک جو ڦير آهي، نه ته سرمو ته سڀڪو ٿو پائي.

---

* "امانوٽ هر غير شادي شده عورت کي ڪنواري سڏائڻ جو حق آهي." وراڻيم، "جيڪڏهن اهو حق ڪانئن ڦري وٺجي ته پوءِ جيڪر گهڻن ئي خاندانن جا ڏينڪا ڏيري تي وڃن."
— امر جليل، ڪهاڻي 'هڪ دل جي اڪيلائي'."

ماهتاب محبوب

# جليل بابت

چهري تي وڏين وڏين مُڇن ڪيس رعبدار ضرور بڻائي ڇڏيو آهي، پر سندس چهري جي معصوميت کي لڪائڻ ۾ هرگز ڪامياب نه ٿيون آهن. سندس معصوم ۽ سنجيده صورت کي ڏسي اڪثر ماڻهو دوکو کائي ويندا آهن.

بظاهر خاموش ۽ ماٺ رهڻ وارو جليل، جڏهن پنهنجي مخصوص لهجي ۾ ڳالهائيندو آهي ته سندس معصوم چهرو ڪنهن شرير ٻار وانگر چمڪي ويندو آهي. يا ائين ڪٿي چئجي ته والٽ ڊزني جي ڪيريڪٽر Bugs bunny وانگر هڪ ئي وقت ۾ شرارتي ۽ معصوم لڳندو آهي.

'بربادي' ۽ 'تباهي' سندس Petwords آهن. انهنجو استعمال جيتوڻيڪ موقعي ۽ محل جي لحاظ کان صحيح طرح ڪندو آهي، پر ان هوندي به هڪ ٻيڻ جي حيثيت سان سندس واتان اهي لفظ ٻڌي ڏکي ويندي آهيان. وهم وڪوڙي ويندا اٿم، ۽ انهن منحوس لفظن جي عادت کان کيس منع ڪرڻ چاهيندي به نه ڪري سگهندي آهيان ڇو ته هو ان وقت اهڙو ته موڊ ۾ هوندو آهي جو جهاڻ يا ٽوڪڻ مناسب نه لڳندو اٿم.

مثال طور، ڪا سٺي ڊش ڏسندو ته انهيءَ جي پسنديدگيءَ جو اظهار به هن ريت ڪندو.

'بربادي! اصل تباهي.'

سٺن ڪاڌن کائڻ جو بي حد گهڻو شوقين آهي. خاص طرح چٽپٽيون شيون سندس ڪمزوري آهن. جهڙوڪ فلائينگ ساسر، ڪول ڪپا، ڇولا ڊبل، ۽ خاص ڪري بي- ايچ ڪينٽين جا ڪباب.

ادي تسنيم، بقول جليل جي (Woman) جيڪا وچاري منجهند جو ٽين بجي تائين سندس انتظار ۾ بک ۾ ٻاهه ٿي ٿيندي آهي، تنهن کي جليل پاڻ جا اهي لفظ ته 'بک ڪونه لڳي اٿم، پوءِ کائيندس'، اصل ڪاوڙائي وجهندا آهن. شڪ ۽ شبها الڳ وڪوڙي ويندا اٿس. آخر گهڻن دليلن ۽ سمجهاڻين کانپوءِ هو اديءَ کي يقين ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي ته هو واقعي بي- ايچ ڪينٽين جا ڪباب

دوستن سان گڏ ڪابو ٿيو اچي.

ليت جو اهڙو صاف چٽ شيشو، شيشي کي به ليڪو پئجي ويندو آهي. هن ۾ اهو به ڪونهي ۽ انهيءَ ڪري ني دوست دشمن جي ڪيس خبر لڳي ٿي پوي، ۽ انساني ڪل، ۾ لڪل بگهڙن کي به پنهنجو سڄڻ سمجهندو آهي.

منهنجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ سندس اهو انڪشاف ته هو منهنجون ڪهاڻيون 'ٿئين زندگي' ۾ ڏسي خار کائيندو هو. منهنجي لاءِ بلڪل نئون هو، جنهن مونکي حيران ڪري ڇڏيو. ۽ ان سان گڏ سندس قدرت و منزلت منهنجي نظر ۾ تمام گهٽي وڃي وئي آهي. ڪوبه شخص کليءَ طرح سان پنهنجي ساڙ کائڻ جو اعتراف نه ڪندو آهي، ۽ جليل جي اها جرئت ڪيس هڪ اعليٰ مقام تي آڻي بيهاري ٿي. عظيم شخصيتون ئي کليءَ دل سان اهڙا اعتراف ڪري سگهن ٿيون. باقي ٻيا ته سڙي پڄي ڪباب ٿي وڃن يا گسي پيسي اڌ ٿي وڃن، ۾ مجال آهي جو ڪٿي اعتراف ڪن. حالانڪ سندن هر حرڪت مان خودبخود اهي حالتون ظاهر پيون ٿينديون آهن. مون ڪيس اهي خط ڏيکارڻ لاءِ ڇڏيو آهي، جيڪي هن نجم شيرين ٻنهي منهنجي خلاف لکيا هئا. مان اڃان انتظار ئي ڪريان، ڏسان ته هو ڪاٿي ڏي ٿو يا نه، نه ته لاچار وجهه ملندي ئي آهي مونکي چوراٽي ڀڃڻا پوندا.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته جليل جون موجوده تخليقون پنهنجي فني بلندين تي پهچي آسمان ادب تي پنهنجو خاص مقام پيدا ڪري چڪيون آهن، پر آءٌ اڃان به سندس شروعاتي دور جون ڪهاڻيون جهڙوڪ 'بارنس اسٽريٽ جو غنڊو'، 'هن چار ۾'، 'سياڻن ۾ پوک'، 'ڌرتي جي ڌوڙ' وغيره جيڪي مونکي بي حد پسند آهن. هن دور جي ڪهاڻين ۾ به گهوليندي آهيان. پنهنجي ٻنهي ڪهاڻين جي مجموعي ۾ جليل پنهنجي هڪ ننڍي ڪهاڻي کي جڳهه نه ڏني، الائي ڇو. سندس اهو افسانو 'اڄ ته پيار پڇايون'، سندس ٻين افسانن جي مقابلي ۾ جيتوڻيڪ اهڙو زورآور ناهي، پر الائي ڇوان افساني جي End مونکي اڄ به ياد آهي. نهايت ئي ڀرپور طرح جي منظر ڪشي هئي آخري جملن ۾. ۽ عنوان جي مناسبت سان سچي ڪهاڻي جو حسن ئي انهن آخري جملن ۾ هو. جنهن دور مان اسين هيٺئر لنگهي رهيا آهيون جيڪڏهن ان مان اڻ واقف آهيون ته اسانکي جليل جون ڪهاڻيون ۽ ڪالم پڙهڻ گهرجن. پر جيڪڏهن 'ڪير' انهنکي برداشت نٿو ڪري سگهي،

۽ ان جو مطلب اھو آھي ته اھو دور ئي ناقابل برداشت آھي. ڇو ته جليل جي تحريرن ۾ جيڪا برائي آھي، جيڪو اعتراض آھي، ڏوھ يا گناھ آھي، سو سندس نه، پر انھيءَ عھد، انھيءَ دور جو ڏوھ آھي. موجوده نظام جو نقص آھي. جليل منڪاما ۽ ھٺيل پسند ناھي. ھو سوسائٽي يا سماج کي جنھن حال ۾ ڏسي ٿو، تنھن ئي حال ۾ اسانجي اڳيان پيش ڪري ٿو. ھن زندگي جي سنگين ۽ تلخ حقيقتن کي بي نقاب بنائي ڇڏيو آھي. ھو جيڪو ڪجھ پنھنجين اکين سان ڏسي ٿو، انھيءَ کي پنھنجي فن جو موضوع بنائي ٿو. ھو شروع کان ھيل تائين زندگي جي تلخ حقيقتن جو ترجمان ۽ عڪاس رھيو آھي. ۽ انھيءَ کان انڪار ناھي ته سندس حقيقت نگاري صحيح شعور جو نتيجو آھي.

جليل زندگي ۽ انجي مختلف شعبن جي ويجھو رھيو آھي، انھيءَ ۾ گھڻي دلچسپي پڻ ورتي آھيس. انھيءَ جي ھر ڳالھ کي شدت سان محسوس پڻ ڪيو اٿس ۽ ھر طرح سان سمجھڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، اھڙيءَ طرح زندگيءَ جون سڀ حقيقتون ھن تي بينقاب ٿي ويون آھن ۽ انھيءَ ڪري ئي حقيقت پسند، جليل کي عوامي اديب ڪري مڃين ٿا.

آخر ۾ منھنجي دعا آھي ته خدا ھنجي وڏي ڄمار ڪري، جيئن ھو سنڌي ادب جي خدمت ڪندو رھي.

---

# نوڪريءَ لاءِ شرط

بوءِ ميمبرن پاڻ ۾ صلاح ڪئي. (اميدوارن کي نڌڙي تي جواب پئي ڏنائون.) جڏھن ڇھن ۾ پڻ پڻ ڪري رھيا ھئا، تڏھن ھنن مان جيڪو ٿلھو ھو، تنھن چيو، ”ھن نوڪريءَ ۾ توکي سچو ڪم اڙدوءَ ۾ ڪرڻو پوندو. جيئن ته توکي اڙدو چڱي طرح نٿي اچي، تنھنڪري اسين توکي نوڪريءَ ۾ نه ڪٺنداسين.“

منھنجا ڇھ ڇڄي پيا. دل آھ ڪئي. چيم ”توکي آنيا. ورائيم، ”سائين، منھنجي پيءُ کي انگريز سائي باپ انڪري نوڪريءَ ۾ نه ڪنيو ھو، جو منھنجو پيءُ انگريزي نه ڄاڻندو ھو. توھين مونکي نوڪريءَ ۾ انلاءِ نٿا کڻو، جو مان اڙدو نٿو ڄاڻان. ڪٿي ائين ته ناھي، انگريز سوٽ لاھي، شيرواڻي پائي موٽي آيا آھن!“

— امر جليل، ڪھاڻي ’عشق ۽ انٽرويو‘

ممتاز مهر

# امر جليل جو فن ۽ شخصيت

"ٻڌو اٿم ته سنڌيءَ ۾ اڄڪلهه امر جليل سٺو ٿو لکي." اهو جملو هڪ غير سنڌي دوست جو هو. ۽ جڏهن به، ۽ جنهن به هنڌ سنڌي ادب، ۽ خاص طرح سان سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڳالهه نڪرندي آهي ته پوءِ امر جليل جو ذڪر به ضرور نڪرندو آهي، شايد سنڌي ڪهاڻي ۽ امر جليل لازم ملزوم آهن. سنڌي ڪهاڻيءَ کي امر جليل ڪهڙي مقام تي پهچايو آهي، تنهن بابت عام سنڌي پڙهندڙن پنهنجي راءِ ڏيئي ڇڏي آهي ۽ وڌيڪ فيصلو آئينده جا نقاد ڪندا. امر جليل سنڌيءَ جو نه فقط منفرد ۽ عالي پائي جو ڪهاڻيڪار آهي، پر تنهن سان گڏ هڪ سٺو ڊراما نويس پڻ آهي. پر مان امر جليل جي تخليقي صلاحيت کان وڌيڪ، سندس پياري شخصيت کان متاثر ٿيو آهيان. هن گهڻيون ئي ڪهاڻيون لکيون آهن، جن مان اڪثر سنڌي ادب جون قابل ذڪر ۽ تمام سٺيون ڪهاڻيون آهن. امر جليل سنڌي ڪهاڻي کي ترقي ڏياري ان ۾ جدت پيدا ڪئي آهي، هو ڪهاڻيءَ جي هڪ نئين طرز ۽ هئيت جو موجد آهي. امر جليل جي منفرد لکڻي جو اثر سنڌيءَ جي آئينده جي ڪهاڻيڪارن تي به پوندو. 'اروڙ جو سمت' 'جلا وطن'، 'منهنجو پٽ مهدي'، 'چتي ڪتي جو موت'، خاص طرح سان هن جون قابل ذڪر ۽ مثالي ڪهاڻيون آهن.

اها هڪ فطري ڳالهه آهي ته هڪ سٺي اديب کان متاثر ٿي ڪري ڪنهن ذاتي طرح ڄاڻڻ جي چاهنا ٿيندي آهي. مون هن جون ڪهاڻيون دلچسپيءَ سان پڙهڻ تڏهن کان شروع ڪيون، جڏهن ڏهه ٻارنهن سال اڳ بمبئيءَ جي هڪ سنڌي رسالي ۾ سندس هڪ ڪهاڻي، جيڪا هوليءَ جي موضوع تي هئي پڙهي هيم. ان ڪهاڻيءَ جو پس منظر ورهاڱي کان پوءِ جو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ٻار پنهنجي ٻاءَ کان هوليءَ جي باري ۾ ڪجهه معلوم ڪرڻ ٿو چاهي ۽ ٻائس

ڪي ورهاڱي کان اڳ جي سنڌ جي معاشرتي زندگي ياد ٿي اچي، جيڪا هاڻي ختم ٿي چڪي آهي. هولي ملهائڻ وارا سرحد پار هليا ويا آهن ۽ معاشرتي زندگيءَ جي ياد فقط باقي آهي.

١٩٦٤ع جي اپريل مهيني ۾، اسان سنڌي شاگردن ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون دفعو سنڌي شام ملهائي، اها تقريب اسد کان گهڻي ڪامياب وئي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان گهڻائي سنڌي اديب ۽ شاعر آيل هئا، جيڪو هال ماڻهن سان ڀريل هو. هال ۾ ويٺل هڪ شخص ڏانهن اشارو ڪندي هڪ ساٿيءَ چيو، "هو امر جليل آهي." ان وقت ساڻس ملڻ جو موقعو نه مليو. پر مهمان اديبن ۽ شاعرن سان جيڪو گروپ فوٽو نڪتو، تنهن ۾ امر جليل به شامل هو. پوءِ ١٩٦٥ع ڌاري سنڌي ادبي سنگت جون باقاعده ڪچهريون نورالدين سرڪي جي آفيس واقع اورنگزيب مارڪيٽ بندر روڊ ڪراچي ۾ ٿيڻ لڳيون، اتي امر جليل سان پر تعارف ٿيو. سندس قرب، انڪساري سادگي ۽ خوش مزاجيءَ کان ان گهڻو متاثر ٿيس. سال ١٩٧١ع جي نهايت خراب سياسي حالتن ۾ جڏهن مون ڪراچيءَ جو رخ ڪيو، تڏهن انوقت جي بيروزگاري دوران امر جليل سنهنجي همت بڌائيندو رهيو ۽ هاڻي جڏهن سوچيان ٿو ته ان زماني ۾ آهي ڪهڙا چند دوست ۽ ساٿي هئا، جن مون سان سچي همدردي رکندي سنهنجي مدد ڪرڻ ٿي چاهي ته انهن ۾ امر جليل سر فهرست آهي. ريڊيو ۽ ٽي- وي لاءِ ڊرامن لکڻ جي صلاح به مونکي امر جليل ڏني هئي، جيئن ادبي تخليق سان گڏ آمدنيءَ جو ڪجهه ذريعو به پيدا ٿي (جيتوڻيڪ ان ڏس ۾ مون اڃان تائين سستيءَ کان ڪم ورتو آهي.)

امر جليل جي ڪاميابي ۽ مشهوري جو هڪ سبب اهو آهي ته هو لڳاتار لکندو رهي ٿو، باوجود ان ڳالهه جي ته هو نهايت مصروف ماڻهو آهي، ريڊيو جي ملازمت کانسواءِ هڪ روزاني اخبار جو ڪالم نويس پڻ آهي، (هاڻ آهي نه، پاڪ هو) تنهن کانسواءِ ڪيس فلمن لاءِ ڊائيلاگ لکڻ ۽ ريڊيو ۽ ٽي- وي لاءِ ڊرامن لکڻ لاءِ به گهڻو وقت سيڙائڻو پوندو هوندو، پر انهي باوجود سندس ڪهاڻين

جي تعداد ۾ مسلسل اضافو ٿيندو رهي ٿو، جنهن مان ظاهر ٿيو ته هو هڪ محنتي ماڻهو آهي ۽ بي انداز تخليقي قوت رکي ٿو.

هن وقت هو سنڌ جو مشهور ۽ معروف ڪهاڻيڪار آهي ۽ سندس ڪهاڻيون ٻين ٻولين ۾ پڻ ترجمو ٿي چڪيون آهن. پر ان شهرت ۽ ڪاميابيءَ جي باوجود هن وڏائيءَ جو عنصر پيدا نه ٿيو آهي، اڳ جي هڪ هٺي پسند ليکڪن ۾ اهو مرض ضرور هوندو هو ۽ خاص طرح سان نون ليکڪن کي ته خاطر ۾ به نه آڻيندا هئا، جيتوڻيڪ ڪنهن اديب يا شاعر جي ڪاميابيءَ جو دارو مدار ان ڳالهه تي نه آهي ته هو گهڻي عرصي کان لکندو رهي ٿو يا هنجي پيش ڪيل مواد جو مقدار گهڻو آهي، پر اصل ڳالهه معيار جي آهي. ڪڏهن ته ڪهاڻيڪار جي هڪ سٺي ڪهاڻي کيس شهرت جي عاليٰ مقام تي پهچائي ٿي ۽ ڪڏهن سوين ڪهاڻيون لکندي به اهو درجو نه ٿو ملي. هن وقت گهڻن هڪ هٺي پسند ليکڪن کان لکڻ ڇڏائجي ويو آهي، اتفاق سان جيڪڏهن کين تبصري ڪرڻ جو ڪو موقعو ملندو آهي ته ٻوءِ چاڻي واڻي حال جي انيڪ لکندڙن جو ذڪر نه ڪندا آهن.... اها ته ادبي بدديانتي ٿي!

هن وقت سنڌ اندر قومي وجود جو احساس ۽ جاڳرتا پنهنجي عروج تي آهي، ان احساس ۽ جاڳرتا جي جهلڪ اسانجي سنڌي ادب ۾ نمايان آهي، امر جليل ان احساس ۽ جاڳرتا کي ڪهاڻين ۾ تمام فنائتي نموني ۾ پيش ڪيو آهن، هنجي ڪهاڻين ۾ اجائي نعري بازي ۽ سطحي جذباتيت محسوس نه ٿيندي، سندس فن جا مداح به ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهن.

قومي وجود جي احساس ۽ جاڳرتا جو ذڪر ڪندي هڪ اهم مسئلي ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ ضروري آهي.... اڄڪلهه قومي ادب جي نالي ۾ تمام گهٽيون غير معياري تصنيفون ادب جي مارڪيٽ ۾ اچي ويون آهن، جيڪي صحيح طرح سان نه سنڌي ادب جي مفاد وٽان آهن ۽ نه انساني قدرن ۽ زندگيءَ جي ترجماني ڪن ٿيون. زندگي گوناگون آهي، ان جا رخ انيڪ آهن ۽ امر جليل زندگيءَ کي جهڙي پروڙيو آهي، تيئن ان جي عڪاسي ڪئي آهي ۽ نهايت

ايمانداري ۽ جرئت سان عڪاسي ڪئي آهي. سنڌ جي ترقي پسند قومي ادب کي سلاماال ڪرڻ ۾ امر جليل جو وڏو حصو آهي. نئين سنڌ جي اڏاوت ۽ سجاڳي آڻڻ ۾ امر جليل جون خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن. هو انقلابي ذهن ۽ فڪر رکي ٿو. سندس لکڻين ۾ اثر آهي، اپيل آهي، غم آهي، غصو آهي، ڏاهپ آهي، احتجاج آهي، طنز آهي، مطلب ته زندگيءَ جي ڀرپور عڪاسي آهي.

---

# ڌرتي ۽ آسمان

شاهو لوهه جي پٽ وانگر ساهون وچي بيٺس. چيائين، ”مان هن گناهه کي جنم وٺڻ نه ڏيندس.“

”هي گناهه ناهي، تنهنجو پيار آهي.“

”ڪميڻي، ڪمذات. تون ٽڪي جي پيليائي آهين.“ شاهوءَ ڪيس چوٽيءَ کان وٺي سٽ ڏيندي چيو، ”۽ خبر اٿئي، مان سيد آهيان، سيد.“

شاهوءَ جي اکين ۾ رت لهي آيو. پٽ ڪري باليءَ جي ڀربل پيٽ ۾ گوڏو هنيائين. باليءَ جي وات مان فقط هڪ ملڪڙي آهه نڪتي. ڪِرڻ تي هئي، جو شاهوءَ ڪيس در وٽان ڌڪو ڏنئي، در بند ڪري ڇڏيو. چپ چپاڙيندي چيائين، ”اسانجي استين ۾ ٽي اک نه ٿي پڌي، ۽ هي پليائي آئي آ سيد سان پرڻجڻ!“

— امر جليل، ڪهاڻي ’ڌرتيءَ جي ڌوڙ- آسمان جا تارا‘

غلام قادر اين سومرو

# امر جليل

## عظيم ڪهاڻيڪار

ارشاد ٿيو ته امر جليل تي ڪجهه لکان. امر جليل جي فن تي پنهنجي تنقيدي راءِ پيش ڪرڻ کان اڳ اهو عرض ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان ته آءٌ امر جليل کي بلڪل نه سڃاڻان ۽ نه مون ڪيس ڪڏهن روبرو ڏٺو ئي آهي. البت مون ڪيس سندس لکڻين ۾ ڏٺو آهي. هونءَ به ڪنهن فنڪار کي ڏسڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪيس سندس فن جي آئيني ۾ ڏٺو وڃي. فن ڪهڙو به هجي— مصوري هجي يا موسيقي هجي ۽ اداڪاري هجي يا صداڪاري هجي، ڪهاڻي هجي يا ناول هجي، مطلب ته فنڪار کي سندس فن ۾ ئي جاچڻ ۽ پرکڻ کپرجي.

هن مضمون ۾ آءٌ سنڌ جي عظيم ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار 'امر جليل' جي 'لکڻ جي فن' تي پنهنجي لکيلَ راءِ عرض رکان ٿو.

'امر' مجموعي طرح هڪ سٺو لکڻيداس (Writer) آهي. هو—

(۱) وقت جي رفتار سان لکي ٿو. وقت جي بدلجندڙ حالات تي سندس نظر رهي ٿي.

(۲) تکڙو لکي سگهي ٿو.

(۳) معقول (Sensible) لکي ٿو.

(۴) هر موضوع تي لکي سگهي ٿو. وٽس موضوعن جي کمي نه آهي.

(۵) هو مؤثر انداز ۾ لکي ٿو. سندس انداز تحرير (Style) انتهائي دلڪش آهي، جو پڙهندڙن کي هڪدم پنهنجو قائل بڻايو وجهي ۽ پنهنجو نقطهءِ نظر مڃايو ڇڏي. سندس نوڪ قلم نوڪ خنجر جو ڪم ڏئي ٿي.

(۶) واقعات نگاري جو ماهر آهي. حالات جو نظارو ڇٽڻ سندس فن جو ڪمال آهي. هو ڪٿي شرير (Tricky) ۽ ڏاڍو انوکو (Tricksy) آهي، 'سرد لاش جو سفر' ۾ هن وضاحتي طور لکيو آهي جو انتهائي [illegible] ۽ [illegible] سان پڙهندڙن کي ذهني طرح تيار ڪيو آهي، قارئين ڪرام

کي (Trance) ۾ وجهڻ لاءِ انڪلون حرفتون (Tricks) سوال ڪيو انس. 'چنبي ڪتي جو موت' ۾ انوکي شرارت رکيل آهي.

(۷) هو تخليق ڪار (Creative) آهي. سندس تخليق جو جواب ئي نه آهي. سندس تخليق ۾ انفراديت آهي. مثال طور روزانه هلال ڪراچيءَ ۾ 'تنهنجون منهنجون ڳالهيون' ۾ چنبو عرف ٻهنو، ڪٻو، ڏيڏو، ڇيڙو، ڪڳو، ڳينڊو، نواب ڳانگٽ، ڪامريڊ بي‌ايماني، شيخ شرڙو، مارشل ڳجهڙو سندس تخليق (Creation) آهي.

(۸) هو اونهو (Deep) لکي ٿو، جنهن ۾ فڪر جي گهرائي موجود آهي. سندس لکڻين ۾ مقصديت جو اعجاز نظر ايندو.

(۹) هو اعليٰ قسم جو مزاح نگار آهي. هو اعليٰ ظراف (Humour) پيدا ڪري سگهي ٿو.

(۱۰) هو دلير ۽ بي باڪ لکندڙ آهي.

(۱۱) هو ڪنهن خاص نظريي تي لکي ٿو. سندس لکڻين ۾ پيغام (Massage) سمايل آهي. سندس نظريو آهي 'جيئي سنڌ'. سندس تحريرن جو مرڪز 'سنڌ' آهي، جنهن سان هميشه ڏاڍيون ۽ ڏکيائون، ارڏايون ۽ اوکايون ٿينديون آيون آهن ۽ جنهنکي 'قوم' جي حيثيت سان اسرڻ جو موقعو نه ڏنو ويو آهي. صدين کان سنڌين جي حقن (Rights) تي ڏاڙا لڳندا رهيا آهن.

نام نهاد مذهب جي ٺيڪيدارن سنڌ کي هميشه نشانو بنايو آهي، جتي سنڌي قوم کي غريب ۽ هيڻو بنائي رکڻ لاءِ مذهب کي غلط طرح استعمال (Exploit) ڪيو پئي ويو آهي. سنڌين جو استحصال صدين کان ٿيندو اچي. ون يونٽ جي ڪاري دور ۾ سنڌين سان جي شرمناڪ حد تائين ظلم ٿيا آهن، انهن لاءِ ته داستان درڪار آهن.

اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ سنڌين جو استحصال ڪيو ويو. اهڙا هاڃا ٿيندا رهن ته پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو فنڪار جي دل نه رُني. فنڪار حساس (Sensative) ٿيندو آهي. ظلم ۽ ڏاڍ تي سندس دل تڙپي پوندي آهي. سنڌي قوم تي ٿيندڙ ظلمن تي رت جا ڳوڙها ڳاڙيندا دليون اڄ به موجود آهن.

امر جليل (پوري ناالي جي سونکي به خبر نه آهي) انهن فنڪارن مان آهي، جنهنجي دل جو نقشو سنڌ جو نقشو بنجي چڪو آهي. هو سنڌ وارن سان سندن ڌرتيءَ تي ٿيندڙ ظلمن کي ٻڌي يا ڏسي نٿو سگهي، هو دانهون ڪري ٿو، پڪاري ٿو ته من سندس دانهون

سنڌين جي ڀوڳن کنن تائين پهچن. پرسار ڪندڙ سنڌين کي ڪتن وانگر ڇڪيو ۽ ڌاڻن وانگر سندن رت چوسيو آهي

امر جي جرئت اها به آهي ته هو انتهائي دليريءَ سان سنڌ جي مسئلن کي کڻي ٿو ۽ سنڌين سان ٿيندڙ ظلمن جو هوبهو نقشو پنهنجي لکڻين ۾ چٽي، سنڌين کي درسني ڏيکاري رهيو آهي ته من کو ڪين احساس ٿئي. ماضي ۾ پاڪستان جي تاريخ ۾ جڏهن سنڌين ظلم خلاف آواز اٿاريو ته 'اسلام خطري ۾'، 'پاڪستان خطري ۾' ۽ 'نظريه پاڪستان خطري ۾' جو آواز بلند ٿي ويو. ون يونٽ جي ڳاٽ کي ڀڃيءَ سان ڪيڏي ڦيٽي ڪرڻ لاءِ سنڌ ڀين صوبن سان گڏجي جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ نوجوان طبقو پيش پيش رهيو. سنڌي نوجوانن جو رت نهڪڻ لڳو. هنن ون يونٽ جو واريءَ وارو ڪوٽ ٽڪرا ٽڪرا لانگيل قوسيل وانگر ٽوڙي ڇڏيو. حقن کي سمجهڻ، وٺڻ ۽ برقرار رکڻ جو جذبو هنن ۾ پڪوڪئي اٿيو. هنن سنڌڙيءَ کي سرسبز ۽ شاداب بنائڻ جو پڪو عزم ڪيو. سنڌين ۾ سياسي شعور ۽ بيداري اچي وئي آهي. صدين جي اگهور ننڊ مان سنڌ جاڳ ٿي چڪي آهي. انهيءَ مهم جا علمبردار ڪبترائي سنڌي سڄڻ آهن (جنهن ۾ ٤ مارچ جا جوڌا جوان جنهن لاءِ بعد ۾ لکي سگهجي ٿو.) جن ۾ هڪ ٽولو اهڙو به آهي جو مسلسل لکندو رهي ٿو ۽ امر جليل انهن مان هڪ آهي.

سون امر جليل جون لکيل ڪيترين ڪهاڻيون پڙهيون آهن. هڪ عظيم اديب ۽ هڪ ناميارو ڪهاڻيڪار مان حد ڪمال سنجيدگي جي اميد رکي سگهجي ٿي ۽ جڏهن امر جليل جو نالو اچي ٿو ته پوءِ ڪانئس سواءِ بُردباري ۽ سنجيدگي جي ڪنهن به هلڪڙائي جي اميد رکي نٿي سگهجي. هلڪڙائي اديب جو شان نه آهي. اهڙي هلڪڙائي جنهن ۾ خدا، رسول، مذهب، ڪلام پاڪ کي به نه بخشيو وڃي ۽ مٿن چٿرون ڪيون وڃن.

اخلاقيات کان هٽي مذهب (دين اسلام) تي حقارت آميز حملا ڪرڻ 'امر' کي نٿو سونهين. ائين ڪرڻ سان سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب جي ڪابه خدمت ٿي نٿي سگهي. البت هڪ عظيم ڪهاڻيڪار جي شخصيت متاثر ٿي رهي آهي. دين لاءِ ڏڪار ۾ ڪوبه (Cause) سرجي نٿو سگهي، باقي اديب جي شخصيت متنازع ٿي سگهي ٿي. اها هڪ انتها پسندي ٿيندي جو پنهنجي اصلي مقصد کان هٽي امر جليل مذهب بابت اهڙين حرڪتون ڪرڻ لڳي.

حقيقت بهرحال حقيقت آهي. حقيقت ٿيندي به ڏاڍي ڪڙي (Bitter) آهي. حقيقت جو هوڪو به حق پرست ڏئي سگهي ٿو. امر جليل ۾ اها خوبي بدرجه اتم موجود آهي، پر سندس مذهب سان هٺ ڇراند محض سندس شخصيت کي بري طرح متاثر ڪري سندس وقار کي ڇيهو پهچائي رهي آهي. اسلام خلاف (Offensive) لکڻ اديب جي گهٽتائي آهي.

'سرد لاش جو سفر' حقيقت تي مبني هڪ ڪهاڻي آهي. انداز بيان انتهائي مؤثر آهي، پر انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾ 'قرآن شريف' کي طنز جو نشانو بنائي امر جليل بيحد هلڪائيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي، جڏهن ته سندس ناليءَ ۾ 'جليل' جو لفظ استعمال ٿيل آهي. ڪنهن نظريي تي لکڻ جو مطلب اهو ته نه آهي ته ڪو اخلاقي مسئلو ڪڙو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪون وجهجن. ماضيءَ ۾ سنڌي ادب ۽ ٻولي تنگ نظريي جو شڪار بنجي چڪي آهي ۽ منجهس زياده برداشت جي طاقت نه آهي، انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته سنڌي اديب ۽ دانشور باهمي احترام جي بنياد تي هڪ ٻئي جي جذبات جو احساس ڪن ۽ سندن مرڪز هڪ ئي هجي: سنڌ ڌرتيءَ جي خوشحالي سنڌي ادب، ٻولي ۽ تهذيب جي ترقي.

امر جليل جي ڪهاڻي 'چرپٽ ۽ هڪ نرس' مونکي ڏاڍي وڻي. ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن ڪي وچ ۾ آڻڻ جو انداز ڏاڍو پيارو لڳي ٿو. سوزيءَ ڪان ڪن ۾ دوا وجهرائڻ ۽ ڪنن ۾ هوائي جهازن جو هلڻ، دل ليپائيندڙ ۽ معصوماڻي انداز ۾ پيش ڪيل آهي.

چرپٽ جو ڪردار— 'دل چاهيو ته سڄي رات ٽارزن وانگر ڪوڪاٽ ڪندو وتان، پر خيال آيو ته اجايو ڪتا ۽ پوليس وارا ناراض ٿيندا،' هنن جملن ۾ پوليس تي انوکي طنز ڪيل آهي.

خونيءَ ۾ ڳالهائڻ جو انداز— "اڄان ته انت مان ننڍڙو آهيان." دلڪش آهي.

اسڪولي ڇوڪرين لاءِ چوي ٿو— "اهي ننڍڙيون، بندريون، مترن جيتريون ڇوڪريون مونکي ٻهه ڪونه وڻن، ڇهون... اجايو ورڇڙهي وڃانس ها ته ماستر صاحب وانگر ماري ماري لاهه، ڪڍي ڇڏي ها..."

'هلاڪ ڊرائيور خارن ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. ان وقت مونکي آلوبخارا ياد اچي ويا... پلا هي ڪراچي به ڪو شهر آهي! رستن تي هر وقت موٽر، لاريون، ٽرامون، رڪشا ڊوڙندا رهندا آهن— ڪڏهن بسون

پاڻ ۾ وڙهي پونديون آهن... امان رُئي ٿي، عذرا رُئي ٿي، هيروئن رُئي ٿي، توکي ٻه رنڍ گهرجي، چرپٽ!... هر هڪ آڪاڻي ۾ سماج ڪالو ڪا ڪرٻڙ ڪئي هئي. مونکي سماج تي ڏاڍا خار آيا. وڏو ڪو بدمعاش آهي سماج... محبوب... محبوب! ڪهڙو محبوب؟ فلم ڊائريڪٽر محبوب... مان پريتم نه آهيان. پريتمداس اسانجي ڪلاس جو مانيٽر آهي- اسانجي ماستر جو چمچو آهي...،

امر جليل صاحب جو خيال آهي ته ڪردارن کان سندن ذهني ورچ مطابق ئي ڪائنس ڪجهه چوايو وڃي — ”ڪنهن به ٻوليءَ جي اها سخت بدنصيبي آهي جو سندس ادب کي مذهب ۽ ذات پات تي ساهميءَ ۾ توريو وڃي ۽ پرکيو وڃي... اها پرک ادبي ايمانداريءَ جي تقاضا آهي— موهن ڪلپنا جو پيو نالو سنڌي ڪهاڻي آهي (١). هي سچ آهي ته ڪنهن به فنڪار، ڪهاڻيڪار يا داستان نويسيءَ کي پرکڻ لاءِ اهو ڏسڻو ناهي ته هو يا هوءَ هندو آهي ياعيسائي آهي يامسلمان آهي. ڪنهن به ادبي شهپاري کي پرکڻ لاءِ اهو ڏسڻو نه آهي ته مصنف ڪير آهي، ڪهڙي مذهب يا دين ڌرم سان واسطو رکي ٿو، ڏاڙهيارو آهي يا ٻُچي آهي، ڪارو آهي يا پورو، مهانڊن سوچارو آهي يا بدشڪلو، پرائو آهي يا پنهنجو.،

امر جليل جي هيءَ شڪايت صحيح آهي. هن پنهنجي لکڻين ۾ انهيءَ جو ڪافي ثبوت به ڏنو آهي، ته پوءِ ڪيس ايترو چو اوبو وبو آهي؟ حقيقت هيءَ آهي ته امر جليل انتهائي بيباڪ نمولي هرڳالهه چئي ٿو ڏئي، ڪنهن به لکڻيءَ جو لکندڙ هڪ ئي هوندو آهي. پر پڙهندڙ اليڪ هوندا آهن ۽ هرهڪ پڙهندڙ جي پسند هڪ جهڙي ٿي نٿي سگهي. پسند ۽ ناپسند هونديون ئي آهن.

امر جليل جي لکڻين کي پڙهندڙ پنهنجي پسند ۽ ناپسند جي بنياد تي جڏهن ناپسند ڪن ٿا ته سندن ناپسنديدگي شديد ردِ عمل جي صورت اختيار ڪري ٿي.

امر جليل گهڻو ڪجهه لکي سنڌي عوام، سنڌ ادب، ٻولي، تهذيب ۽ تمدن جي بي لوث خدمت ڪئي آهي. آءٌ کيس عرض ڪندس ته مذهب سان اجائي ڇيڙ ڇاڙ نه ڪري. دنيا جا سڀ مذهب اتم آهن، امر آهن. دعا آهي ته ’امر‘ جو زورِ قلم زنده ۽ پائينده رهي.

---

(١) تنقيد ۽ راهه: امر جليل: سهڻي ڪتابي سلسلو نمبر ١٠

مير محمد پيرزادو

# آمر جليل

## منهنجي نظر ۾

ادب انسان جي قسمت سنواري سگهي ٿو، پر ان لاءِ اديب تي جيڪي بہ ذميداريون آهن، ان سان هو ڪيتريون پوريون ڪري سگهي ٿو، ان تي منحصر آهي. جن سان ڀرين آهي: انجو وقت سان گڏ هلڻ. 'بي وقتي راڳڻي حماقت آهي.' جنهن لاءِ ڪرشنچندر پنهنجي ناول 'ڏکڻ سان ٿو سج ابري' ۾ هڪ هنڌ ڪنهن اديبءَ ميڙ جي ڳالهہ ڪندي لکي ٿو: 'اسان پروگريسو اديبن جو ميڙ هو، جنهن ۾ اسانکي تازن تحريڪ جي شهيدن جو قسم کڻي اڳتي وڌڻ جو عزم ڪرڻو هو ۽ انجي باري ۾ لکيون اتي پڙهيون هيون، پر هڪ اديب اتي هڪ اهڙي ڪهاڻي پڙهي، جنهن ۾ هڪ ماڻهوءَ جو هڪ ڪتيءَ سان عشق ڏيکاريو ويو هو.' جنهن تي ڪرشنچندر لکي ٿو: 'اهو ادب، ان وقت تي پيش ڪرڻ، فقط وقت ضايع ڪرڻ آهي ۽ ماڻهن کي سندن صحيح مقصد کان منهن موڙائڻو آهي.' اديب جو وقت سان گڏ هلڻ قوتِ مشاهدي تي منحصر آهي. جيترو هو ڪنهن مسئلي جي اندرئين تهہ تائين پهچي سگهندو، اوترو هو وقت سان صحيح قدم ملائي هلندڙ لڳندو. ٻئي نمبر تي آهي اديب جون فني صلاحيتون. جنهن لاءِ مطالعو ڪرڻ، صحيح سمجهڻ ۽ انکي پنهنجي نموني انٽرپريٽ ڪرڻ ضروري آهي. مطالعي جو جيستائين تعلق آهي، تنهن لاءِ مائوزي تنگ جون 'ادبي ڪانفرنس ۾ تقريرون' پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ جيستائين ليکڪ دنيا جي جدا جدا مهذب خطن جي تهذيب، تمدن، ثقافت، تاريخ، جاگرافي، علم ادب، سياسي ۽ سماجي صورتحال جو مطالعو نہ ڪري چڪو آهي، تيستائين هنکي لکڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي. جيڪڏهن ڪو

ماڻهو هڪ سٺو پروگريسو ادب جا ڪتاب پڙهي، سمجهي ۽ پوءِ هڪ سٺ لکندو ته واقعي اها ادب جي افاديت نمايان ڪري سگهندي. جيستائين ڪنهن لکڻيءَ کي سمجهڻ جو تعلق آهي ته ان مطابق مان فقط ايترو چوندس ته جيڪڏهن اسان جو ڪو ماڻهو شاهه صاحب جي مومل راڻي جي هن بيت کي پڙهي 'مومل کي مجاز جا اکين منجهه انبور' چوي ته اهو شاعر چريو آهي، اکين ۾ انبور ڪيئن ٿيندا، ته چئبو ته اُن پڙهيو آهي، پر سمجهيو نه آهي. ڪنهن به ليکڪ کي، پوءِ اهو شاعر هجي يا مضمون نويس، سمجهڻ نهايت اهم ڪم آهي. انهن پنهنجي ڪانپوءِ ان کي پنهنجي فن ۾ انٽر پريٽ ڪرڻ به تمام ضروري ۽ توجهه طلب ڳالهه آهي. ميڪسم گورڪي سندس ناول 'ماءُ' ۾ جيڪا منظرنگاري ڪئي آهي سا ڪنهن مخصوص خطي جي آهي. جنهن ۾ هن گهڻو ٿڌو برسات ۽ برفباري ڏيکاري آهي. پر جيڪڏهن ان کي پڙهي اسان مان ڪو لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳالهه لکندي ساڳي منظرنگاري ڏيکاري ته ان ڪهاڻي جو سمورو تاثر ختم ٿي ويندو. پر ان منظر نگاريءَ پڙهڻ ڪانپوءِ ليکڪ جيڪڏهن سوچي ته جهڙيءَ طرح گورڪي سندس خطي جي منظر نگاري ڪئي آهي، اهڙيءَ طرح هو پنهنجي خطي ۾ جيڪي ڏسي سگهيٿو لکي ته اهو آهي سندس صحيح انٽرپرٽيشن.

دنيا جي تاريخ ان ڳالهه جي گواهه آهي ته هر قوم جو ادب انجي تقدير ٺاهيندو آهي. هر خطي کي ڪي نه ڪي اهڙا اديب پئي مليا آهن، جن ادب ذريعي ان خطي جي قسمت سنواري ڇڏي آهي. جي روسو ۽ والٽير پيدا نه ٿين ها ته، بئسٽائيل مسمار نه ٿئي ها. جي ٽالسٽاءِ، ترگنيف، گوگول ۽ چيخوف ساڳي دؤر ۾ پيدا نه ٿين ها، ته روسي انقلاب ويهين صديءَ جي پٺي ڌڪاڪي ۾ نه اچي ها.

اهڙيءَ طرح اسانجي خطي سنڌ کي به اڄ تائين جيڪي اديب مليا آهن، خاص ڪري اهي، جن هتي جي عوام جي آسن اُمنگن، هلت چلت، رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، مسئلن ۽ سندن سڄاڳيءَ ۾ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي، تن ۾ 'امر جليل' به هڪ آهي. امر جليل جي فن تي لکڻ لاءِ هڪ ته اهو ماڻهو گهرجي، جنهنکي سنڌس وچهو رهڻ جو گهڻو موقعو مليو هجي ۽ سندس فطرت ۽

مشاهدي .ان واقف هجي يا نه وسيع مطالعو هجيس. جيئن ته مان مٿي لکي آيو آهيان ته هو انهن اديبن منجهان آهي، جن پنهنجي فن جو پايو هتانجي عوام مان هٿ ڪيو آهي. تنهنڪري هتانجي ڪنهن به لکڻي پڙهڻي ڪي امر جي فن جو ڪجهه نه ڪجهه اندازو ٿي سگهي ٿو، ڇو نه هو انهن لاءِ آهي ۽ انهن بابت لکي ٿو.

منهنجي راءِ مطابق اسانجي اڪثريت ڪي امر جليل جون لکڻيون وڻن جو ڪارڻ سندس هيٺيون خاصيتون آهن:

## وقت جي ڳالهه

بي وقتي پاڻنگ ڪان بس پلي آهي. بي وقتي ڳالهه اوپري لڳندي آهي. جڏهن انسان، انسان جي رت جو پياسو بڻيو ’آدم بوءِ، آدم بوءِ‘ ڪندو وحشي بڻيو گهمي. ان وقت ۾ نازن نخرن، ناچن، عشق وغيره جو ذڪر ڇاڻ وانگر ٿو لڳي، جنهن ۾ نه ڪو مقصد آهي نه ڪا معني. نه انسان کي پائدار سڪون ڏيئي سگهي ٿو، نه صحيح رهبري ڪري سگهي ٿو. اڄ هرڪو ان لاءِ واجهائي رهيو آهي نه ڪير ٿو اسانکي صحيح رهبري ڏسي ۽ اڄ جي ڳالهه ڪري. ان ڏس ۾ امر جليل جا ’هلال پاڪستان‘ ڪراچيءَ ۾ لکيل ڪالم مثال آهن. ان ڪان علاوه سندس جي ڪهاڻيون سون پڙهيون آهن، تن مان ’جڏهن سان نه هوندس‘، ’جلاوطن‘، ’منهنجو پٽ مهدي‘، ’هڪ قوم پرست جي ڳولا‘، ’سرسار ليمر ويلر ۽ قلندر‘، ’هن چار ۾‘، ۽ ’سرد لاش جو سفر‘، اهڙيون ڪهاڻيون آهن، جنجي پڙهڻ سان ساڏهو اٿين ٿو سمجهي ته هو ان هنڌ بيٺو آهي ۽ اهو سمورو معاملو اکئين ڏسي رهيو آهي. ان سان گڏوگڏ تازو نيل معاملو آهي، جنهن لاءِ هر ڪنهنجو ڌيان پڙهڻ سان ئي ان جڳهه تي پهچيو وڃي.

## سليس

ان سان منهنجو مطلب آهي ته پلاٽ نباهڻ لاءِ ڪي اجايا ور وڪڙ نه ڪرڻ، جيئن پڙهندڙ جي ذهن تي اجايو بار پوي ۽ هو گهڻي سوچڻ ۽ سنجهڻ ڪري ڪهاڻي اڌ ۾ ڇڏي ڏئي. ان ڏس ۾ امر جليل جي هر ڪهاڻي پڙهندڙ کي هٿ ڪان وٺيو رستي تان

ٿيندي منزل تي پهچائيندي آهي. پڙهندڙ ڪانئوه ڪو به غلطفهميءَ جو شڪار نه بڻيو آهي، سواءِ ڪن حسد ۽ تعصب ۾ ورتل جي. ان ڏس ۾ سان مثال طور سندس ڪهاڻيون: 'منهنجي دل موهن جو دڙو'، 'ڌرتيءَ جي ڌوڙ آسمان جا تارا'، ۽ 'جلاوطن' پيش ڪندس.

## ڪردارن جي واتان ڳالهرائڻ

خيالي ڪهاڻين ۽ قصن گهڙڻ ۾ ليکڪ هميشه پنهنجي قابليت ڏيکارڻ لاءِ سڄي پٽاڙ پنهنجي واتان ڪري ويندو هو، جنهن ۾ پڙهندڙ ائين سمجهندو هو ته ڪن اڻ ڏسي سکهجندڙ شين جي هو وڌيڪ چال رکندڙ آهي، جو هوش تي ڪم ڪيو ڇڏي. پر اهو ڪير به سمجهي نه سگهند هو ته هُو ڳالهائي سگهندڙن جي ڳالهه ڪري ويو يا گونگن جي. انجي پٺ ۾ امر جليل انهن ڪردارن کي واضح ڪري منجهائڻ هٿ ڪيڏي ٿو ڇڏي ۽ اهي ڪردار سندن صلاحيتن آهر هڪ ٻئي ۾ ڳالهائن ٿا ۽ بس. ان ڳالهه ٻولهه مان پڙهندڙ اهو سمورو اندازو لڳائي ٿو ته انهن ڪردارن ۾ ڪير چالاڪ، ڪير ابوجهه، ڪير سيائو، ڪير چريو، ڪير ڪوڙو، ڪير سچو، ڪير ڪانئر ۽ ڪير بهادر هو. ان بيان ڪرڻ مان پڙهندڙ چئي ته ان جڳهه تي پاڻ بيهي انجون ڳالهيون ٻڌي ۽ منصف ٿئي ٿو، نه ڪ ادب پاڻ ڪنهن ڪانئيءَ اک کي مرنگهه. ڪوئي پڙهندڙن کي بيوقوف بنائي ٿو. جن ڪهاڻين، ان نڪته نگاهه کان سونگهي متاثر ڪيو آهي سي آهن: 'هڪ دل جي اڪيلائي'، 'زندگي زهر'، 'دل جي دنيا'، 'ڪچل ٻانهن جو وارث'، 'رنج'، سياح گائيڊ ۽ ٽرانسليٽر' ۽ 'سچل سرمت Trouble ۾'.

## پلاٽ جي چونڊ

پلاٽ جي چونڊ مان هتي مراد آهي ته چند اهم مسئلن ۾ به اها پٺ ڪرڻ ته ڪهڙي کي پهريان لکجي ۽ ڪهڙي کي بعد ۾، ۽ انهن کي صحيح تاثر ڇڏڻ لاءِ ڪهڙي جوڙجڪ ۾ لکجي. وقت جي ڳالهه سان ڳنڍ وڳنڍ جيڪڏهن پلاٽ جي چونڊ صحيح آهي

ته اها ڪهاڻيءَ لاءِ هوڻ تي سهاڳ سمان آهي. هن لاءِ مان مثال طور پيش ڪندس امر جليل جون ڪهاڻيون: 'سوجهرو' 'سج اڀرڻ کان اڳ'، 'ڪپهل هاٿن جو وارث'، 'شڪست'، 'تاريخ جو ڪفن'، 'منهنجو پٽ مهدي'، 'ڌرتيءَ جي ڏوڙ آسمان جا تارا'، 'هن چار ۾'، 'ساجن منهنجو دوست' وغيره.

## ڪردار نگاري

ڪردار نگاريءَ مان منهنجو مطلب آهي ڪهاڻيءَ جي ڪردارن بابت وضاحت. جهڙيءَ طرح 'جمال ابڙي' جي ڪهاڻي 'شاهه جو ڦر' ۾ الڪل اڌ ڪهاڻي شاهه صاحب جي وصفن، هلت چلت ۽ طبيعت بابت آهي، ذري گهٽ اونري ننڍڙيءَ ڇوڪريءَ بابت ۽ عجب جي ڳالهه جو فقط ڪردار نگاريءَ ۾ ئي پڙهندڙ ننڍڙيءَ نينگر ڪي ڪافي حد تائين پيار ڪرڻ لڳي ٿو ۽ شاهه کان نفرت جو لڪل جذبو پيدا ٿيو وڃي، باقي نفرت، شاهه جي ڇوڪريءَ کي مارڻ ڪانپوءِ جاڳيو وڃي. اهڙيءَ طرح ڪردار واضح ڪرڻ تي ماٺوءَ کي باقي ڪهاڻي تمام سئي نموني ۾ سمجهه ۾ اچيو وڃي، ۽ پڙهڻ تي دل پٺي ڪيدي. ان ڏس ۾ امر به ساراهه جوڳو آهي. 'ساجن منهنجو دوست' ڪهاڻيءَ ۾ امر جليل ساجن جي باري ۾ ايترو ڪجهه ته ٻڌايو آهي، جنهن لاءِ سيڪڙن کي ڳچو ڀلو ناول لکڻو پوي ها. ساجن جا وصف، طبيعت، ڪم جي وقت جون ڪيفيتون ۽ نشي جي حالت. اهڙيءَ طرح 'زندگي هڪ ڪُنُ' ۾ هار چٽيندڙ زال جي جيڪا ڪردار نگاري ٿيل آهي سالن ۽ پوڙهيءَ جي منهن تي هڪ زوردار لپاٽ آهي. 'تاريخ جو ڪفن' ۾ شيديءَ جي ڪردار نگاري ڪري ۽ انکي تاريخي واقعي سان هم - آهنگ ڪري جنهن ڪهاڻيءَ کي معراج تي رسايو ويو آهي. اهڙي طريقي سان 'اروڙ جو مست' ۾ مست جي باري ۾ وضاحت ڪري لکڻ ڪانپوءِ ائين پيو لڳي ته جڻ مست اکئين پيو ڏسجي. ڪهاڻيءَ جي تاثر ڇڏڻ لاءِ جيڪي به ذريعا آهن، انهن ۾ ڪردار نگاريءَ جو وڏو حصو آهي.

## منظر نگاري

جيتوڻيڪ ڪردارن جي وضاحت به هڪ مخصوص منظرنگاري آهي، پر منظر نگاريءَ جون حدون انڪان به وسيع آهن. ڇو ته ڪردار ڪي ڌرتيءَ ۽ آسمان جي وچ ۾ لڙڪندڙ ۽ ٽنڊيڙا ذرڙا بڻجيو اڏامن ته ڪونه ٿا. انهنجو لاڳاپو ڪنهن مخصوص حصي سان، طبقي سان، رهائش، جاءِ، موسم، سماجي حالت ۽ ثقافتي حالت سان آهي. انڪري رکوڪردار نگاري به ڪهاڻيءَ کي مبهم ٿيڻ کان بچائي نٿي سگهي. جامع طور تي ڪهاڻي، پڙهندڙ تي تڏهن واضح ٿي ٿي سگهي، جڏهن ڪردارن سان گڏوگڏ منظر نگاري به چڱيءَ طرح سان ٿيل هجي. جهڙي طرح امر جليل جي ڪهاڻي 'خوني رات' ۾ جيڪا سياري جي اونداهيءَ رات جي منظر نگاري ڪئي وئي آهي ان ڪانپوءِ ٿي گهوڙيسوارن جي بهادريءَ جي ساک وڌي ٿي، ورنه سنڌ ۾ هرعام رواجيءَ رات ۾ گهوڙيسواري ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. ان هڪ پاسي ته ڪهاڻيءَ جي تاثر تي اثر پوي ٿو ته ٻئي طرف پڙهندڙ جي دل ۾ ڪهاڻيءَ پڙهڻ جو شوق پڻ وڌي ٿو، ڇو ته هو انهن سان ان وقت ساڻ ٿيو وڃي ۽ منتظر ٿو رهي ته فيصلو ڪهڙو ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪهاڻي 'هن جار ۾' وڏيري ۽ انجنيئر سان گڏ ڪار ۾ ٻاهران آيل مهمان سائي ويٺل آهي ۽ سنڌ جي جدا جدا هنڌن ۾ رستن ڪان ٿيندا اچن ٿا، انهنجي منظر نگاري ۾ خاص طور تي انهيءَ جاءِ جي، جنهنجي ڏاڙي ليڪ کي لکڻ لاءِ مجبور ڪيو، اهڙو ته پيش ڪيو آهي، جو ماڻهو پڙهڻ سان بيساخته چيو ڏئي ته 'واه سنڌيءَ ۾ به اهڙا ليڪ آهن' 'اروڙ جو مست' ۾ ڪنڊرن جي منظرنگاري جيڪڏهن نه هجي ها ته ماڻهو ائين سمجهي ها ته هو هڪ هنڌان اڏامي وڃي مست وٽ پهتو. جيڪا هن ڪهاڻيءَ جي اهميت لاءِ تمام ڪهڙو جو ڪانئي ڳالهه هئي. جيتوڻيڪ مقصد ته اهوئي هو، پر منظر نگاري نه ڪرڻ ڪري اهو مقصد ايترو واضح ۽ زوردار نه لڳي ها.

## ڪردارن لاءِ ماحول پيدا ڪرڻ

ڪنهن به ڪردار کي بهادر ڪري پيش ڪرڻ لاءِ انجي

پيٽ ۾ هڪ بزدل ماڻهوءَ جو ڪردار به ڏنو آهي. جنهنجي بزدلي، بهادر جي بهادري چمڪائڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح شريف ۽ ڪمينو يا گندو ماحول ۽ هڪ با اصول انسان. ان ڏس ۾ امر جليل جون ڪهاڻيون: 'سوجهرو'، جنهن ۾ ذڪر جو زمانو، ان ۾ پيا ماڻهو مرڪزي ڪردار کي ڇا جو ڇا صلاحون ڏيئي رهيا آهن. اهو ماحول پيدا ڪري پوءِ به انجو عزم ڏيکارڻ ته 'دلي منهنجو ننڍڙو مري وڃي، انجي اها قرباني هر دور ۾ مشعل راهه رهندي'، انجي ڪردار کي چمڪائي ٿي ڇڏي. 'سياڻن ۾ هڪ ٻوڪ' ۾ سڄي گهر جو ماحول سرمائيدارانه ذهنيت جو ڏيکاري، ان ۾ هڪ بي-اي پاس جو ڇوڪرو ته: 'مان هاري ٿيندس'. سڄيءَ ڪهاڻيءَ جي سونهن آهي. 'منهنجو دوست منهنجو دشمن' ۾ سرمائيدار ڀار کي هڪ غريب هار جي پيٽ ۾ ڏئي ۽ غريب جي غيرت ۽ پائدار عزم کي جيڪو چمڪائو ويو آهي، اهو هڪ فنڪارانه ڪارنامو پيو لڳي. 'دل جي دنيا' ۽ 'زندگي ۽ زهر' ۾ پيار کي غربت آڏو هتيار ڦٽا ڪندڙ ڏيکاري، ليکڪ هڪ ماهر نبض شناس هئڻ جو ثبوت ڏنو آهي. جنهن هڪ ڪردار جي نبض تي هٿ رکي ۽ من ڪوڙهئي نظام کي انجي مرض جو ڪارڻ ڄاڻو آهي. ان ۾ اڇر رات ۽ ڇنڇر شام جو سرمائيداري جي ڪيرت ڏيکاري مرڪزي خيال کي تقويت پهچائي آهي. ان لاءِ 'منهنجو پٽ مهدي' هڪ نوس ثبوت آهي. جنهن ۾ امير جو مشرف به اسلام هجڻ ۽ انجي هارن جي راند لاءِ سنگ مرمر جي مسجد ٺهڻ ۽ غريب جي هار جي بکئي پيٽ مرڻ مرڪزي خيال کي حد کان زياده اثرائتو ڪري ڇڏيو آهي.

## اضافي پلاٽ

دنيا ۾ ڪي چند اهڙا ليکڪ ملندا، جنجون لکڻيون هن نموني جون هونديون. هن ۾ ليکڪ ڪو به هڪ پلاٽ رٿي وهندو آهي. پر انجي ڪردارن جي جدا جدا مصروفيتن سان جدا جدا ڏنڌن وسيلي، هو پيون به ڪي اهڙيون ڳالهيون ڪري وهندو آهي جيڪي،

پنهنجي پنهنجي جاءِ تي، هڪ جدا گانهه پلاٽ جي حيثيت رکنديون آهن. پر ليکڪ انهن کي ڪردارن ذريعي هلندي هلندي اوچتو اظهار ڪيو وڃي. جيڪي خيال سان پڙهندڙن جي ذهن تي متحرڪ ٿيا ٿي جيان اڇيو لڳن ۽ سندن ڪيئي نظرياتي جهڳڙا، جيڪي هو ذهن ۾ کنيو ڦرن، هڪ ميڪنڊ ۾ طئه ڪيو وڃي. ان طريقي لاءِ امر جليل جون ڪهاڻيون: منهنجو دوست منهنجو دشمن' ۾ هڪ امير جي پيٽ ۾ هڪ غريب جو ڪردار وڏيڪ ٻڏائي سان ڪنڌو ڪنڌ هن اهو به ٻڌايو آهي ته امير ماڻهو غريب مزدور کي ڪهڙن بهانن سان ڪمزور بنائيندو آهي ۽ ڪيئن عارضي سهوليتن تي راضي ڪندو آهي. 'دل جي دنيا' ۽ 'زندگي ۽ زهر' ۾ عشق کي غربت اڏو مجبور ڏيکارڻ ڪانپوءِ اهو واڌاري به ڏيکاريو ويو آهي ته ڪيئن مئنيجر ڇوڪريءَ ٽائپسٽ کي قرض ڏئي ۽ سندس غربت جو فائدو وٺندي، ڪيس غلط استعمال ڪري رهيو هو ۽ ڪيئن انٽرويو وٺندڙ، ڇوڪريءَ جي غلط استعمال ڪرڻ جي ڪري ماڻهو ٿيندي رهيا هئا: 'منهنجو پٽ مهدي' ۾ غريب جي ٻڪ جي ڪري موت کان علاوه انفارميشن کاتي، سي آءِ ڊي کاتي تي لعنت وڌي اٿس، جڏهن زميندار جي ذهنيت، پوليس جا ڪلور وغيره ڏيکاريل آهن ۽ 'شڪست' ڪهاڻيءَ ۾ پروفيسر ڪريم جو ڪردار ڏيکاريل آهي ته جيتوڻيڪ هو تمام مشهور ماڻهو هو، دنيا جو ادب پڙهيل هو. وڏن فيلسوفن کي ذاتي طور تي ڄاڻندڙ هو، پر اهي سڀ ڳالهيون سندس روح جو زخم پري نه سگهيون، سندس ضمير جو جواب ڏئي نه سگهيون. پر انکان علاوه ليکڪ جيڪا پروفيسر ڪريم جي تقرير ڏني آهي. انجو ۽ انٽرويوءَ جو اکر اکر جدا هڪ اها ڪهاڻي آهي، جنهن هن سڀ ڪانٽيننٽ کي رت ۾ رڱيون آهي ۽ رڱيندي اچي، پر ليکڪ انکي اهڙي نموني ۾ پيش ڪيو آهي جو وڏن ناولن ۽ تاريخن کي پڙهڻ ڪانسواءِ ٿي هن ڪهاڻيءَ انهن جو نت ڏئي ڇڏيو.

## صحيح تاثر ڇڏڻ

هر ڪو ليکڪ ڪنهن نه ڪنهن حادثي کان متاثر ٿي ڪجهه،

نہ ڪجھہ لکندو آھي، انهان سندس اھو مقصد ھوندو آھي تہ جنھن حادثي کان، جھڙيءَ طرح ھو پاڻ متاثر ٿيو آھي، ان حادثي بيان ڪرڻ سان ھو اھڙيءَ طرح ئي پڙھندڙن کي متاثر ڪري. پوءِ اھو سندس فنڪارانہ خوبين تي منحصر آھي تہ ان ڏس ۾ ھو ڪيتري قدر ڪامياب رھي ٿو. جو تہ ھو ان حادثي کي ڪھاڻيءَ جي ڍانچي ۾ سموئي ٿو. ان لاءِ ظاھر آ تہ ھو ان حادثي کي ڪيترن ئي ڪڙن ڳنڍڻ سان ناھيندو. سندس فن جو ڪمال ان ۾ آھي تہ ھر ڪڙي پنھنجو پنھنجو تاثر ڇڏي، پر آخري تاثر اھو ھجي، جنھنجي ڪري ھن اھا ڪھاڻي لکي. مثال طور امر جليل جي ڪھاڻي 'ڌرتيءَ جي ڏوڙ آسمان جا تارا' ان ۾ ليکڪ ذڪاري ٿو تہ ھڪ شاھ صاحب ڪيئن شھوت جي غلبي کان مات کائي ڪارن وڪندڙ عورت سان بدسلوڪي ڪري ٿو ۽ ان جي عيوض ھنکي ڪيترو پوڳڻو پوي ٿو. ان ڪھاڻيءَ ۾ شاھ صاحب ۽ اوڏڻ جي ميلاپ جو ذڪر بہ ڪيل آھي. پر ليکڪ جي فن جو اھو ڪمال آھي جو انجو تاثر، پڙھندڙ تي، شھوت جو نہ، ظلم وارو ٿئي ٿو. 'زندگي ھڪ ڪن' ۾ عورت جو ملان ۽ پوڙيءَ وٽ وڃڻ بيان ڪندي بہ جليل صاحب انجي تاثر کي برقرار رکيو آھي تہ ان عورت لاءِ پڙھندڙن کي احساس پيدا ٿيو وڃي ۽ ھن پنھي لاءِ نفرت. اھڙيطرح 'شڪست' ۾ پروفيسر ڪريم جي عظمت ۽ شھرت بيان ڪرڻ کانپوءِ بہ اھو ذڪارڻ تہ ھو جنھن سکون جي تلاش ۾ آھي، اھو ڪنھن روح جي زخم جي ڪري ساءِ نہ سگھيو آھي، سندس فن جو ئي ڪمال آھي. 'منھنجي دل سوھن جو ڏڌ' ۾ بہ جيستائين ڇوڪريءَ جي نہ نکري ھلڻ وارو حصو آھي، تہ ماڻھو ان ھڏتر ۾ آھي تہ جيڪڏھن ھنکي چاھي بہ ٿي تہ پوءِ ڇو ھنسان نڪري نہ ٿي وڃي. پر ڇوڪري جا آخري تاثرات پڙھڻ سان، پڙھندڙ تي واضح ٿيو وڃي تہ ڇوڪريءَ بالڪل صحيح ٿي چيو، جيڪو ليکڪ کي اصل واضح ڪرڻ جو ارادو ٿو ڏيکجي. آخر ۾ آھي ڪھاڻي، 'عظمت جو ثبوت.' ھن ڪھاڻيءَ ۾ تہ پڙھندڙن کي پتوئي نہ ٿو پوي تہ ڇو سندن حمايت سنھڙي ماڻھوءَ لاءِ ٿيو وڃي، جڏھن تہ ھو پنھنجي وات سان اھڙي ڳالھہ بہ نہ ٿو ڪري،

۾ مڪاري ڪلڻ ۽ واڇن ٽيڙڻ جي ڪوشش نه ڪري. ۽ انجي باوجود به انجي ٿاهي شخص لاء حقارت ظاهر ٿئي ٿي. اهو صرف بيان ڪرڻ جو ئي اهڙا طريقو آهي، جنهن موجب جيئن پوء تيئن ڪهاڻيء جو تاثر زوردار ٿيو وڃي.

## سچائي

سچائيء مان هتي منهنجي مراد آهي ته ڪردار ڪيترو به اوچي هوندي به پنهنجون ننڍڙيون ننڍڙيون غلطيون تسليم ڪري سچائيء جو ثبوت ڏئي. جيئن 'شڪست' ۾ پروفيسر ڪريم باوجو ايڏي فلاسافر هجڻ جي ۽ ادبي مطالعي جي به سندس ڪيل غلطيء ڪي نٿو وساري ۽ اڄ به ان جو اقراري آهي ته هن اهو ڏوهه ڪيو آهي، جنهن اڏو سندس هر ترقي نيچ ٿئي لڳي. پروفيسر ڪريم ڪي ايترن خوبين جو مالڪ پيش ڪري به ليڪڪ سندس ان غلطيء ڪي معاف نه ڪري سچائيء جو ثبوت ڏنو آهي. 'جڏهن مان نه هوندس' ۾ هڪ قومي هيرو ڪيئن ڪنهن ڇوڪريء جي چڪر ۾ ٻاهر وينديءَ وينديءَ ڪڙجي پوي ٿو. جيڪو ٻاهر وڃي ڪافي ڪم ڪري سگهي ها. انجي بهادريء جو ڪردار هڪ پاسي، ته ٻيء ڪردار ٻئي پاسي ڏئي امر جليل هڪ سچائيء جو ثبوت ڏنو آهي نه ڪ ٻين وانگر هيرو ڪي فرشتو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿائين.

ميٽن خاصيتن کان علاوه امر جليل ٻين انيڪ خوبين جو مالڪ آهي. جيڪي وقت به وقت پڙهندڙن تي واضح ٿينديون وينديون، جن تي سندس فن جو چمڪندڙ آئيندو ٻي منحصر آهي.

---

"هتانجا ماڻهو سخت امن پسند آهن. چورون ٻالڻ سندن عادت آهي." ادب سان ورائيم، "هن علائقي ۾ ٻڪري شينهن جي ساٿڙي، ۽ شينهن ڏوٻيء جي ڳڌهه جو دوست هوندو آهي."

— امر جليل، ڪهاڻي 'سياح، ڳائيڊ ۽ ٽرانزسٽر.'

قاصر جمالي

# امر ۽ انجي امرتا

هونئن ته هن امر ڌرتي هيستائين رڳو امر ئي اپايا آهن. هن ڌرتي جي ارهه تي هر اوپڙ امر ئي اپري ٿي. پر جنهن امر جي باري ۾ اڄ آءُ لکي رهيو آهيان. ان امر جي باري ۾ لکڻ وقت منهنجو قلم مولکان ٻه کي قدم اڳيرو آهي. اڄ قلم جو ڳاٽ گهڻو اوچو آهي. ڇو نه . هن قلم هيستائين هزارن کي اهڙي امرتا بخشي آهي . پر هن امر، هن قلم کي به امرتا بخشي ڇڏي آهي. هينئر قلم ۽ امر هڪ آهن. فن ۽ فنڪار جو هي سنگم اهڙو ئي سندر آهي جهڙو ٻن پاروهي ندين جو. امر قلم جي هر شاخ ۾ نوان نوان پيوند لڳايا آهن جيکي وڏي وڻ ٿيڻ وارا آهن. مڪالما لکڻ جو ته امر کي ملڪو آهي. هو پنهنجي جادوئي لفظن سان بي جان سٽن ۾ ساهه وجهي ڇڏي ٿو. اس، ڪهاڻيون اهڙي ته حقيقي روپ ۾ ادا ڪري ٿو جو پڙهندڙن کان داڻهن نڪريو وڃي. سندس ذهني شعور، خيالي پرواز جون اهڙيون ته اتاهيون عبور ڪيون آهن، جتي پيو ڪو پهچي نٿو سگهي. امر جن اتاهين تـان غوطا لڳايا آهن، تنجو تصور ڪري تعجب وٺيو وڃي. هنجي ذهن جي سورج جون شعائون ڪيڏيون نه تيز ۽ تکيون آهن! آهي معاشري ۽ معيشت، سياست ۽ ثقافت، مذهب ۽ ماڻهپي جي هر ننڍي وڏي گندي ڪُنڊ ۾ وڃي پهتيون آهن. آهو گند اسان ۽ اوهان سڀ سالن کان ڏسندا پيا اچون . پر ڪرهت ڪڏهن ڪنهنکي ڪانه ٿي. ڇو ته اسانجا نڪ انهي ۾ بيهوش ڪندڙ بدبوءِ تـي هري ويـا آهن. امر جڏهن الهن گند جي ڍيرن کي پنهنجي قلم جي نوڪ سان خوب ڦلهوري اسانکي انهي ۾ گندي بدبوءِ جو احساس ڏياري ٿو، تڏهين اسان کيس باغي، ملحد ، بي دين، الاجي ڇا جو ڇا چئي وجهون ٿا. اهـا اسانجي ڪند ذهني، بي قدري ۽ بي علمي آهي. امر اسانجي اوڻائن کي خوب ڄاڻي ٿـو. هو ڇيلانو اسانجي سٽل ذهنن ۾ ڏنگ هڻي پنهنجو اسلهه زهر اوتڻ چاهي ٿو. امر ڪڏهن به بي مقصد ا، لکيو آهي. من هميشه مقصد جا موتي لفظن ۾ اوپٽي وڏي واکي ورهايا آهن. امـر هميشه عالمي امن ، بين الاقوامي برادري، معاشي برابري ۽ انساني ڀائيچاري جو حامي رهيو آهي. هنجي هر ڪهاڻي عالمي افراتفري،

نسلي امتياز، نظرياتي ڪشمڪش، بي راهه روي ۽ بربريت جي خلاف مضبوط محاذ ثابت ٿي آهي.

اها منهنجي بدقسمتي ئي سمجهو جو هن وقت تائين امر سان منهنجي فقط هڪ ملاقات ٿي سگهي آهي. ٣١ ۽ تازو ١٩٧١ع ۾ ٥ ۾ هن امر جي امرتا جو اعتراف مونکي ١٩٦٦ع کان وٺي آهي، جڏهن منهنجي عمر فقط سورهن سال هئي. ٿئين زندگي ۽ ان وقت جي مختلف رسالن ۾ امر جون ڪهاڻيون پڙهي پنهنجي دل ۾ مون امر جي هڪ تصوراتي تصوير ٺاهي ورتي هئي. هڪ پيري اوچتو ماهوار "سهڻي" جي آفيس ۾ طارق اشرف جي معرفت امر سان جڏهن منهنجي پهرين ملاقات ٿي، تڏهن آءٌ دنگ رهجي ويس. امر منهنجي تصوراتي تصوير جي بلڪل هوبهو نڪتو هو!

پورهيل صحتمند جسم، پورهيل ڳڻن ني پڙاز جهڙا ڪارا قلم، سانوري رنگ جو هي سورمون واقعي باغي، بيباڪ، انقلابي، انسانيت جو پوڄاري، هن صحرائي پڪيل انسان جو ساٿي، ڪوڙڪي گلو ڦاڙي، ڪوڪون ڪري، ڪوڙ چوندڙ، ڪوڪلي خانداني ننگ ۽ ناموس جو ڍانڊو ڦوڙيندڙ، پڪيل پنوانيل ۽ اونداهن ذهنن کي چرڪائيندڙ، وقت جي وحشي وڏيرن، رهزن رئيسن، شيطاني شملي وارن چوڌرين، ڪميڻن ڪمدارن، مروانن منشين ۽ ڪيهر قاضين جي ڪرتوتن کي آرسي ڏيکاريندڙ، هٽن هارين ۽ پورهيتن جو حامي، انڌي سماج جي آزاريندڙ ريتن کان تنگ اچي طوائفون بڻجي نچندڙ نيائين جو حامي. امر اهڙو ئي هو جهڙو پڙهيو هو ۽ سمجهيو هوم. ارڙ جو مست، بارنيسٽ اسٽريٽ جو غنڊو، سرد لاش جو سفر، منهنجي دل ٻوهن جو دڙو، منهنجو پٽ مهدي، ڇتي ڪتي جو موت، شڪست ۽ جڏهن مان نه هوندس جو خالق، امر منهنجي آڏو روبرو هو. مونکي سندس ڪين اڻ وسرندڙ ڪهاڻين جا موضوع ۽ مڪالما ياد اچڻ لڳا. هڪ ڪهاڻي ۾ هن عالمي اسٽيج تي اچي وڏي واڪي چيو هو: "اي انسانيت جا محافظو! اچو ته اڄ هڪ هڪ سان ملائي عالمي امن ۽ پيار کي پنهنجي دائري ۾ پناهه ڏيون. اچو ته اڄ اسين مظلوم ۽ ڏتڙيل حال انسان عهد ڪريون. اچو ته دنيا جا محنت ڪش ۽ مفلس انسان عهد ڪريون ته اسين هن ڌرتي لاءِ نئون آدرش ڏينداسين. اسين مذهبي جنون، نسلي برتري جي احساس ۽ نظرياتي ڪشمڪش جي آدمخور آڏو هماليه وانگر اٽل ٿي بيهنداسين ۽ ڏتڙيل انسانيت جي حقن جي حفاظت ڪنداسين،" نه رڳو اسلام ۾ موجوده

سڀني مذهبن کان امر ا. رڳو غير مطمئن آهي، پر انهن مڙني مذهبن کي هو مرندو ڏسڻ گهري ٿو ۽ انهن جي جاءِ تي مذهبِ انسانيت کي اڀرڻ گهري ٿو، جنهن ۾ انساني قدرن کي وڏي اهميت آهي. هڪ هنڌ تي بي باڪيءَ سان ڪهڙو نه لهه پهه سچ چئي ڏنو اٿس: ’مذهب مان منهنجو مطلب فقط اسلام نه آهي، مذهب جي اصطلاح ۾ اسلام، هندو ڌرم، عيسائي، جين ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. جهڙيون حالتون رونما ٿي رهيون آهن، تن مان ائين محسوس ٿئي ٿو ته مذهب هن صديءَ جي پڄاڻي تائين يا ايندڙ صديءَ جي شروعات ۾ پنهنجو موت پاڻ مري ويندو.‘ مذهب جي جاءِ معاشي برابريءَ جهڙيون قوتون والاريندڀون. هاءِ، هاءِ خدا اهو ڏينهن جلدي آڀاري اسر اهڙي روشن سج ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جيڪو آڳنو اڀري چڪو آهي. ان جو انڪار اسان هاڻي گهڻو وقت ڪري نٿا سگهون. امر جي هي پيشنگوئي شال جلدي پوري ٿئي. هو عليٰ اعلان چوي ٿو: ’ويهين صديءَ جي آخر تائين دنيا جا سمورا مذهب پنهنجو موت پاڻ مري ويندا. انسان ذهني غلامي جي زنجيرن مان آزاد ٿيندو. جنت جي لالچ ۽ دوزخ جي دڙڪن کي ڪس ۾ نه آڻيندو.‘

’اها گهڙي پري نه آهي منهنجي ماءُ، جڏهن انسانيت ۽ انساني قدرن جا اعليٰ اصول دنيا جي ڏتڙيل قومن کي هڪ محور تي آڻي بيهاريندا.‘ موجوده مذهب اسانجون فطري تقاضائون پوريون نه ڪري سگهيو آهي. انڪري امر اهڙي مذهب جي اندي پرچار کي بي مقصد ۽ بيڪار سمجهي ٿو. انهيءَ ڳالهه جو چٽو مثال پيش ڪندي، هن هڪ هنڌ لکيو آهي: ’نور مسجد جي ميناري تي چار لائوڊ اسپيڪر لڳل آهن، جن مان ڏينهن ۾ پنج دفعا بانگ جو آواز ايندو آهي ۽ جمعي ڏينهن مولانا عبدالجبار ڪڇائي لاڳيتو ڏيڍ ڪلاڪ تائين خطبي کان اڳ ڳالهائيندو آهي. هو ماڻهن کي قبر جي عذاب ۽ قيامت جي ڊپ ۽ الله سائين جي قهر کان ڏڪائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ ماڻهو جيڪي بُک جي عذاب، بيروزگاري جي ڊپ ۽ خالي ذهنن ۾ ويڙهل راڪاس جي قهر کان ڪنبيل آهن، تن تي مولانا جي تقريرن جو زبردست اثر ٿيندو آهي.‘

امر، اسانکي بيشڪ اعتراف آهي ته اسان انساني قدرن کي ڪڏهن به اهميت نه ڏني آهي. هڪڙي ’نجس‘ نه پر اسان مڙني اهڙن انسانن جي برادري مان آهيون، جن ’وان گوءِ‘ کي مفلسي ۾ مرڻ ڏنو، پر سندس تصويرن جو ملهه لکين رپيا لڳايائون ـــ جن سقراط کي زهر ڏنو،

۾ سندس انڪار ڪتابن ۾ ڇپايائون ـ جن عيسيٰ کي صليب تي لٽڪايو، ۾ سندس مورتين مان گرجائون ڀريائون. امر جي هن ڇوڻ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته: 'انساني وهنوار جا قدر وقت جي ڪوري ۾ ڪامندي، ڇرندي ۽ سوڙندي بدلجندا رهيا آهن. ٻه صدين گذرڻ ڪانپوءِ به انسان ذات جي هڪ ٻئي ڏانهن نفرت ۽ حقارت، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ جا جا بنيادي سبب ساڳيا رهيا آهن.،

اهي بنيادي سبب ڪڏهن مذهب جي شڪل ۾ ته ڪڏهن رنگ ۽ نسل جي اوچ نيچ جي شڪل ۾، ڪڏهن معاشي برتري جي شڪل ۾، ته ڪڏهن سياست جي شڪل ۾ رونما ٿيندا رهيا آهن. فرق فقط هي رهيو آهي، 'ظالم هر دور ۾، هر حال ۾ ساڳيو رهيو آهي، فقط مظلوم بدلجندو رهيو آهي. زهر جو پيالو ساڳيو آهي، فقط سقراط بدلجي ويو آهي. ڪربلا جو ميدان ساڳيو آهي، مگر حسين ابن علي بدلجي ويو آهي.، سندس قلم جي ڏنگ ٻي جهلڪ به مونکي ياد آهي، جنهن ۾ امر انساني قدرن کي پائمال ٿيندي ڏسي چيو آهي: "جنت آها جاءِ آهي، پرينم جنهن تي فقط مسلمانن کي موروثي حق آهي. جنت ۾ هيمون ڪالاڻي، ايمم ڪومل، هري موٽواڻي، هريڪانت، ڪلاپرڪاش ڀڳت ڪنور ۽ سوڀي گيانچندائيءَ جهڙن کي وڃڻ نه ڏيندا آهن."

موجوده سماج مان به امر نه رڳو غير مطمئن آهي پاڪ انڪاري به، امر هڪ جاءِ تي اسانجي دل جي ڳالهه ڪئي آهي. لکي ٿو: "تو جهڙا انقلابي شاعر سماج دشمن آهن."

"جنهن شيءِ جو ڪو وجود ئي ڪونهي، انجو مان دشمن ڪيئن ٿيندس."

"تون سماج جي وجود کان انڪار ٿو ڪرين."

"ڪهاڻي جو پيو ٿالو جيڪڏهن سماج آهي ته پوءِ مان سماج جي وجود کان انڪار نه ٿو ڪريان."

اسانجي هڪ انڌي نيڪي اسانکي هڪ وڏو نقصان پهچايو آهي؛ انڪري امر اسانکي هڪ تاريخي حقيقت ڏانهن اشارو ڪندي هڪ هنڌ لکيو آهي: 'هڪ تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ مهمان نواز ۽ سياجهيون قومون هڪ ٻن صدين کان وڌيڪ پنهنجي وجود کي برقرار رکي نه سگهيون آهن، جو ته سياجهين ۽ مهمان نواز قومن وٽ ڪڏهن اهڙا شاهينگ مهمان به ايندا آهن، جيڪي سندن وٽين ۽ ٻنين جا مالڪ ٿي ويهندا آهن.،

ملڪ جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جون اوچيون عمارتون پنهنجي

اهم فرض پوري ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيون آهن. آمر ڪاڻ ۾ ي يونيورسٽيون بہ گهڻيون ڪونہ آهن. هڪ هنڌ ڪهڙي نہ ڏک پري ڳالهہ ڪئي اٿس: ”اسانجون يونيورسٽيون ۽ ڪاليج، تعليم سان سماجي نظام سان ننڍ وڏائي جو فرق ختم ڪري ڇڏيندا. تون بہ هڪ ڏينهن سي-ايس-پي ڪري وڏو عهدو حاصل ڪري سونگي بہ حاصل ڪري سگهندين.“

”سان اتفاق جو قائل نہ آهيان نجم. هن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان ڪئند ذهن ڪلارڪ، دفتري، ڊيپچر ۽ ماستر پيدا ٿيندا آهن ۽ ٿيندا رهندا. سان ان محڪوم رعيت جو هڪ معمولي ۽ غير اهم فرد رهندس. مان حاڪم نہ پر چنگيز خان ۽ هلاڪو جهڙن حاڪمن لاءِ بهترين شڪار ٿيندس.“ اسانجي حاتمن جي سخا جنهنڪي سوالي پنهنجي بولي ۾ بيوقوفي چولدو آهي. آمر انهن جا ٻول پڌرا ڪري ٿو: ”ڪهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين سائين. رب جو قسم آ، اسان توهان سنڌي وڏيرن لاءِ پنجاب ۽ سوات جا داتا ڳولي ڪٺي ايندا آهيون. ڇا ياد ڪندين پهلوان ڪي، وڏيرا سائين.“ ”اڇي وٺ پهلوان، ڇا ياد ڪندين تہ ڪڏهن فراخ دل سنڌين سان ڪم پيو هيءُ.“ پهلوان ڊوڙي آيو ۽ پنهي هٿن ۾ نوٽن جي ٿوي ولندي چيو، ”رب جو قسم آ، اڄ حاتم هجي ها تہ حيڪر روئي پوي ها، وڏيرا سائين. داتا شل سنڌين کي سلامت رکي. رب جو قسم آ، توهان ڪانپوءِ توهانجو اولاد بہ اسانجو قدر ڪندو رهندو وڏيرا سائين.“

امر جتي زهر جا ڪوا ڍُڪ ٿو آڇي، اتي سنڌين جي روايتي بهادري، وطن پرستي ۽ قوم پرستي کي ٿئين سر اجاگر ڪرڻ لاءِ هن احساس ڪمتري ۾ مبتلا قوم کي ياد ٿو ڏياري: ’سرڪش سنڌين جون مائرون سوڪلائڻ سهل ’خدا حافظ‘ چوڻ کي بزدلي جي علامت سمجهنديون آهن. الوداع ڪرڻ سهل سنڌي مائرون پنهنجي پٽن کي چونديون آهن:

”گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن سنجهہ ڪونڻ، ڪڏهن راهي رڻ جا.“

امر جي قلم جي جهلڪ اوهان ڏٺي. امر لکي ڇائي تہ بيان بہ ڪري ڇائي. امر، تون بيشڪ امر آهين. تنهنجي قلم جون ٻاڙون پاتال پرڪتل آهن. تون انهن نہ چئو تہ ’جڏهن سان نہ هوندس.‘ تون هئين، آهين ۽ هوندين. نہ تون ڪڏهن فنا ٿي سگهين ٿو، نہ تنهنجو فن ڪڏهن فنا ٿي سگهي ٿو.

قيوم لالائي

# امر

## منهنجو پسنديده فنڪار

۱۹۷۱ع ڌاري نوڪريءَ سانگي ڪراچي وڃڻ ٿيو، جت پنهنجي ادبي ۽ سياسي دلچسپيءَ جي ڪري اهڙا نڪاڻا ڳوليم جت اهڙا ماڻهو ملي ٿي سگهيا. اهڙن ۾ ’اڏڻ‘ مان هڪ مشهور اڏو ڪيفي ٽيرِيا به هو، جيڪو پنهنجو مٽ پاڻ هو. ڪراچي جي رنگين شامن ۾ ڪراچيءَ جا گهڻائي دانشور، سياسي ڪارڪن اتي اچي ملندا هئاسين.

اُت اسان سنڌين به پنهنجو اڏو ٻڌايو. بس، پوءِ ته سياسي بحث ڪانوئي باريڪ ادبي نڪتن تائين ڳالهيون ٿينديون هيون. پلا ڪهڙو مسئلو هو، جيڪو ٽيبل تي ڳالهايو نه ويندو هو، عالمي انقلاب ڪانوئي سنڌ جي قومي تحريڪ تائين ۽ ڪرشن چندر جي افسانه نگاريءَ ڪانوئي پڪاسو جي آرٽ تائين.

انهيءَ ٿي زماني ۾ ممتاز مهر ۽ نبي بخش کوسو به سکر مان آسهيا هئا، جيڪي پڻ اتي اچي حاضري ڀريندا هئا. اقبال جتوئي، عمر خشڪ ۽ نذير چنو به روز جا ڪراهڪ هئا. باقي ڪڏهن ڪڏهن ناصر مورائي، تاج بلوچ، پريم جگيشا به ايندا رهندا هئا ۽ ٻيا سنڌ مان ايندڙ ڪيترائي دوست هوندا هئا.

”امر جليل نٿو اچي؟“ هڪ ڏينهن اقبال کان پڇيو هئم.

”نه، اهو هوٽلن ۾ اجايو وهمي وقت نٿو وڃائڻ چاهي.... تون، اسان ته واندا آهيون.“

۽ مان سوچيندو رهندو هوس – ’عجيب آ امر جليل به!‘ ڪيفي ٽيريا مان نڪري پوءِ ايافي جو رُخ رکندا هئاسين، اڪبر بلوچ جي ڪتابن واري دڪان تي ٺاڪر شرما ملندو هو. انڪي اتان وٺي ايندا هئاسين ڪيفي نيويارڪ تي، جت

شمشيرالحيدري هوا ۽ سگريٽ جا دونهان ڦاهيندو نظر ايندو هو ۽ ٺاڪر شرما پوءِ شروع ٿيندو هو آپٽار. ۾، ڏينهن جو سئنيما ايڊورٽائيز ڪمپني ۾ نوڪري ڪري دير سان موٽندو هو، ٻڪهار ٽورو، ڪم گهٽ. سو ٻار جي خار ۾ اوتري. هميشه ٽر جي گهريلو هنر جا ڪراچي ۾ ٻاهرين ملڪن سان واپار جا منصوبا ڦاهيندو هو ۽ روز پنهنجي ڪار گذاري ٻڌائيندو هو. هن پنهنجي خيالن ۾ ڦاهيل ڪمپني جو ٽالو 'مارني هينڊي ڪرافٽ' ۾ رکي ڇڏيو هو (۽ هينئر خوشقسمتيءَ سان سندس ذاتي عملي صورت اختيار ڪئي آهي ۽ ڪڏهن جون خيالي ڳالهيون حقيقت بڻجي ويون آهن) ۽ امڙيءَ ريت ٿي ڪراچي ۾ اسانجون شامون گذرنديون هيون. منهنجي من ۾ هڪ امائي اٿل ٿي هوندي هئي ته امر سان ملاقات ڪجي....امر ڪيئن آ....سندس طبيعت ڪيئن آ.... نندي هوندي کان ٿي سندس ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ پڙهندو هوس. سندس فن پنهنجي همعصر سنڌي ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا کانپوءِ ڪافي اوچو آهي، سندس ڪهاڻين جا ڪردار چرندڙ برندڙ انسان آهن....امر پنهنجي هڪ هڪ جملي ۾ طنز جو امڙو نشتر رکيو اچي ٿو، جيڪو اسانجي لڪندڙن ۾ گهٽ ملي ٿو. سون پڙهيو هو ته امر جي هڪ ڪهاڻي ۾ هيرو هڪ ڇوڪريءَ سان محبت ٿو ڪري ۽ ان کانپوءِ سندس محبوبه بيوفائي ٿي ڪري ۽ هيرو ان غم کي ڪافي دل جي گهرائين سان محسوس ڪندي عورت ٿي بيوفائي جو ظعنو هڻي نفرت شروع ڪري ٿو....۽ جڏهن گهر پهچي ٿو تڏهن سندس ماءُ ٻڌائي ٿي ته: "رخسانه سامهون سائيڪل جي دڪان واري سان ڀڄي وئي."

رخسانه سندس جوان ڀيڻ هئي.

امر پنهنجي ان ڪهاڻيءَ ۾ ڪيترو نه عظيم آهي ۽ سندس فن ۾ ڪيتري نه حقيقت آهي.

۽ .....پوءِ امر جون ڪهاڻيون پڙهندو رهيس، ملڻ جي آس ته پنهنجي جاءِ تي قائم رهي. هڪ ڏينهن، شام جو دستور موجب ڪيفي ليبرٽا ۾ ويٺا هئاسين.

"امر ٻاهر ڪتاب پيو ڏسي." اقبال ٻڌايو، "هلو ته ملونس."

اقبال چيو.

ٻاهر نڪتاسين، سامهون مارواڙي، فوٽ پاٿ تي ڪتاب رکيو ويٺو هو ۽ امر جليل اتي بيٺو ڪتاب ڏسي رهيو هو. ۽.....

امر جليل منهنجو پسنديده فنڪار، منهنجي سامهون بيٺو هو.....، خوش پوش، ڳاڙهو ڳاڙهو، ٿلهو متارو، ڪلهو وارو. جسم ۾ پرڪشش، وڏا ٻشپر، هر هڪ سان پاڪر پائي مليو. اها اسان سان پهرين ملاقات هئي، جيڪا تمام مختصر ٿي. ۽ پوءِ بينگال تي ملٽري ايڪشن شروع ٿيو، هيڏي جنگ شروع ٿي، هر هڪ دوست مايوس ۽ زندگي جي چڪر ۾ رُڌل ٿي نظر آيو، امر، الائي ڪٿي هليو ويو هو، اقبال جتوئي ۽ منهنجو روز ساٿ ٿيندو هو.

”امر جو الائي ڪهڙو حال آهي.“ مون اقبال کي چيو، ”هل ته هلي ملونس.“

امر ان وقت سعيد منزل پرسان فليٽ ۾ رهندو هو. انهيءَ ڏينهن امر مونکي هڪ حساس ليکڪ ٿي نظر آيو، سندس ذهن تي ڏک جون ريکائون هيون، اکيون ويران هئس، شايد ڌرتي تي خون وهندڙ ڏسي، تڙپي آٿيو هو. ان ڏينهن هن زور و شور سان اسان سان سياسي بحث ڪيو هو ۽ کيس يقين هو ته بنگال آزاد ٿيندو ۽ پوءِ کيس سنڌ جو مستقبل ستائي رهيو هو، هن چيو ته بنگال کانپوءِ فوج سنڌ جو نه رخ رکي، امر پنهنجي ڌرتي لاءِ اهڙو سچو هو، جو هن ان کانپوءِ ڪيترين ئي قوم پرست ڪهاڻيون ڏنيون، جن ۾ سنڌي قوم کي سجاڳيءَ جو پيغام ڏنل هو..... هُو پنهنجي من ۾ هن ڌرتي لاءِ الائي ڪيترا سندر سپنا ڏسي رهيو هو، تڏهن ته هن ’جڏهن سان نه هوندس، جهڙي ڪهاڻي لکي هئي.

بنگال آزاد ٿيو، جنگ بند ٿي چڪي هئي، ڪيفي ٽيريا، جماعت اسلامي جي ڏاڙهي پوش غنڊن هوٽل منجهه بار هجڻ ڪري تباهه ڪري ڇڏي. ۽ پوءِ اسانجو اڏو ڪيفي جهان ۽ اهلفي ۾ هوٽل اهلفي جت امر به ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو. هڪ ڏينهن امر هوٽل ۾ آيو، اهوئي خوش پوش، هر ڳالهه تي ٺهڪ ٿي ڏنائين. چار پنج ڄڻا هياسين، ڳالهين مان ڳالهيون ٿي نڪتيون، نيٺ پيئڻ جي

ڳالهه نڪتي. ڪنهن چيو: ”اڄ پيئو (Drink) وڃي.“ ميني ڪي تازو ڀڳهار مليو هو. ” سڀ شيئر (Share) ڪري پيئون“— امر ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين، ”ڇڏيو پيئڻ کي— هلي. ٿا پاڻ ونٽر ريسٽورينٽ ۾ رات جي سٺي ماني کائون.“

”ماني به کائبي. اڄو نه پيئون.“ اقبال چيو، ”کاڌي شراب کاڌي ماني. ڪهڙي غير شاعرانه ڳالهه ڪئي اٿئي.“

سڀ امر کي وٺي ويا، امر پنهنجي اصرار تي قائم رهيو ته هُو ڪڏهن به نه پيندو ۽ پوءِ هليو ويو.

مون سوچيو: ’هي ڪهڙو فنڪار آ. شراب به نٿو پئي .... ۽ ڪهاڻيون ڪهڙيون سٺيون ٿو لکي، گهڻو ڪري سڀ ليکڪ شراب پيئندا آهن ۽ هي ڪهڙو ليکڪ آ، جو سگريٽ به نه ٿو پئي. سگريٽ جي دونهين کان به نفرت ٿو ڪري. عجيب آ. پوءِ مون امر جي ڪهاڻي ’رڃ‘ بابت سوچيو، جنهن ۾ هڪ اسڪول جا ٻي ماستر رات جو شراب پيئڻ ٿا ۽ عجيب ۽ غريب ڳالهيون ڪن ٿا ۽ امر ان ڪهاڻي ۾ شراب پيندڙن جي اهڙي ڪردار نگاري ڪئي آهي، جو پڙهندڙ به پيتل آهي ۽ اهڙي منظر نگاري چٽي اٿس، جيڪو هڪ سٺو چترڪار ئي چٽي سگهي ٿو. ۽ اهو به امر جو هڪ روپ هو....

مونکي ياد آ، جنهن ڏينهن سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌيءَ ٻولي جو بل پيش ٿيڻو هو، ان ڏينهن امر اسيمبلي بلڊنگ جو الائي ڪيئن گيٽ ٽپي آيو هو، مان انوقت اسيمبليءَ ۾ اسسٽنٽ هوس مونکان سيشن ڏسڻ لاءِ پاس گهري، مون وٽ هميشه سياسي ورڪرن ۽ اديبن جو ميلو هوندو هو ۽ هر هڪ کي ڪوشش آهر پاس ڏيندو هوس. ۽ انهيءَ ڪري هڪ دفعو چارج شيٽ به ملي. مونوٽ اُن وقت پاس جي گنجائش ئي نه هئي، امر اندر هال ۾ وڃڻ لاءِ آتو هو، مون وٽ ان وقت شمشير جي هڪ پاس هئي، جا کيس ڏنم،شمشير شايد واپس هليو ويو. بل جي پاس ٿيڻ کانپوءِ هنگاما وڌي ويا، امر به سياسي طور تي باعمل ٿي ويو هو. هن هيئنر هر جلسي، هرمٽنگ ۾ اچڻ شروع ڪيو هو. انهن ئي ڏينهن ۾ اسان ڪراچيءَ جي سنڌي ادبي سنگت طرفان جلسو ڪرايو، جنهنجو مهمان خصوصي جي- ايم سيد

هو، امر شروع کان وٺي هر ڪم ۾ اڳڀرو هو، سرڪاري نوڪري هوندي به هنکي ڪو ڀؤ نه هو. ۽ امر ان جلسي کي ڪامياب بنائڻ ۾ نه ڪٿاڀو.... اڄ به مونکي اهو منظر اکين اڳيان تري ٿو اچي، جڏهن اسان اهو فنڪشن سنڌ مدرسي جي وڏي ميدان ۾ ڪرايو هو، ميدان ۾ وڏيون قناطون لڳل هيون، جنکي لڪڙن ذريعي بيهاريو ويو هو، جڏهن هوا لڳي رهي هئي، تڏهن بانسن جا لڪڙا هوا ۾ لڏيا ٿي ۽ قناطن کي مٿي ٿي ڪنيايون، امر انهنکي بار بار پٽر سان ٿي هڏو، پر هوا به چئي اڄ نه لڳان ته ڪڏهن، سو امر کي به شايد خار آئي، ۽ ڏسندي ئي هن مکيه قناط جي لڪڙي، کي ٻاڪر ۾ جهلي ڪرسي رکي ويهي رهيو ۽ لڪڙو بدستور سندس سيني تي سختيءَ سان جهليل هو ۽ آخر تائين نه ڇڏيو هائين، جيستائين فنڪشن پورو نه ٿيو. ۽ ان وقت ان منظر ۾ ائين ٿي لڳو ڄڻ ڪنهن پهاڙ کي پنهنجي سيني تي ڪنيو بيٺو هو يا ڪنهن ٻيڙيءَ کي طوفان کان بچائيندي سڙهه کي مظبوطيءَ سان جهليو هجي.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ ٿياسو فيڪل هال ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي ورسي ملهائي وئي. تقريرن جي دوران جهيڙو ٿي پيو، جي. ايم. سيد واڪ آئوٽ ڪري ويو، سنڌي پاڻ ۾ وڙهي پيا. امر جي وچ ۾ نه پوي ها، ته هٿين پنجي وڃن ها، پر امر پنهنجي پوري ڪوشش سان جهيڙو ٽاري ڇڏيو، امر هڪ کي هٿ هڏي جهيڙي ٽارڻ لاءِ چئي رهيو هو ۽ سيني کي ايڪي لاءِ چئي رهيو هو، ۽ پوءِ هن سيني چڱن مڙسن کي پنهنجي گهر ۾ ٿاءِ ڪرائڻ جي دعوت به ڏني هئي.

ڪجهه ڏينهن کان هينئر نازو ٿيندڙ سنڌي رسالن جي ايڊيٽرن ۾ ٽيل جهيڙي دوران امر سان مليو هوس، تڏهن هن چيو ته: "اسان سنڌ جي ڀلي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پروگرام تي گڏ ٿيون، ۽ منهنجي هينئر صلاح آهي ته اديبن ۽ قومي ڪارڪنن جي ميٽنگ گهرائي اهڙن جهيڙن جو نبيرو ڪرايون." ۽ امر ان لاءِ وياڪل ٿي نظر آيو- اهو به امر جو هڪ روپ هو، جنهن ۾ هو امر ٿي نظر آيو.

امر جا ڪيترائي جوشيلا بحث ياد ٿا اچن، جڏهن هو بحث

ڪندو هو ته زوردار انداز سان پنهنجو نڪتو بيان ڪندو هو— ۽ وري جڏهن اهڙي ڪا زوردار بحث ڪري ايلفي ريسٽورينٽ مان نڪري اڪيلو وڃڻ لڳو، ته رات ڪافي ٿي چڪي هئي، ماحول خاموش هو، ڪڏهن ڪا موٽر ٿي لنگهي، ٿڌو ڪيسن جون لائيٽون ٻري رهيون هيون. امر چپ چاپ نڪتو، فوٽ پاٿ جي ڪنڊ ورتائين، ڪنڌ هيٺ ڪري هلڻ لڳو، آهستي آهستي قدم، بلڪل خاموش، اڪيلو، چپ چاپ. خاموشي ته اڳ ۾ ئي هئي، اسين ڪيس ڪافي دير تائين ڏسندا رهيا هئاسين، اقبال جو آواز اڀريو، ”ويچارو حسيني.“ ۽ اهو رمارڪ واقعي سندس مائيٽي طبعيت لاءِ موزون هو. ۽ امر جو اهو ئيو روپ هو.

---

# نه زندگي وس ۾، ۽ نه موت

جن ڏينهن ۾ مان پرائمري ماستر هوس، ۽ هڪ سو پنجن رپين مان پندرهن پائين جو نه پيٽ پري سگهندو هوس، ۽ نه تن ڍڪي سگهندو هوس، تڏهن حڪومت کي دڙڪو ڏنو هوم ته منهنجي پگهار وڌايو، يا وڏي پگهار واري نوڪري ڏيو نه ته مان خودڪشي ڪندس. پر پوءِ جلد ئي مونکي خبر پئجي وئي هئي، ته هتي نه فقط مون جهڙن انسانن لاءِ پنهنجي مرضيءَ مطابق زنده رهڻ ڏوهه آهي، پر پنهنجي مرضيءَ سان مرڻ به ڏوهه آهي. خودڪشيءَ جو اعلان ڪري پاڻکي اجايو قانون جي نظرن ۾ ڏنو ڪيو هوم.

آمر جليل، ڪهاڻي، ’سچل سرمست لڙبل ۾.‘

## عزيز ڪلمتي بلوچ

# منهنجو امر، منهنجو سائين

سائين امر جليل کي آءٌ ان ڏينهن کان سڃاڻان، جڏهن پاڻ ماستر هئا ۽ آءٌ شاگرد هوس. اڇي پتلون، اڇي قميص پائي ڪاري بليڪ بورڊ جي اڳيان ڪين شاهه جون سورميون پڙهائيندي پهريون پيرو ڏٺو هئم. لازوال مُرڪ سندن چهري تي هميشه هئي. پاڻ ان دور جي مار ڪٽ ڪندڙ ۽ تيس مار خان استادن کان مختلف هئا، انهن اڪڙ خان استادن کان، جنهنجي وجهہ اسان اجنبيت جون اڪيچار ديوارون محسوس ڪندا هئاسين. ان کان پهرين جو آءٌ ان وقت جو مڪمل نفسياتي تجزيو پيش ڪيان، بهتر اهو ٿيندو ته آءٌ ان اسڪول کي، پالڪي ۽ ان سڄي پلاٽ جو نقشو ٻڌايان.

مون ۱۹۶۰ع يا ۱۹۶۱ع ڌاري سياسي يتيم ضلعي ٺٽي جي ڳوٺ احمد خان ڪلمتي کي خيرآباد ڪري، ڪراچيءَ جي واحد سنڌي سرڪاري هاءِ اسڪول اين-جي-وي (نارائڻ جڳناٿ وديا) ۾ پنجين درجي سنڌي يعني پهرين انگريزيءَ ۾ داخلا ورتم. ۱۹۶۳، ۱۹۶۴ ڌاري سائين امر جليل اسانکي استاد جي حيثيت ۾ پڙهائڻ لڳو هو. چڱيءَ طرح ياد ڪونهي، پر شايد ستين، اٺين ۽ نائين ڪلاس ۾ سنڌي وٽس پڙهيس. منهنجي اڳيان وقت کي ڇڏي ان دور جي وڏي اهميت آهي، جنهن دور ۾ امر جليل، سائين جليل احمد قاضيءَ هڪ استاد جي حيثيت ۾، محبت، ڀائپي، اتحاد ۽ سنڌيت جو درس ڏنو. انهيءَ ڪري ئي مان سندن شخصيت کان انتهائي متاثر ٿيس، ۽ کين هڪ عظيم انسان تصور ڪيان ٿو. سندن کي عادتون مون نقل ڪيون ۽ سندن شخصيت مثالي سمجهي پنهنجي شخصيت کي اڏڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. انهيءَ ۾ مونکي ڪيتري ڪاميابي ٿي آهي، اهو آءٌ نه ٻڌائي سگهندس. باقي ايترو ضرور چوندس، سندن هڪ ڳالهه آءٌ پنهنجي ڪري سگهيو آهيان

سا آهي: 'سدائين کلمک رهو،' 'هر حال ۾ خوش رهو.'

خوشگوار ۽ ٻهڪندڙ ماحول وبتر وڏيڪ ولندو آهي، جنهن حالت ۾ هرطرف ٻوسائيل ۽ کوهيڙي ۾ ٻڌل رُت هجي. ملازمت پيشي ۾ سڀ کان وڌيڪ مايوس ۽ دل شڪسته ڪلارڪ ۽ ماستر رهيا آهن، انهيءَ دور ۾ ۽ خاص اسانجي اسڪول جا ماستر سنڌي هجڻ جي صورت ۾ ناڪامين جا مجسما نظر ايندا هئا. هو هميشه محرومين جي چوواٽي تي بيهي ٻاڪاريندا هئا. سندن وچڙيل شخصيتون اسانکي ڪجهه نه ڏيئي سگهيون. گهڻ ڀڪهار، معاشري ۾ صحيح مقام نه ملڻ جي ڪري، پريشانيون سندن مقدر بڻجڻ جي خوف کين اٻهرو، ٻڌل، ڪرسم، چيڙاڪ ڪري ڇڏيو هو ۽ آخر اها چڙ اسانکي ڏنڊا هڻي پوري ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته هو ٻارڻ ۾ ٻيانجي چانهه جا ڪوپ هڪ ٻئي جي مٿي ۾ هڻي ٽڏا ٽيندا هئا. اهڙيءَ طرح اسان مٿن ڪِلندا ۽ خوف کائيندا هئاسين. اسانکي اهي ماستر گهڻ، بيوچڙاٺو گهٽا نظر ايندا هئا. انهيءَ طرح اسانجي ۽ ماسترن جي وچ ۾ اجنبيت جي ديوار وڌندي. جنهنجي ڪري اسان 'ب' بلا، 'ٻ' ٻڪري ۽ 'ڏ' ڏکي ڪانسواءِ ڪجهه به پرائي نه سگهياسين.

اهڙي ٻوسائيل ۽ اونداهي ماحول ۾ ڪجهه روشني پکڙي نه اها هئي سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ۽ جنهنجو روح روان هو سائين امر جليل. اسين ادب ۽ ادبيت جي الف کان به واقف ڪونه هئاسين. 'چانڊوڪيءَ ۾ ڪلفٽن جو سير' ۽ 'آٽ' تي مضمون لکڻ ڪانسواءِ ٻيو اسانکي ڪجهه نه ايندو هو. پر جيڪو مِٺ، چاهه ۽ سرپرستيءَ جو احساس سنگت جي محفل ۾ مليو ٿي، جنهنجو سرچشمو امر سائين هو، تنهن اسانکي مستقل لکڻ ۽ اسڪول کان واستگيءَ جو احساس ڏياريو. سنڌي ادبي سنگت جو اسانجي اسڪول ۾ هر جمعي تي ميڙ ٿيندو هو. جنهن ۾ تعداد جي لحاظ کان هر ڪلاس کان وڌيڪ ڇوڪرا ايندا هئاسين ۽ سائين امر جليل انهن کي سيني جي اکيان پڙهائيندو هو. هر ڇوڪرو، انهيءَ لکڻ تي پنهنجو رايو ڏيندو هو، ۽ آخر ۾ سائين امر پنهنجيون تجويزون

ڏيندو هو. انهيءَ دور جي لکندڙن مان اسانجو دوست اقبال جتوئي اشوڪ ڪنگوائي، قمر چارڻ ۽ نثار قابل ذڪر آهن.

سائين امر جي قابل تعريف دلچسپي، چاهه ۽ خلوص اسانجون دليون ڪتي ورتيون. عام طرح اسين اسڪول جي موڪل جو بيل وڄندي وڄندي ئي اسڪول ڇڏي بندر روڊ تي نڪري ايندا هئاسين ۽ ٻڪرين وانگر ٽهي اسڪول کي ترت ڇڏڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسين، پر جنهن ڏينهن سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ٿيندي هئي، فرض لازم سمجهي سڀ وڃي ڪلاس ۾ گڏ پهچندا هئاسين ۽ دير دير تائين محفل هلندي هئي. ٻڪ هوندي ٻه محفل جي ختم ٿيڻ تائين هرڪو سڪون سان ويهي ڪاروائي ڏسندو هو.

سائين امر اسانکي سنڌي پڙهائيندو هو. جيستائين مونکي ياد پوي ٿو ته انهيءَ دور ۾ هي صاحب سنڌيءَ جو ايترو چالو نه هو. جنهنجو سبب شايد اهو به ٿي سگهي ٿو، ته پاڻ ايم- اي اڪنامڪس ۾ ڪئي هئائون يا ڪرڪيٽ طرف ڌيان گهڻو هئن. اهو سون انهيءَ ڪري واضح ڪيو ته پاڻ شاهه جي بيتن جي معنيٰ ٻڌائيندي لاڙي ٻوليءَ جا ڪي اهڙا لفظ چٽيءَ طرح واضح نٿي ڪري سگهيا. اصل ڳوٺالو ۽ لاڙي آءٌ ٿي هوندو هوس، تنهنڪري ان ڳالهه کي ٻروڙي سگهيس ٿي. پر شايد آءٌ ٿي هئس جنهن اها ڳالهه نوٽ ڪئي، نه ته ڪنهن به ڇوڪر انهيءَ جو اظهار نه ڪيو. بهرحال شروعاتي دور ۾ هر هڪ استاد ائين ڪندو آهي.

آءٌ وثوق سان نه ٿو چئي سگهندس، پر شايد اهو اهو دور هو، جنهن وقت سنڌ ۾ سنڌي رسالا سائين امر جون ڪهاڻيون ڪونه ڇاپيندا هئا ۽ وڏيرڪي ذهنيت جو شڪار هئا. يا چند ادبي ٺيڪيدارن جو مٿن قبضي هجڻ ڪري نئون ليکڪ جتيون گسائيندو رهندو هو. ۽ سائين امر هندستاني رسالن ڏي پنهنجون ڪهاڻيون موڪليائيندو هو ۽ اتي ڇپيون هيون. شايد انهيءَ ئي دور ۾ پاڻ 'نجم شيرڻ' جي نالي ۾ لکي متنازعہ مسئلو کڙو ڪيو هو. آخر سائينجن مڪيل سانيءَ جي در ڇڙهي وڃا ۽ اسڪول ۾ ماستري ڇڏي ڏنائون. اسان سان ڪنهنکي به خبر نه پيئي. سنڌن وڃڻ ڪري هڪ خال پيدا

ٿي پيو هو. تنهنکي هڪ ڀيري استاد عبدالحڪيم ’ارشد‘ پرڻ جي ڪوشش ڪئي، ’پر وياجي وڻجهار هيرا لعل ونڊين جي‘ اها رونق اها هلچل ۽ تازگي محفل جي ميٽنگن سان نڪري چڪي هئي • سسئي ۽ سور..... اسين، اهي ماستر ۽ اهو اسڪول اتي جو اتي رهيو. پر اسڪول جي زماني جي آخري مارُ جيڪا علي حيدر شاه جي هٿان پيئي، ڏاڍي اڻ وڻندڙ هئي (جنهن ۾ اڄڪلهه جو سنڌي نيوز ريڊر سليم ميمڻ به شامل هو) سا اڄ به ياد آهي. اڻ وڻندڙ انهيءَ ڪري جو هڪ ته علي حيدر شاه ڀڳهار وٺي ڪانسوام پڙهائي سگهيو ٿي ڪونه هو • ٻيو ته اسانکي اسڪول آفيس ۾ ڪلارڪ جي اڳيان بيهاري ماريائين •

ان کان اڳ جو آءٌ موڪلايان، هڪ واقعو پيش ڪندس، جنهن ۾ امر سائين جي شخصيت منهنجي لاءِ امر ڪري ڇڏي. اسانجي اسڪول ۾ هڪڙو اڪڙ خان ملٽري رٽائرڊ ڊرل ٽيچر هو، جيڪو ڇوڪرن کي گهڻو سمجهي ڪٽيندو هو • پاڳلي شاه جي ٻڌائي ڦونڊجي وهندو هو. ساڍن ڇهن فوٽن جو ڊاور، ٻارن کي لتون هئي ڏاهي وجهندو هو. انهيءَ جي پيريڊ ۾ منهنجي قميص ڪُلهي وٽان ڦاٽي پيئي هئي. انهيءَ ڏينهن شام جو اسڪول موٽندي آءٌ وڪٽوريا روڊ صدر سان (جتي هاڻي صدر پوسٽ آفيس آهي) لنگهي رهيو هوس ته سائين امر به پنهنجي ڪجهه دوستن سان گڏ اتي بيٺو هو. موٽکي سڏ ڪري، منهنجي ڪُلهي وٽان ڦاٽل قميص ڏي هٿ وڌائي چيائين، ”بابا، هي ڇا آهي؟ ڇو تو سنڌين کي بدنام ڪرين.“ اهي ئي لفظ آهن جي وجود ۾ ٻُرن ٿا، انهن ئي ئي پنهنجي شخصيت آڏي اٿم. آءٌ سمجهان ٿو امر سائينءَ جو موٽکي ابتدائي ۽ آخري سبق اهو ئي هو.

---

■ مانگر مڇ چيو، ”اڄ سچل سرمست تون گرفتار ٿيو آهين، سيالي شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو وارو آهي.“
— امر جليل، ڪهاڻي، ’سچل سرمست لرڪن ۾‘

عنايت بلوچ

# امر جليل

## منهنجي نظر ۾

مون امر جليل جي ڪهاڻي 'عشق ۾ انٽرويو' ٻه ڀيرا پڙهي. منهنجو چاچو مهجور مصطفيٰ جيڪو پاڻ هڪ تمام وڏو، پر گوشه نشين لکندڙ آهي (ڪاش ڪو ڪيس باقائده لکڻ لاءِ مجبور ڪري ته جيئن سنڌ ۾ هڪ وڏي اديب جو اضافو ٿي پوي.) تنهن مون کي هڪ ڀيري پٺ ٺپري ڏيندي چيو: "عنايت ويهه، ته تو کي هڪ زبردست ڪهاڻي ٻڌايان."

ڪافي ٽارڻ جي ڪوشش ڪيم، پر چاچا نه ڇڏيو ۽ مان به هڪ شرط تي ڪهاڻي ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي ويس ته جي بور ٿيس، ته پوءِ چانهه جي پيالي چاچا پيارڻندو.

"ها جي پسند آهي ته تون پيارينديئن." چاچا ٿورو ٻهه ورائڻ، صاحب ماني ٿيڻ بعد 'عشق ۾ انٽرويو' پڙهي ويٺي. اڪين مان گهوڙها به نڪتا ته ڪيلي ڪيلي ڪيرا به ٿي پيا سين. هر دفعي پڙهڻ سان لطف وڌندو رهيو ۽ اڻين خبر ناهي ته ڪيترا دفعا پاڻ پڙهي ويس. پڙهڻ شرط، جليل جي نه رڳو ڪهاڻيون، پر سالس انٽرويو (ملاقات) لاءِ اندر ۾ عشق جاڳي پيو. سندس هر ڪهاڻي اندر جي آڳ آڀهارينديءَ به رهي ته وري پي ڪهاڻيءَ لاءِ پياس وڌائيندي به رهي. امر جليل سان جيئن جيئن ملاقات جو شوق وڌندو رهيو، تيئن تيئن اندر ۾ ڪي عجيب وسوسا به وڌڻ لڳا جو ته پنائيءَ جو ببت اڇي ياد پيو هو ته:

ڏوريان ڏوريان م لهان – شال م ملان هوت،
جيءَ اندر جا لوچ – متان ملڻ سين ماڻي ٿئي.

منهنجي وهمن جو وڏڻ گذريل تجربن ۽ مشاهدن تي مبني

هو. اڳ ۾ ڪيترن ئي اديبن جون لکيون ۽ شاعرن جا شعر پڙهي منهنجي دل ۾ انهن لاءِ بيحد محبت ۽ عقيدت پيدا ٿي، پر جڏهن انهن سان مليس (مهربانيءَ لاءِ نالو لکان) ته اندر جو سچو اثر، عقيدت ۽ محبت ڦٽي جي صورت ۾ ٻاهر نڪري آيا. مڃان ٿو ته اديب ۽ شاعر به هڪ گوشت پوست جو انسان آهي، ۽ هر انسان ۾ ڪي خوبيون ته ڪي خاميون به ضرور آهن. پر منهنجي خيال ۾جيڪڏهن هنجي مضمونن ۽ طور طريقي (سان قول ۽ فعل جي ڳالهه بنهه نٿو ڪريان) ۾ زمين آسمان جو تضاد هجي ته آهو اديب يا شاعر ٻين کي هرگز متاثر نٿو ڪري سگهي. سان سمجهان ٿو ته هڪ اديب ۽ شاعر جي ملڻ، گفتگو ڪرڻ، اٿڻ ويهڻ ۽ هلڻ چلڻ سان جيڪڏهن اخلاق، تهذيب ۽ انسانيت جي خوشبوءِ نه اچي ته پوءِ پڙهندڙن تي ليکڪ ايترو اثر انداز نٿو ٿي سگهي. اهڙي صورت ۾ پڙهندڙ ويچارو ڏاڍو حيران پريشان ٿئي ٿو ۽ دل ئي دل ۾ چئي ٿو ته ڇا هي آهو ئي ليکڪ آهي، جنهن جي ذهن لاءِ مونکي اندر ۾ايتري آڌر ڀاءُ لڳل هئي؟

مون ۾ شروع کان وٺي اها ڪمزوري پئي رهي آهي ته جنهن به ليکڪ، اديب يا شاعر مونکي متاثر ڪيو آهي ته، ان سان ملاقات جو شوق هميشه دل ۾ پئي رهيو آهي. حالانڪ ڄاڻان به ٿو ته چاهت فنڪار جي فن سان ۽ اديب جي تخليق سان ٿيندي آهي، نه ڪي سندس شخصيت سان، پر پوءِ به خبر ناهي ته غير شعوري طور لائي ڇو سان شخصيت پرست آهيان.

گذريل ڪڙن ۽ تلخ تجربن جي باوجود به امر جليل سان ملاقات جو شوق روز بروز وڌندو رهيو. تانجو قدرت جو ڪم اهڙو ٿيو، جو نه رڳو ساڻس رسمي طرح ملاقات ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيو، پر مونکي به ساڳي ڪاني ۾ نوڪري ئي ڪرڻي پئي، جتي جليل اڳي ئي جڪڙيل هو. فرق فقط هيترو هو، جو هو حيدرآباد جون هيرون کائي رهيو هو ۽ آءٌ ڪراچيءَ ۾ قيد هوس. چوندا آهن ته جستجو ۾ خلوص هجي ته پرين پسڻ ۾ ويرم ئي ڪانه لڳي. امر جليل کي به شايد خبر پهچي وئي ته آءٌ سندس ملڻ لاءِ واءُ ون پيو

واجهايان، سو هڪ ڏينهن اوچتو پاڻ ئي اُن دوستن سان گڏجي عنايت تي عنايت ڪري جڳهه تي هليو آيو. ڇا جو تڪلف، ڇا جو تڪبر، نه ٺانءُ نه ٺون، هڪ سڌو سنئون، کلمک ۽ صاف ماڻهو نظر آيو. ڪلاڪ به ڪچهري هلي، پهرين ملاقات ۾ ئي ڪافي متاثر ٿيس.

شاهه رح جو شعر جيڪو مٿي لکي آيو آهيان وري ياد پيو ۽ وهم وسوسا وري وڌڻ لڳا ته: "سڪ وري وري ملڻ سان مٿان مانئي نه ٿي وڃي. پر هي شخص مانئي ٿيڻ ڪٿان ٿو ڏئي. وٽس محبت جا من ۽ اخلاق جا انبار آهن. منجس انسانيت آهي، سندس مُنهن تي هميشه مُرڪ آهي. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، گفتگو ۾ وٽس نياز ۽ نوڙت آهي. سندس ڪوبري ۾ جيڪو ڪجهه آهي، انلاءِ منهنجن ٻين دوستن ڪافي ڪجهه لکيو آهي، مان فقط ايترو لکندس ته پنهنجي ڪوبري ۾ مان هُن هٺ ۽ تڪبر کي ٽڙي ڪڍيو آهي. هو عظيم آهي، پر پنهنجي عظمت کي ٻين مٿان مڙهڻ لاءِ تيار نه آهي.

هڪ دفعي ڪراچي ريڊيو اسٽيشن تي سندس ڪمري ۾ ويٺو هوس. ڳالهين مان ڳالهيون ٿي نڪتيون. ڪلندي ڪلندي ڪيس چئي ڏنو هوم: "جليل، جيڪڏهن تنهنجي انسانيت توکي مجبور نه ڪري ها ته فقط ناهي ليکڪ جي حيثيت ۾ ليکيائين به نه ها." پاڻ منهنجي بدتميزيءَ تي مُرڪي ۽ ماٺ ٿي ويو هو. خبر ناهي ته ڪيس ياد به هجي يا نه.

انسان جو جيڪو هڪٻئي سان عظيم ۽ اڻ ٽٽندڙ رشتو آهي، سو آهي انسانيت. مان سمجهان ٿو، انسانيت اسانجو دامن نه ڇڏيو آهي، پر اسان ڪائنس رُسي ويا آهيون. انسانيت جي اٿاهه سمنڊ جي سير ڪرڻ ۽ انجي تار ۾ ترڻ بجاءِ واهن، ڪڙين ۽ ڪسين ۾ لڙهندا وڃي ساڀولن جي مُنهن ۾ ڦاسي پيا آهيون ۽ انهن ۾ اهڙا ته اٽڪي پيا آهيون، جو نڪا اڳتي اُڪري سگهون ۽ نه پوئتي نڪرڻ جي ڪا راهه ٿي سُجهي. سمجهجي ائين ٿو ته اتي ئي ڦٿڪي ڦٿڪي بي نام و نشان موت مري وينداسين. مٿي مٿي مهراڻ ۾ ڪڏي ڪاهي پوڻ ۽ سمنڊ جي سيرن ۾ جيڪو سُکون ۽ ساهه آهي سو

ڪوڙين ۽ ڪسين ۾ ڪٽي آهي. انسان رنگ، نسل، ذات پات، گهٽ وڌ ۽ اوچ نيچ جي نظرين جي آڙ ۾ اڄ تمام محدود ٿي ويو آهي ۽ جيڪا تباهي ان آڙ ۾ آئي آهي آها بني نوع انسان ڪان هرگز ڪجهي ڪانهي. انسانيت جي روشن مشعل خود انسان جي ڦوڪن سان وسامي چڪي آهي ۽ هر طرف اونده انڌوڪار برپا ٿي ويو آهي. رستو ٿي اونده ۾ نه ليندو، نه پوءِ پتڪن ڪانسواءِ ڪو چارو ڪونهي. ها، ٻه چار آهن جيڪي مختلف ۽ متضاد طرفن ڏي وڃن ٿا. هڪڙو هي آهي ته انسانيت جي ڏنڊيل مجسمي کي حيوانيت کان آجو ڪرائي وڌو اجر ڪٽجي. ٻيو رستو آهي حيوانيت جي خدمت ڪرڻ جو. حيوانيت جي راڪاس کي پالي ساڻي، ڪارائي پياري ڪيس اهڙو ته متارو ڪجي، جو هڪئي جهڙپ سان سيني انسانن کي هڙپ ڪري ڇڏي. مختصر لفظن ۾ مطلب هي آهي ته حيوانيت جي راڪاس کي گڏيل ڪوشش سان هڪدم ماري مات ڪجي، ورنه حيوانيت هڪئي وار سان انسانيت کي هميشه واسطي ختم ڪري ڇڏيندي.

مونکي يقين آهي ته ڪل جڳ جا ڪا ڀڙي اهان تائين اسان ۾ ڪجهه نه ڪجهه موجود آهن، جيڪي ائين ڪڏهن به نه چاهيندا ته درندگي جو ديو هن دنيا جي پيار جي پوک کي ڪاٽي ڪڙوڪائي ڇڏي. جي واقعي ائين آهي ته پوءِ وقت اچي ويو آهي ته هر فرض شناس انسان پنهنجي تن، من ۽ ڌن جي بازي لڳائي ٻه حيوانيت جي ڀوتن کي ٻڙچين پالن سان اڏائي ڇڏي ۽ ڦتني بازن جا تختا ڪيدي انهن جون ٻاڙون پٽي. انسانيت جا دشمن، درندا ۽ حيوان دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهن، جنکي ختم ڪرڻو آهي. انسانيت جي بقا جي خاطر، عالمي امن خاطر، ۽ تهذيب و تمدن کي بچائڻ ۽ ڪيس فروغ ڏيڻ خاطر.

دنيا جو هر بيدار انسان اهڙين حيواني طاقتن سان شروع کان وٺي وڙهندو رهيو آهي. ان جنگ ۾ هن ڪيتي قربانيون ڏنيون آهن ۽ شابس اٿس ته مير ڏئي به ان معرڪي تان پٺتي نه هٽيو آهي.

امر جليل به انهن بيدار انسانن مان هڪ آهي. الله جي طرفان

عطا ڪيل انسانن جي جنهن زمين جي ٽڪري تي هو رهي ٿو آني جيئن هن هوش سنڀاليو ته سندس اکين آهو ڪجهه نه ڏٺو، جنهنجو هن پنهنجي وڏن کان ٻڌو هو يا ڪتابن ۾ پڙهيو هو. هن ٻڌو هو ته هيءَ ڌرتي هڪ عظيم ڌرتي آهي. صلح، امن ۽ آشتيءَ جو آستان آهي. هتي ڪلفت ڪروڌ ڪونهي. ماڻهن جو پنهنجو پاڻ ۾ ايڪو الفت ۽ مهر و محبت آهي. پوءِ هُن ڏٺو ته انهيءَ پيار ڀري ڌرتيءَ تي جنگ ۽ جدل ۽ جهيڙا جهتا برپا ٿي ويا. جنگي اڳ ڪڏهن ڪنهن نه ٻڌا نه ڏٺا. هتي غيرت ۽ عزت جي جاءِ فريب ۽ مڪاري ڪيئن اچي والاري؟ هتي ميٺ محبت جي بجاءِ ڪينو ۽ ڪلفت ڇو ڪاهي پيا؟ هر غيرت مند شخص وانگر جليل به پنهنجي مقدس ڌرتيءَ جو دامن داغدار ڏسي نه سگهيو. هنجي رت ٽهڪو ڪاڙهو ۽ پنهنجي اندر جي اوبر سان هن بدڪارن طرفان لڳايل بدنما داغ ڌوئڻ شروع ڪيا. ظلم ۽ انساني ناانصافيءَ جي نيزن جا نشان ميٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪري رهيو آهي. هن مقدس ڌرتيءَ تي ڪيس انسان به نظر آيا ته حيوان به. هو ان وقت سڏڪي رهيو هو، جڏهن هُن ڏٺو ته انسانن جو لٽيل ۽ ڏتڙيل قافلو حيوانن جي 'آزد لشڪر' کان ويتر لٽجي رهيو هو. جس هجيس جو انسان ۽ انسانيت کي سچائي سندس سائي ٿيو ۽ حيوان ۽ حيوانيت جو ڪٽر دشمن بنجي پيو.

امر جليل جي قلم جي نوڪ تلوار کان وڌيڪ تکي آهي، جنهن فتني باز حيوانن کي ڏاڍو خوفزده ڪري ڇڏيو آهي ۽ اميد ته آهو وقت دور نه آهي جو سندن ڪندا ڪجي ويندا ۽ حيوانيت جا جن، ڀوت، درندا ۽ ديو سڀ پنهنجو موت پاڻ مري ويندا؟

جليل پنهنجي سيني ۾ هڪ درد مند دل رکي ٿو. هو انسانن سان حيوانن طرفان ٿيندڙ ڪيس ۽ ڪلور ڏسي برداشت نٿو ڪري سگهي. انساني ناانصافي ۽ ناهمواريءَ خلاف آواز اٿاري ٿو. هو مظلومن جو يار ۽ ظالمن جو سخت دشمن آهي. ظلم خلاف سندس جنگ جاري آهي. آخر ۾ منهنجي دلي تمنا آهي ته اسانجا پيا اديب، ليڪڪ ۽ شاعر به (سيني سان لاڳو نامي) جيڪر امر جليل جهڙا ٿي پون ته جيئن انهن سان ملڪ بعد اثر ۽ عقيدت اچان وڌي وڃي ۽ اٿين نه نه

پڙهندڙ جي اکين چاهت، ملڪ سان حب ني وڃي.

جليل بشڪ سنڌي ادب ۾ امر ٿي چڪو آهي ۽ اهو صرف انڪري نه هو هڪ بر ک ليکڪ سان گڏ هڪ آچو انسان به آهي ۽ انسانن جو قدردان ۽ حيوانن جو پڪو دشمن آهي.

---

■ نيشنل ٿيٽرس جي هڪ ڊرامي ۾ بهترين پرفارمنس جو انعام مليو هوم. ميڪ-اپ روم ۾ آيس، ته ڊرامي جي هيروئن ميڪ-اپ لاهي رهي هئي. سونکي انعام لاءِ مبارڪ ڏنائين. سندس دل رکڻ لاءِ چيم، "پرواهه نه ڪر، هي دفعي تو کي انعام ملندو."

آئيني جي عڪس سان نهاريندي ورائيو هئائين، "مان انعام لاءِ نه، پيٽ پالڻ لاءِ ڊرامن ۾ ڪم ڪندي آهيان."

سندس جواب ۾ جيڪو درد هو، غم ۽ ڏک هو، تنهنکي وساري نه سگهيو آهيان. هيري جي ڪڻ ڪنهن لاءِ سينگار، ته ڪنهن لاءِ زهر قاتل. موت رستي جي پٿرن ۾ تاج محل ۽ ٽٽل تاري جي، لاٽ ۾ لکين نکٽ ڏٺا آهن.

امر جليل - مضمون، 'جائزو.'

■ رئيس وڏن ماڻهن سان ڇڪلي ۾ ويندو هو. هر جڏهن ڪان ڇونڊين ۾ بيهڻ جو ارادو ڪيو هئائين، تڏهن ڪان ڇڪلي ۾ وڃڻ گهٽائي ڇڏيو هئائين. ڇڪلي ۾ ڪيس نظيران پسند هئي. نظيران جڏهن به رئيس ڪي راضي ڪندي هئي، تڏهن رئيس نوٽن جو ڍير سندس قدمن ۾ اڇلائي، ڪيسا ڇنڊي، ويندي ويندي، در وٽان سنهن ورائي چوندو هو، "سنڌين سان ڪير ڪلهو هڻي سگهندو، نظيران. حڪم ڪر ته سڄي سنڌ تنهنجن قدمن تان قربان ڪري ڇڏيان."

امر جليل - ڪهاڻي، 'لهندڙ سج وڏنڌڙ پاچا'

ڪي ايل ٽلها

# اڄ ٻه تنهنجي لاءِ ويڳاڻا

'سهڻيءَ' سنڌ ڪٿو آهي ته امر جليل تي پنهنجا تاثرات موڪليو، ائين ٿو لڳي ڄڻ عاشق کي چيو هجيس ته پنهنجي معشوق لاءِ ٻڌاءِ، چڪور کي چيو هيس ته چنڊ لاءِ چئه، يا ائين ڪٿي سمجهجي ته پتنگ کي نينڊ ڏني هجيس ته شمع لاءِ پنهنجي خيالات جو اظهار ڪر.

محترم امر جليل، بيشڪ هڪ امر اديب آهي، هڪ امر آواز ۽ هڪ مستقل تحريڪ آهي جا ڪڏهن به ختم ني ٿي سگهي، بالڪل ان ڏيئي وانگر، جنهنجي جوت هڪ ڪان ٻئي تائين منتقل ٿيندي رهي ٿي ۽ اجهامي نٿي، ۽ هن تحريڪ کي (آزادي جي جوت کي) بند ڪندڙ بيوقوف دوستن کي ايترو ٿي چوندس ته:

ڏيئو ٻري ڏيئي سان، ٿئي چمتڪار چوڌار،
جوت آزادي ٻار، وسائي وسائيندي ڪيتري.

سو جيسين دنيا آهي، تيسين سنڌ رهندي ۽ جيسين سنڌ آباد آهي، تيسين محبوب امر جليل به امر رهندو ۽ هن امر شخصيت تي ڪجهه لکڻ لاءِ آءٌ ٻيو پيرو وري ڪجهه ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

ادبي دنيا ۾ هينئر امر جليل کي جا جاءِ مليل آهي، سا ڪن ٿورڙن جي حصي ۾ ئي آئي آهي. جو ته پاڻ هن مجلس جو روح رهن ٿا. علم ادب جا مکيه ٽي پاسا ٿيندا آهن:

١- وندرائيندڙ، ٢- سيکاريندڙ، ٣- جذبا اڀاريندڙ. ۽ محترم امر جليل جي مضمونن ۽ ڪهاڻين ۾ اهي ٽئي ساڻ ٿا. سندس لکڻي اهڙي ته صاف، سليس ۽ عام فهم هوندي آهي ۽ اهڙي سلوڻي ۽ سوادي هوندي آهي، جو ڪهاڻي ختم ڪرڻ ڪان اڳ ڇڏڻ تي دل ئي نٿي ٿئي. سندس هر مضمون ۾ ڪا نه ڪا سکيا هوندي آهي، وري جوانن ۽ جوڌن جا جذبا اڀارڻ ته ڪو امر جليل کان سکي.

انهن سڀني کي عملي شرط ڏسڻ لاءِ آءٌ سندس ڪن ڪهاڻين جو حوالو به ڏيندس.

اديب ئي صحيح معنيٰ ۾ معاشري جو معمار ٿئي ٿو، ۽ تنقيد ئي فقط اهو هٿيار آهي، جنهنجي صحيح استعمال سان هن معاشري ۾ پيل مرضن کي ماري سگهجي ٿو. حقيقت ۾ ادب تيستائين نامڪمل آهي، جيستائين انکي تنقيد جي ڪسوٽيءَ تي نٿو چاڙهجي. جنهن بعد ئي کري کوٽي جي خبر پوي ٿي. امر جليل جي هر ڪهاڻي سماج تي تنقيد آهي، ۽ صحيح معنيٰ ۾ سماج لاءِ سينگار آهي. پنهنجي ڪهاڻيءَ ’تاريخ جو ڪفن‘ ۾ مسلمانن جي غلط نموني ۾ نماز جي ادائگيءَ تي هڪ ڀرپور وار ڪيو اٿس. ان ڳالهه ۾ جتي محمود ۽ اياز جو ڪوبه فرق نه ٿيندو آهي، اتي ڪارن اڇن، ڪارن سڻهن ۽ غريبن اميرن ۾ فرق رهي ٿو. ۽ ان فرق کي جنهن خوبي سان، هڪ سهڻي سيٽ سان پاڻ ننڍهو اٿائون، سو جس جوڳو آهي. شيديءَ کي ڪنهن هنڌ به جڳهه، ڪونه ٿي ملي، حالانڪ هو ادائگي نماز لاءِ ايو هو. لکي ٿو: ”ماسي ۾ ويٺل ايڪٽر چاپ جوانڙن ٺهڪ ڏنو. هڪ چڙي چيو: پاڻنجي ٿو آفريڪا مان هجرت ڪري آيو آهين. ٺهي چٽني ٺهڪ ڏنو.“ ”اڳتي ڪيڏانهن پيو اچين.“ ٻن ٽن چئن ڪيس بيهاري ڇڏيو ۽ سندس قاتل ڀرائڻ ڪپڙن ڏانهن حقارت وچان ڏسندي چيو.“

وري ٻي ڪهاڻي ’هن چار ۾‘ نه واقعي ئي وڏيرن جي اصلي ذهنيت جي آئينه دار آهي. ڪين سڄڻ هن ڪهاڻي کي غلط ۽ فضول سڏيو آهي. پر ڪين شايد اها خبر نه آهي ته هيءُ واقعو بلڪل اهڙيءَ طرح اسانجي سنڌ ۾ ٿي گذريو آهي. ڇا، ڪنهنکي آئينو ڏيکارڻ غلط آهي؟ جرم آهي؟

وري سندس ڪهاڻين جو پاڪٽ بڪ ’رڃ‘ به پاڻ سان وڏي اهميت رکي ٿو. رڃ ڪهاڻي ۾ پئسو، شراب ۽ بازاري عورت کي هڪ اهڙي روپ ۾ ظاهر ڪيو اٿس، جنهن ۾ پيان هڪ بي عقل انسان ڀڄي ڀڄي پنهنجي حياتي برباد ڪن ٿا، پر ’رڃ‘ ڪٿي ئي حاصل نٿي ۽ حقيقت جو روپ وٺي. سڄي ڪهاڻي بهترين ٽولڪن ۽

چرچن گهڻن سان سنواريل آهي، جي پنهنجي جڳهه تي تفريح سان ڪڏهن ڪڏهن سکيا به ڏين ٿا. سندس ڪهاڻي 'اروڙ جو مست' ته سنڌ لاءِ سچ پچ هڪ شاهڪار ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ پاڻ سنڌين کي سجاڳ ڪرڻ جي بيحد ڪوشش ڪئي اٿون. لکيو اٿس: "بيوقوف سنڌين کي ڪهاڙين ۽ بندوقن ڪانسواءِ به ڦري سگهجي ٿو. سنڌ ۾ ڪاڻي ڪرامتن جو پير ٿجي يا رهزن ڌاڙيل، ٻئي ڏنڊا هڪجهڙا آهن."

سنڌ جي هن عوامي ايوارڊ يافته فنڪار جا انعام يافته ڪتاب 'دل جي دنيا' ۽ 'جڏهن مان نه هوندس' سچ پچ سنڌ لاءِ بهترين سنيها آهن، جن ۾ هر پڙهندڙ کي پنهنجو عڪس ملي ٿو. سندس ٻيون ڪتاب نه شاهڪار آهي. ٻارن لاءِ لکيل به سکيه ڪهاڻيون 'اسٽار سرڪس جو جوڪر' ۽ چريٽ ۽ قلفي، به پاڻ سان وڏو اصلاحي پهلو رکن ٿيون. قلفي ۽ چريٽ ۾ لکي ٿو: "قلفيءَ واري ڪان هٿڏو هٿ نه علاءُالدين کي ڪيئن نه جادو جو چراغ لڀي ويو هو ۽ پوءِ وٽس دولت جا انبار لڳي ويا هئا. صوبيداريءَ ۾ ادا کي به اهڙو ئي چراغ هٿ لڳي ويو آهي. هر مهيني ڪجهه نه ڪجهه ضرور آڻيندو آهي. ڪڏهن ريفريجريٽر، ڪڏهن ريڊيو گرام، ڪڏهن پيانو، ڪڏهن فرنيچر، ۽ ڪڏهن چينيءَ جو سامان ۽ قيمتي ڪپڙا." اهڙيءَ طرح اڄ ڪلهه پوليس جي رشوت کي، ڪهڙي نه سهڻي تشبيهه ڏئي تنقيد ڪئي اٿس. ساڳي مضمون ۾ اڄ ڪلهه جي ڪوڙي ليڊرشپ ۽ بک هڙتالين کي ٺوڪيندي لکي ٿو: "تون ٿو سمجهين، تون چريٽ آهين. اها سڀ ليڊر ٿيڻ جي سياست آهي. ڏسجانءِ هڪ نه هڪ ڏينهن مان ضرور وزير ٿيندس." ڪهڙي نه خوبصورت ۽ وڻندڙ طريقي سان عوام کي سجاڳ ٿو ڪري ته ڪوڙن ليڊرن جي انڌي پوئواري کان بچو. سندس ٽائيٽل ڪردار چريٽ، قندل ۽ ماستر ڪهڙا نه مزيدار آهن. ماستر خوامخواهه پنهنجي ڳالهه مڃائڻ لاءِ ڪيئن نه اجايو شاگردن کي پيا مارين ڪٽين. ۽ ساڳئي ڪتاب جي ڪهاڻي 'پل صراط' ۾ ڪيئن نه اجاين رسمن تي چٿرون ڪيون اٿس. ماني لاءِ محتاج هڪ غريب ۽ ڪٽي پڪرن جون قربانيون! واهه جو اهوجهه قوم کي آڻت ڏنو اٿس. سندس ڪهاڻيءَ

'شڪست' ۾ مٺن سلطاني پوئون هڪ ٻي ڪارآمد وار آهي.
هڪ 'هڪ رانجها لکان دا سٽ' ڪري ڪوئنجي ۾ بهتر ٿيندو.
سماج جي ڌڪاريل ۽ لتاڙيل نسل کي، جنهنکي اسين طوائف جي
نالي سان ياد ڪيون ٿا، نفرت ڪيون ٿا، حالانڪ انکي ان منزل تي
ڪنهو پهچايو؟ ان حالت ۾ ڪين ڪنهن وڌو؟ اسين ئي اجايو پيا
پاڻکي شرافت جا ٺيڪيدار بڻايون. حرامي ٻار تي لکندي صفحي ٦١
۾ لکي ٿو: "ڇا هيءُ دنيا جي ٻين ٻارن جهڙو ٿئو لڳي؟" هڪ
بيقصور ۽ معصوم ٻار واقعي اسانجو ڇا بگاڙيو آهي، جو اسين ڪيس
هڪ فرد به تسليم نٿا ڪريون. هر ڪنهنکي پنهنجي جهولي ۾ ليٽو
پاڻ ڪهرجي، اڳتي لکي ٿو: 'دنيا جي ڪيترن انسانن کي پڪ
آهي ته جنهنکي هو پنهنجو پيءُ سمجهن ٿا، سو حقيقت ۾ سندن
پيءُ آهي به يا نه؟'

فقط پڙدي جو فرق آهي. گناهه واقعي هر هنڌ گناهه آهي.
فقط روايتن کي ڇنبڙي نه پڄجي. اڄوڪي انصاف ۽ حالات کي
ننديندي ڪهڙو نه لهڪندڙ جملو لکيو اٿس، صفحو '١٦١' سٽ
نمبر ٢٠. "جتي انصاف روايتن جو غلام نه هوندو، پروفيسر ڪيس
پانگ تان اٿاريندي ڇيو." واهه امر جليل واهه. اسانجي اکين مان
ڪيئن نه غلط روايتن جا پڙدا لاٿا اٿو. اهڙيءَ طرح مٺن هردلعزيز
ليکڪ هر ڪهاڻي ۾ هر برائيءَ تي طبع آزمائي ڪئي آهي. قلم جي
تيز ترار کي جنبش ۾ آندو اٿس. سندس ڪهاڻي 'جڏهن مان نه
هوندس' ته پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هونئن به ڪتاب جو سرو ساڻ
مان ئي سندس اهميت بڪي ٿي. هيءَ ڪهاڻي بيشڪ اڻ وسرندڙ
۽ املهه آهي. ڌرتي جي اعليٰ عظمت کي نروار ڪيو اٿس. ڪهڙي
نه خوبصورت نموني ڌرتيءَ کي عورت سان ڀيٽيو اٿس. جيئن هڪ
عورت پنهنجي سهاڳ جو سندور سيند ۾ سجائي پنهنجي ڀتار جو
حق رکندي آهي، تيئن ڌرتي به پنهنجن سروڄڻن جو رت پنهنجي
سيند ۾ وجهي هميشه پنهنجن شهيدن جي ياد تازي رکندي آهي.
بيشڪ هيءَ ڪهاڻيءَ اسان ۾ آتما اڀاري ٿي. حب الوطني جا جذبا
جاڳائي ٿي. اسانکي سر ڏيڻ سيکاري ٿي. 'سهڻيءَ' ۾ شايع ٿيل

سنڌس ڪهاڻيون پنهنجي عظمت جو پرپور آئينه دار آهن، پر هڪ تازي ڪهاڻي جا 'ڪپيل ٻانهن جو وارث' جي سري هيٺ ڏني وئي هئي، هڪ امر آواز جي حيثيت رکي ٿي. پنهنجن دشمنن کي دهائيندي سندن اکين سان بيوفائيءَ ۽ غفلت جا ڏگها پوش ڇپرا ائين. ڪين سجاڳ ڪيو آهي ته آزاديءَ کي ڇپائڻ واريون توهانجون سڀ ڪوششون فضول آهن. هر دور ۾ هڪ نئون هوشو جنم وٺندو، ۽ پڻ هيمون ايندو ۽ توهان سان جوتيل جنگ کي جاري رکندو. ائين نه سمجهو ته هڪ جوت کي وسائڻ سان سڀ اجهامي وينديون. هڪ عضوي جا ڪيترا وارث آهن. آزاديءَ ۾ ڏنل قرباني کي ڪير نه ياد رکندو؟ اسانجو هر هڪ آواز ڪيترا آواز ٿي ابرندو، توهانجي هر ظلم کي نابود ڪندو، هر ڪوشش کي رائگان ڪندو. ڪهڙي نه عظيم فنڪار جو هيءَ عظيم آواز آهي! اياز جي هن آلاپ کي نه 'ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ نه ٻه نعرا نينهن جا، سنڌڙيءَ جو سڳند مرنداسين نه ٻه سرڪندي،' ڪهڙي نه خوبصورت ڊنگ سان سيٽن ۾ سمايو ائين. برسات جي ٣ پرچي ۾ ڏنل سنڌس ڪهاڻي 'هڪ ڪهڙيءَ جو موت' سنڌس اندرين آواز جي عڪاسي ڪري ٿو. سنڌس دوست ڪيس ڪيترو نه زور پري ٿو ته، آخر تون فلمن کان نفرت ڪندي ٻه انلام ڇو ٿو لکين؟ پر پاڻ خاموش رهيو آهي. دراصل اها سنڌس عظمت جي نشاني آهي، جو پنهنجي تعريف پاڻ نٿو ڪري. فلم ۾ سنڌس لکيل مڪالما فقط ان لاءِ هوندا آهن ته سنڌ جي ڏتڙيل ۽ ستل عوام کي سجاڳ ڪن. ڪين پنهنجي عظمت کان آشنا ڪن، ۽ ڪين پاڻکي سڃاڻڻ ۾ مدد ڪن. ٻين فلمن کانسواءِ تازو رليز ٿيل ٻه سنڌي فلمون 'مرزا شال مان' ۽ 'بادل' هن حقيقت جو آئينو آهن. ٻنهي فلمن ۾ سنڌس مڪالما عوام جي پوري رهبري ڪن ٿا. ڪين پنهنجون اعليٰ خصوصيتون ۽ عظيم شان ياد ڏيارين ٿا، ته سنڌ جو هر ٻچو هن ڌرتيءَ ۽ عورت تي پنهنجي سر جي بازي هڻندو آهي. اسين سنڌي پنهنجيءَ ثقافت تي ساهه قربان ڪندا آهيون. عورت جو اصلي مقام سنڌس گهر آهي. انسان کي ڪوڙين گهرجن کي پاسي رکي اعليٰ اخلاق کي جيئارڻ گهرجي وغيره وغيره.

اهو سڀ ڇا آهي؟ امر جليل جي عظيم شخصيت جون شاندار خوبيون آهن. سندس زنده رهڻ عوام لاءِ آهي. سندس حياتيءَ جو مقصد ڏي انسان جي اصلاح آهي. پوءِ اهو سنڌ جو هجي يا ويٽنام جو. آمريڪا جو هجي يا چين جو. هر دور ۾ سندس حق جو هوڪو ٻڌڻ ۾ ايندو.

نازو کنڊڪوٽ ۾ هندن سان ٿيل هاڃان کنهنکان وسريا وسريا هوندا؟ ڪيل ڏاڍ ڪري ڪنهن ڪان نه دانهن نڪتي هوندي؟ ۽ ڪهڙي باضمير انسان انجي مذمت نه ڪئي هوندي؟ هن موقعي تي اسانجا نماڻا نيع هن عظيم سڄاڻ لاءِ ويڳاڻا رهيا. آخر هن شينهن جي گجگوڙ ڪن تي پيئي. ڪهڙي نه بيباڪي سان هلال پاڪستان جي ڪالم 'تنهنجيون منهنجيون ڳالهيون' ۾ هن شرمناڪ سانحي تي لکيو هئائين ۽ نازو سهڻي ۾ شايع ٿيل ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر' ظلم جو هڪ تاريخي يادگار باب رهندو. ڪيئن نه ظالم جي ظلم کي سندس صحيح نالي سان ننديو هئائين. اسانجي نوجوان شهيد عبدالرزاق سومري جو دردناڪ قتل ڪنهن کان وسريو آهي؟ ڪنهن هن ظلم جي باب کي بند ڪيو آهي؟ امر جليل جو حق گو قلم به نيٺ پنهنجي آواز کي آلاپيو. اڄ به سندس ڏنل لفظ ذهن ۾ ورجائين ٿا. هلال پاڪستان ۾ لکيل سٽون ڏسو 'عبدالرزاق، دودي سومري جا وارث، شجاعت جي ڪڙي، منهنجا پيارا، منهنجا پاڙا، اڄ منهنجو قلم رُنو آهي. منهنجي تحرير رني آهي.' اهي سٽون جڏهن اسانجي اکيان اچن ٿيون ته هر حساس دل رڪندڙ جي اکين ۾ ڪکر ڪارونيار اچيو وڃن، ۽ هن بيگناهه جي بي درد قتل تي هر اک سان لڙڪن جو نذرانو ملي ٿو.

امر جليل جا ويٽنام جي ڏتڙيل عوام تي لکيل ڪالم ڪنهن وساريا هوندا. مطلب ته هن عظيم فنڪار جي عظمت تي ڪيترو لکي، ڪيترو لکجي. آءٌ سندس عظمت کي بيان ڪرڻ لاءِ ۽ منجهس ڇپيل فنڪار کي ظاهر ڪرڻ لاءِ وري به سندس لفظن جو سهارو وٺان ٿو جي سهڻي ڊسمبر ٢ء صفحي نمبر ١١١ تي اڪريل آهن: "هڪ سچو فنڪار پنهنجي وقت جو، پنهنجي ماحول جو، پنهنجي دور جو

سڀ کان حساس، بهادر، ۽ سچ چوندڙ انسان هوندو آهي. عظيم فنڪار، نه فقط پنهنجي دؤر جو حق گو هوندو آهي، پر هو زمان ۽ مڪان جون سرحدون لتاڙي هر دؤر لاءِ سچ ۽ انصاف جي علامت ٿي پوندو آهي."

سندس قلم مان نڪتل هي سڀئي سچ پچ ته هڪ آئينو آهن. جنهن ۾ هر ليئو پائيندڙ امر جليل جو صحيح ۽ چٽو عڪس ڏسي سگهي ٿو. شاهه سائين لاءِ لکيل سندس هي سڀئي اسانکي صحيح فنڪار جي عظمت پرکڻ لاءِ هڪ ڪسوٽيءَ جو ڪم ڏين ٿيون. سندس لکيل ڦالو، 'سورهيه مرين سوڀ ڪي نه دل جا وهم وسار' بيشڪ سنڌين لاءِ هڪ سجاڳيءَ جو سڏ آهي. صفحي ٢٧ تي لکيل جملا: 'انگريز سامراجين ۽ سندن ايجنٽن اسانکان اسانجو بهادر سروبچ، وطن پرست ۽ جنگجو لطيف لڪائي ڇڏيو، اسانکي لطيف جو فقط هڪ رُخ ڏيکاريو ۽ چيو: "بابا فڪر فرمي هٿ ۾ کڻو، سونن ۾ منهن وجهو، ۽ ظالم کي سونهري موقعو ڏيو ته توهانجي وجود کي يڪتاري جي ڪدوءَ وانگر اندران خالي ڪري ڇڏي." اسانکان اهو ڪهوٽ الوٽ لڪايو ويو، جنهن قوم کي سچ تان سر ڏيڻ لاءِ سچ ۾ ڪامي پوڻ جو سبق سيکاريو.' وري اڳتي هاي لکيو اٿس: 'مان ان وقت جو منتظر آهيان، جڏهن اسانجي اسڪولن، ڪالجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ لطيف سائينءَ جي عظيم شاعريءَ کي تصوف جي آفيم کان آجو ڪري، ترقي پسند تحريڪ ۽ نظريي مطابق پڙهايو ۽ سمجهايو ويندو.'

ڏسو ڪهڙي نه سادي پر اثرائتي انداز ۾ پنهنجي خيالات جو اظهار ڪيو اٿس! ۽ سنڌ جي عظيم هستيءَ جي ان پهلوءَ کان اسانکي واقف ڪيو اٿس جو هنڪان اڳ اسانکي ڪنهن به ڪين ٻڌايو ۽ ڪنهن به اهڙي ممايل سچ کي ڪين ظاهر ڪيو. هنن جملن مان ئي امر جليل جي عظيم شخصيت ۽ امر سچ جي پروڙ پئي ٿي.

## طارق اشرف

# جليل

### جيئن ڏٺو اٿم

جليل سان منهنجي ملاقات تڏهن ٿي هئي، جڏهن ادبي دنيا ۾ ڪيس قمر شهباز کان علاوه ڪو به نه سڃاڻيندو هو. هيءَ ١٩٦٠ع جي پڇاڙي يا ١٩٦١ع جي شروعات هئي. انهن ڏينهن ۾ منهنجون ٻه ٽي ڪهاڻيون 'نئين زندگي' ۽ سماهي 'مهراڻ' ۾ ڇپجي چڪيون هيون ۽ مون غلام نبي مغل سان گڏجي ڪهاڻين جا ٻه مجموعا 'ٻهريون قدم' ۽ 'مينديءَ رتا هٿ' (ٻيو قدم) ڪڍيا هئا، جيڪي پڙهندڙن توڙي ادبين ۾ ڏاڍا مقبول ٿيا هئا. انهن ڏينهن ۾ جيئن ته مان هاڻ به ادب ۾ نئون نئون گهڙيو هوس، تنهنڪري رڳو حيدرآباد جي ادبين سان ملاقات هئي، ٻاهرين ادبين جون فقط لکڻيون پڙهيون هئم، ۽ ساڻن ملڻ جي آرزو هئي، ۽ قمر شهباز به انهن مان هڪ هو. قمر انهن ڏينهن ۾ شاعري اڃا شروع نه ڪئي هئي، ۽ ڪهاڻيون لکندو هو. سندس ڪافي ڏاڍيون سٺيون ڪهاڻيون شايع ٿي چڪيون هيون.

هڪ ڏينهن منهنجو دوست ناصر مورائي (جيڪو انهن ڏينهن ۾ 'روح رهاڻ' رسالي ۾ پاڻهين ٻيلي هو) مونکي سڏڻ آيو ته قمر شهباز آيو آهي، هو ٻهريون قدم ۽ ٻيو قدم سان ملڻ چاهي ٿو. (انهن ڏينهن ۾ اديب مونکي ٻهريون قدم ۽ غلام نبي مغل کي ٻيو قدم سڏيندا هئا. ۽ جڏهن اسان ٽيون ڪتاب شمشير الحيدريءَ جي شعرن جو مجموعو 'لاٽ' ڪڍيو ته شمشير کي ٽيون قدم سڏڻ لڳا). سو ناصر کي ٻڌايو ته مغل آفيس ويل آهي، باقي مان هلان ٿو.

اسانجي ملاقات ٽاڪ چاڙهيءَ تي ڪيفي، يونيٽيءَ ۾ ٿي. اتي قمر شهباز کان علاوه شمشير، ناصر ۽ قمر جو هڪ دوست به هو. انهيءَ جو تعارف قمر 'عبدالجليل قاضي' نالي سان ڪرايو. اتي

ڳالهين ئي ڳالهين ۾ مون قمر کان پڇيو، ”تون ڪنهن امر جليل نالي شخص کي سڃاڻين؟“ قمر ڇرڪيو ۽ پوءِ مرڪي پڇين، ”تو اهو نالو ڪٿي پڙهيو؟“ ”پڙايو سانس ته بمبئيءَ مان نئين دنيا جي ايڊيٽر آتم مونکي هڪ ڪهاڻي 'انسان يا شيطان' موڪلي آهي، لکيو اٿس ته هيءَ ڪهاڻي ڪنهن شخص امر جليل جي آهي، ڪهاڻي سٺي ڪانهي ۽ مون وٽ ايڊريس به ڪانهي، تون ڪيس پهچائي ڇڏ. مون هر ليکڪ کان پڇيو آهي، شمشير ۽ ناصر کان به پڇيو اٿم، اهي به ڪونه سڃاڻين.“ مونکي ٻڌائين، ”ادا، جليل قاضي ئي پنهنجو نالو امر جليل رکيو آهي. ويچاري سان ظلم آهي، ڪهاڻي ڪٿي نه ٿي ڇپجيس. هاڻ ڪهاڻيون لکي لکي مٽ ڀيو پيو.“ (قمر جي اها چيل ڳالهه مشهور ڇرچو ٿي پيو، ۽ اسين اڄا تائين جليل کي چوندا آهيون ته تو وٽ ڪهاڻين جا مٽ ڀريل آهن.)

اها منهنجي جليل سان پهرين ملاقات هئي، شايد شمشير ۽ ناصر جي به ساڻس پهرين ملاقات هئي. انهيءَ وقت تائين جليل جي ١٩٥٦ يا ٥٧ ۾ هڪ ڪهاڻي 'ادا' رسالي ۾ ڇپي هئي. جنهن لاءِ جليل جو چوڻ آهي ته ڪائنس زوري لکرائي ويئي هئي.

پوءِ جليل جا ڪراچيءَ مان مون وٽ لاڳيتا خط ايندا رهيا. جلدي ئي ڪيس سکر ۾ اڪنامڪس افيئرس ڊويزن واري کاتي ۾ هڪ چڱي نوڪري ملي ويئي. خيرپور مان به جليل جا خط برابر ايندا رهيا. انهيءَ عرصي ۾ جليل ڏاڍو تکو لکڻ لڳو. سنڌ ۾ سندس ڪجهه ڪهاڻيون 'نئين زندگيءَ' ۾ ڇپيون هيون، پر ڀارت جي گهڻي ڀاڱي سڀني رسالن ۾ سندس ڪهاڻيون اچڻ لڳيون. ڪاٻم مخزن کول، جليل حاضر. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ڇپجندڙ ڪهاڻين ۽ ڀارت ۾ ڇپجندڙ ڪهاڻين ۾ فرق اهو هوندو هو ته ڀارت جي ڪهاڻيءَ جا ڪردار گهڻو ڪري هندو ۽ ٻولي ۾ به هندي لفظ هوندا هئا، سنڌ ۾ ڇپيل ڪهاڻين ۾ ائين ڪونه هو. جليل جي انهن ڏينهن جون ڪهاڻيون گهٽيا درجي جون فلمي ڪهاڻيون هونديون هيون، عشق محبت، ميلاپ ۽ وڇوڙو. اوپرو ماحول ڏاريان لفظ، مڪالمن ۾ بناوت 'آه آه، جو زور هوندو هو. انهن ڏينهن ۾ جليل تي ٻن

ليڪن ڪرشن گوپال عابد ۽ دت پارنيءَ جو ڏاڍو اثر هو. هر هنڌ هر موقعي تي جليل انهن جو ذڪر ضرور ڪندو هو. اسين ڪيس سنڌ جو دت پارني ۽ ڪرشن گوپال عابد سڏيندا هئاسين. ٻڌڻ تي خوش ٿيندو هو، پر ڪجهه وقت کانپوءِ جڏهن انهن ٻن ليکڪن جي اثر کان نڪتو ته ڪاڙو ٿيڻ لڳو.

انهن ڏينهن ۾ جليل جا سکر مان سونوٽ خط ايندا رهيا.

۽ پوءِ اوچتو جليل آها نوڪري ڇڏي ڏني. نوڪري ڇڏڻ جو واقعو به دلچسپ آهي. جليل آفيسر هو، پر ڪلارڪن ۽ پٽيوالن تي سندس رعب ٻنهي نه هلندو هو. منهن جو سدائين کان ٻنهه ڪچو، سو سندس بدران ڪلارڪ ۽ پٽيوالا هن تي رعب رکندا هئا. حالت اها وڃي بيٺي ته پوءِ ٽه آفيس ۾ ٽپال به جليل کڻي وڃي، تار ڪرڻي هجي ته به پاڻ ڪري. اهي سڀئي ڳالهيون سونکي خطن ۾ لکندو هو، سون گهڻو ئي لکيو نه ڪجهه. منهن جو ڪو ئي، پر فطرت ڪيئن مٽائجي، خبرنڌهين پيم، جڏهن جليل خط لکيو ته: مان نوڪري ڇڏي ڪراچي واپس پيو وڃان، رستي ۾ حيدرآباد ترسي توسان به ملندو ويندس.

ٻه سال سندس خط ايندا رهيا، پر ملاقات نه ٿي. اسانجي ٻي ملاقات حيدرآباد جي رنز هوٽل ۾ ٿي . مان ۽ غلام نبي سائس ملڻ وياسين، ماني کائي رهيو هو، سونکي ڏٺائين، پر شڪل مان سڃاتائين ڪونه. جڏهن ٻڌايم ته: طارق آهيان، ته ”اڙي نوجوان، آهين ڪٿي.“ چئي ڀاڪر پاتئين.

– ۽ پوءِ اهو ڀاڪر مضبوط ٿيندو ويو. خطن سان گڏ ڪڏهين ڪڏهين، جليل، روهڙي ويندي سون وٽان به ٿيندو ويندو هو. مان جڏهن ڪراچي ويندو هوس، سڌو ٻهرين جليل وٽ. انهن ڏينهن ۾ جليل اين-جي وي هاءِ اسڪول ۾ ماستر هو. ڏينهن جو ويندو هوس ته اسڪول ۾، شام جو گهر. پوءِ هوٽلن ۾ گڏ، فلمن ۾ گڏ، بوهري بازار ۾ چولهي واري وٽ گڏ. ۽ هميشه اهو ٿيندو هو، ته جڏهن به حيدرآباد موٽندو هوس ته جليل اسٽيشن ڇڏڻ ايندو هو. اهو سلسلو ١٩٦٦ع جي پڇاڙيءَ تائين جاري رهيو، جيستائين جليل ريڊيو پاڪستان

حيدرآباد ۾ نڪرندو هو. پوءِ اها ڊيوٽي اقبال جتوئي کنئين ۽ پڇاڙيءَ ۾ ٺاڪر شرما.

مان متي لکي آيو آهيان ته انهن ڏينهن ۾ جليل جي ڪهاڻين ۾ پختگي نه هئي. پلاٽ جڙتو ۽ ٻولي نهايت ڪچي هوندي هئس. مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي ته سندس ٻه ڪهاڻيون پڙهي مون ڪس لکيو هو: جليل، تون دوست ته ڏاڍو سٺو آهين، پر تون ڪهاڻيڪار ٿي نه سگهندين، بهتر آهي ته ڪهاڻيون لکڻ ڇڏي ڏي . پر مونکي ڪهڙي خبر ته مستقبل منهنجي انهيءَ ڳالهه تي کليو هوندو. جنهنکي مان اها صلاح پيو ڏيان ته ڪهاڻيون لکڻ ڇڏي ڏي ، انهيءَ کان هڪ ڪهاڻي وٺڻ لاءِ مونکي ڪنهن ڪنهن چڪرڪاٽڻا پوندا ۽ هو سنڌيءَ جو سڀ کان مشهور ڪهاڻيڪار ٿي ويندو .

انهن ڏينهن ۾ 'نئين زندگي' (ڪراچي) وارن کي جليل سان نه چاڻ ڪهڙي اڇي دشمني ٿي هئي، جو سندس ڪهاڻيون ڪٽي ڇڏي ڇپيندا هئا. ۽ جليل جڏهن اعتراض ڪيو ته سندس ڪهاڻين ۾ آيل غلط لفظن جي صحيح معني ڏنگين ۾ ڏئي لکندا هئا ته: اصلي لفظ هيءُ آهي. جيتوڻيڪ اها ايڊيٽر جي ذميواري آهي ته ڪهاڻيءَ جون اهي معمولي معمولي غلطيون هو پاڻ درست ڪري. اسان جليل کي اڪيلو نه ڇڏيو. قمر، مون ۽ غلام نبي نئين زندگي جي ايڊيٽر مولانا عبدالواحد سنڌيءَ سان وڏو جهيڙو ڪيو . نئين زندگيءَ ۾ لکڻ بند ڪيوسين. ۽ پوءِ گهڻي وقت کانپوءِ مولانا سان ٺاهه ٿيو. ۽ مولانا ٻڌايو ته اها سڄي شرارت مرحوم رشيد احمد لاشاريءَ جي هئي، جيڪو انهيءَ وقت نئين زندگيءَ جو اسسٽنٽ ايڊيٽر هو.

۽ جيئن ئي نئين زندگيءَ سان ٺاهه ٿيو، جليل جي اڳئين جي رفتار تيز ٿي وئي. هر سال سندس اٺ-نو ڪهاڻيون ڇپبيون هيون. (١٩٦٥ يا ١٩٦٦ ۾ هڪ سال ۾ سندس تيرهن ڪهاڻيون ڇپيون هئس.) سان ڪيس اهڙي تکي لکڻ کان سدائين جهليندو هوس، چاڪاڻ ته مون ڏٺو پي ته سندس تيزي، سندس فن تي اثر انداز ٿي رهي هئي. پر جليل جو ايترا سال نه ڇپيو هو، هاڻ آهو بدلو وٺي رهيو هو.

۽ پوءِ آهستي آهستي جليل جي لکڻ ۾ پختگي اچي ويئي.

هن مهراڻ ۽ نئين زندگيءَ ۾ ڪي چڱيرڙيون ڪهاڻيون لکيون. ۽ روح رهاڻ ۾ ڇپيل سندس ڪهاڻي 'ارڙو جوسست' پڙهندڙن ۾ ڏاڍي مقبول ٿي. پر سنڌي ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ جليل ١٩٦٦ع ۾ اپريل ١٩٦٦ جي شروعات هئي، مون 'سهڻي' ڪيڏي هئي ۾ ٻ-ٽي پرچا شايع ٿيا هئا، هڪ پرچي ۾ جليل جي ڪهاڻي 'منهنجو دوست، منهنجو دشمن' شايع ٿي هئي، پر اها هڪ رواجي ڪهاڻي هئي. انهن ڏينهن ۾ جليل جي ڪهاڻين ۾ پختگي ڪي قدر آئي هئي پر نعري بازي ۾ ڦاسي پيو هو. مون سوچيو پئي ته موقعو ملي ته مان کيس سمجهائيندس انهن ڏينهن ۾ ڪراچي وڃڻ جو اتفاق ٿيو. اتفاق سان سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهري هئي (انهن ڏينهن ۾ سنگت جو ڪچهريون نورالدين سرڪيءَ جي آفيس ۾ ٿينديون هيون. ۽ انهيءَ ڪچهريءَ ۾ سرڪي، نسيم احمد ڪرل، گل محمد کتري، تاج بلوچ کان علاوه ٻيا ڪافي نوان ۽ پراڻا ليکڪ موجود هئا. جڏهن خبر پيم ته جليل ڪهاڻي ٿو پڙهي، ته مون سوچيو، اڄ مان سندس چنڊ پٽيندس ته اهي اجايون سجايون، جڙتو قصن واريون ڪهاڻيون لکڻ بند ڪر. پر جڏهن جليل ڪهاڻي پڙهي ته مان حيران ٿي ويس. هيءَ جليل آهو نه هو، منهنجي ذهن ستان ڪرشن گوپال عابد، دت پارتيءَ جهڙا فلمي ليکڪ سوار هوندا هئا. اها ته بهترين ڪهاڻي هئي، ۽ مون کيس مبارڪ پڻ ڏني. ۾ آها ڪهاڻي هئي 'محبت، آرزو ۽ دل جي دنيا.'

انهيءَ کانپوءِ جليل ڪافي، ڏاڍيون سٺيون ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ ريج، شڪست، سوجهرو، هن چار ۾ زندگي، هڪ ڪن، راهون جدا جدا، هڪ دل جي اڪيلائيءَ، چرهٽ ۽ نرس، عشق ۽ انٽرويو، مهدي سهنجو ٻٽ، ڪپيل ٻانهن جو وارث، جڏهن مان نه هوندس، ۽ ٻيون انيڪ.

١٩٦٠ع کان ١٩٦٦ وارو دور دراصل نسيم احمد ڪرل، ثميره ۽ غلام نبي مغل جو دور هو. انهيءَ دور ۾ آغا سليم، حميد ۽ رشيده حجاب پڻ ڪي چڱيون ڪهاڻيون لکيون. ١٩٦٦ کانپوءِ اڄ تائين جي دور تي جليل حاوي آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ دور ۾ آغا سليم، نسيم ڪرل، قمر، غلام نبي ۽ عبدالقادر جوڻيجي ڪافي سٺيون ڪهاڻيون

نه، پاڪ بهترين ڪهاڻيون لکيون آهن، پر پڙهندڙن جي ذهن تي فقط جليل ڇانيل رهيو.

جليل لاءِ اهو ضرور چوندس ته جليل راتو رات وڏو ڪهاڻيڪار نه ٿيو آهي. ڪيس ڪنهن ايڊيٽر يا دوست مٿي نه چاڙهيو آهي. اهو به نه چوندس ته جليل ذات جي زور تي مٿي چڙهيو آهي. نه، اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانهي. جليل بي انتها شوق، جذبي ۽ محنت سان چڙهيو آهي. جليل ١٩٦٢ - ٦٣ ڌاڌين فقط دت ڀارتي ڪرشن گوپال عابد ۽ ڪرشن چندر ڪانسواءِ شايد ئي ڪو ٻيو ليکڪ پڙهيو هجي. پر جڏهن جليل کي اهو احساس ٿيو، ته، جيسيتائين دنيا جي مختلف ماڪن جو ادب، مختلف اديبن جون مختلف لکڻيون نه پڙهبيون، تيستائين چڱي شيءِ لکي نه سگهبي. مختلف زبانن جو ادب پڙهڻ ڪانپوءِ ئي پتو پوندو ته ٻين زبانن جون ڪهاڻيون ڪٿي پهتيون آهن. سڀيون ڪهاڻيون ڪهڙيون آهن. ۽ پوءِ سنهنجي ڏسندي ڏسندي هن ڪتاب وٺڻ شروع ڪيا ۽ پڙهڻ لڳو، پڙهيو ۽ ڪڙهيو، ڪڙهيو ۽ پرايائين. نتيجي ۾ ڪيتريون ئي بهترين ڪهاڻيون خلقيائين.

جليل نه فقط مختلف زبانن جو ادب پڙهيو، پر آهي ڪتاب به پڙهيائين، جيڪي ڪهاڻيءَ بابت هئا. يعني مختصر ڪهاڻي ڇا آهي، ڪيئن لکجي، فن ۽ ٽيڪنڪ ۾ فرق، اسٽائل ڇا کي ٿو چئجي سچ پچ ته هر اديب لاءِ انهن ڪتابن جو پڙهڻ فائديمند آهي. فن برابر ذات آهي، پر ٽيڪنڪ سکبي آهي، ۽ پرائبي آهي. ۽ جليل سکيو به آهي ۽ پرايو به.

اڄ جليل سنڌيءَ جو سڀ کان مشهور ڪهاڻيڪار آهي. سنڌيءَ ۾ جليل کان وڌيڪ ڪو به ڪهاڻيڪار ايڏو مشهور نه ٿيو آهي. ۽ نه ئي ڪنهن ڪهاڻيڪار جا ايترا چاهيندڙ پيدا ٿيا آهن. جيتوڻيڪ سنڌس هم عمر ڪهاڻيڪارن ۾ آغا سليم، نسيم احمد کرل، غلام نبي مغل، قمر شهباز ۽ عبدالقادر جوڻيجو پڻ بهترين ڪهاڻيڪار آهن. حقيقت اها آهي ته جليل اهو ئي ڪجهه لکي ٿو، جيڪو پڙهندڙن جي ذهن ۾ آهي. هو جيڪو ڪجهه لکي ٿو، انهيءَ سان پڙهندڙن جي جذبات جي ترجماني ٿئي، جليل سنڌن دل جي ڳالهه

ڪري ٿو. جليل ذهن ۾ مثل بابت ڪا ٽي نيل وجهي ٿو. پوءِ چوندا آهي ڪهاڻيون مشهور ٿين. مثال طور، جڏهن اليڪشن جو گوڙ هو، هن 'مهدي منهنجو پٽ' لکي. پوليءَ وارا فساد ٿيا ته هن 'ڪيپل ٻانهن جو وارث' لکي. ڪنڊ ڪوٽ واري واقعي تي 'سرد لاش جو سفر' لکيائين. ڪنڊ ڪوٽ جي واقعي ۾ محب وطن سنڌيءَ کي رئاڙيو. تنهنڪري اها ڪهاڻي پڙهي ٻنجي ماڻهو ۾ ڪپي ويئي. سي-آءِ ڊي سدائين پڙهيل لکيل سنڌين جي ڪڍ آهي، انهيءَ موضوع تي هڪ خطرناڪ سنڌ پرست جي ڳالهه لکي ائين. ڪراچيءَ جو هڪ غير سنڌي ملو سنڌين جو سخت دشمن آهي، انهيءَ تي 'چٽي ڪتي جو موت' لکيائين. جليل هميشه پڙهندڙن جي دلي ڪيفيت کي سمجهي، پوءِ ڪهاڻي لکندو آهي. ائين چئجي ته بهتر آهي ته جيڪي جذبا پڙهندڙن جا هوندا آهن، سا ڳيا جليل جا به. هو پڙهندڙن جي دل جي ترجماني ڪندو آهي. تنهنڪري ئي سندس هر ڪهاڻي مقبول ٿئي ٿي. چوندا آهن ته پاڪستاني قوم کي يا ته صدر ڀٽي سڃاتو آهي، يا فلم اسٽار رنگيلا. پر مون اهو به وارو ڪيو آهي ته، سنڌي پڙهندڙن کي امر جليل سڃاتو آهي. پر رنگيلا وانگر جليل پڙهندڙن کي بيوقوف نٿو بنائي. هيءَ انهن جي جذبات جي ترجماني ڪري ٿو. ۽ سندس مقصد ڏانهن وني ٿو هلي. تمام سهڻي نموني ۾ طنز ڪري ٿو، ۽ صحيح وات ڏيکاري ٿو.

جليل جا سنڌي ادب تي ائين ته ڪافي احسان آهن، پر جيڪي سڪيم آهن انهن مان هڪ ته اهو آهي، ته هن ايڏو نڪو لکي ڪهاڻين جي ڪوٽ کي ڪنهن حد تائين پوري ڪئي آهي. نه ته سندس هم عمر ڪهاڻيڪار سال ۾ هڪ اڌ ڪهاڻي مس ٿا لکن. جليل جيڪڏهن نه هجي ها، ته اهو خال پرجڻ ممڪن نه هو. پيو جليل جون ڪهاڻيون، جيڪي پڙهندڙن جي دل ۽ ذهن جي ترجماني ڪنديون آهن، تن پڙهندڙن کي سنڌي ڪهاڻيءَ ڏانهن متوجه ڪيو. اها ڳالهه بچوندس، ته جن پهرين جليل کي پڙهيو هو، تنکي پين جون ڪهاڻيون نه وڻنديون، پوءِ آهي ڪئي ڪيتريون به شاندار هجن.

جليل تي جيڪڏهن مضمون لکجي، جنهن ۾ سندس شخصيت

جو ذڪر پوريءَ طرح ڪجي، ۽ سنڌس ڪهاڻين جو مڪمل جائزو ونجي، ته پوءِ اهو مضمون گهٽ ۾ گهٽ ٻه - ٽي سو صفحن جو ٿي ويندو. تنهنڪري منهنجو اهو مضمون هر طرح سان نامڪمل آهي. انهيءَ ۾ نه ته جليل جي شخصيت اڀري سگهي آهي، نه ئي سنڌس اسٽائيل، فن ڪردارنگاريءَ جي متعلق ڪجهه چئي سگهيو آهيان. البت ايترو چوڻ چاهيان ٿو، جليل تمام گهڻيون، اٽڪل اسي نوي کن ڪهاڻيون لکيون آهن، جن ۾ ڪي، بلڪ ڪافي ڏاڍيون سٺيون ڪهاڻيون آهن. پر اهو چوڻ ۾ به شايد وڌاءُ نه ٿيندو، جو اهو چوان ته سنڌس انهن ڪهاڻين ۾ معمولي ڪهاڻين جو تعداد پاڻ وڌيڪ آهي، جن کي گهڻو ڪري سنڌس اڳ جون ڪهاڻيون آهن. هڪ ٻي ڳالهه به ٻونکي کٽڪي ٿي. آها آهي گهڻين ڪهاڻين ۾ جليل جي نعرابازي اتي جليل جي قلم مان فن نڪريو وڃي، ۽ پوءِ هو سبلغ محسوس ٿيندو آهي، جيڪا ڳالهه هڪ فنڪار کي نٿي سونهين. ڪٿي ڪٿي سنڌس ڪهاڻين جا ڪردار جڙتو ۽ ڪالما ڳالهائين ٿا. زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ڪهاڻين ۾ اهڙا مڪالما، جيڪي عام زندگيءَ ۾ ڳالهايا نه ويندا آهن. يا ڪڏهين ڪڏهن لهيل ڏڪيل جوڙيو. جذباتي نعرن جي سهاري تي بيٺل ڪهاڻيون، عام پڙهندڙ ته تمام گهڻو پسند ڪري ٿو. پر ڏئين ڪرڻ سان انهن ڪهاڻين جي اهميت گهٽجيو وڃي. اتي ٻين ڪهاڻين جا مثال نه ڏئي، فقط سنڌس مشهور ترين ڪهاڻي 'سردلاش جو سفر' جو ذڪر ڪندس. ڪهاڻيءَ ۾ بيان ڪيل واقعي جو هڪ حقيقت سان واسطو آهي، پر جليل اهڙي نموني سان انهي واقعي کي پيش ڪيو آهي يا خاص ڪردار 'پريتم' کي پيش ڪيو آهي، سو صاف مصنوعي لڳي ٿو. سان اهو نٿو چوان ته ڪنهن ڪوٺ ۾ اهين نه ٿيو هوندو. منهنجو مقصد پريتم سان آهي. جهڙو ڏنو ويو پريتم جو ڪردار ڏيکاريل آهي، اهو غير فطري آهي، اهو ممڪن ئي ڪونهي ته پريتم کي خبر هجي، ته سنڌس ماءُ ۽ ڀيڻ جي عزت ورتي پئي وڃي. پر هو قرآن پڙهندو رهي، بيغيرت ڪان بيغيرت شخص کي به جوش اچي ويندو آهي. پريتم جهڙي ڪردار کي ڪهاڻيءَ ۾ ئي خلقي سگهجي ٿو، پر هڪ حقيقت تي مبني ڪهاڻيءَ ۾ اهڙو ڪردار بلڪل 'فٽ' نٿو ٿي. جليل جيڪڏهن چاهي

ٿو ته اينڌڙ وقت جو نقاد کيس عظيم ڪهاڻيڪار مڃي، نه کيس نعري بازي سان ٻاهر نڪرڻو پوندو.

جليل اڄ جو مقبول ترين ڪهاڻيڪار آهي، جليل ڪيترن ئي بهترين ڪهاڻين کي جنم ڏنو آهي. جليل جي انهيءَ خوبيءَ کان علاوه ٻه هڪ وڏي خوبي آهي. سا آهي سندس پياري شخصيت. خاص طور خوبيون هر شخص ۾ هونديون آهن. پر جليل ۾ خاص ڪان وڌيڪ خوبيون موجود آهن. جيڪڏهن سان اهو لڪان ته جليل سگريٽ ڪونه پئي، شراب ڪونه پئي، جوءِ ڪونه ڪري، پان ڪونه کائي. ته منهنجي خيال سان اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه ٿيندي، گهڻا ماڻهو انهن شين کان پري آهن. پر جليل ۾ انهيءَ کان وڌيڪ خوبيون آهن. جليل ڪوڙ کان لهرائيندو آهي. واعدو ڪندو آهي ته انهيءَ کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. منجي طبيعت ۾ نهراڻ آهي، انين ڪونهي ته اڄ تمام گهرو، سياڻي رخ ٿي نه ڏيندو. غرور ڪونهيس، منهن جو ايڏو ڪچو جو ڳالهه ڪيڏي به ناگوار لڳندي، اظهار نه ڪري سگهندو، پنهنجي هٿين عملي سان، سندن غاطين تي به سختيءَ سان پيش نه ايندو. تمام نرم دل آهي.

منهنجي ساڻس ١٩٦٠–٦١ کان دوستي آهي، مونکي ياد ڪونهي ته جليل مون سان ڪڏهن نڪو ڳالهايو آهي. سان ڪئين دفعا چڙيس هڪ دفعي سيني جي سامهون، سندس آفيس ۾ سندس ڪهاڻي اڇلائي آيس، نه تنو ڇپيان. جليل دل ۾ ضرور ڪيو، پر مونکي ڪجهه نه چيائين، جڏهن به مليو، گرمجوشيءَ سان مليو. ڪيترا دفعا مون ناراض ٿي وٽس وڃڻ ڇڏي ڏنو، پر جليل پاڻ لنگهي آيو، جڏهن به مون چيو، ”جليل تون ناراض ٿيو هوندين.“ مرڪي جواب ڏنائين ”نوجوان، دوستن سان ڪهڙا وڙهڻا.“

---

■ ”مون رام کي ٻن ۾ پٽڪندي ڏٺو آهي. سان ازل جو انتقام آهيان. سان سقراط جي هٿن سان زهر جو پيالو ڦري ورتندس.“

امر جليل، ڪهاڻي، ’برف جو تاج محل‘

امداد حسيني

# امر ۽ سندس لکڻي

آءٌ تڏهن ننڍڙو هوس!

پر ۾ جڏهن به ڪنڊو لڳندو هوم، سڏڪائيندو گهر ايندو هوس. امان منهنجو پير ڪڍي پنهنجي سڄاجهڙين اکڙين آڏو آڻيندي هئي. سُئيءَ جي چهنبڪي تي آءٌ ونبو سٽبو هوس ته امان چوندي هئي، ”پٽ، سائي وڻ ۾ نهار.“ سُئيءَ کي ڇڙڪي ڇپي ايندي هئي، ڪنڊو نڪري ويندو هو، پر آءٌ پوءِ به هڪ ٽڪ سائي وڻ ڏانهن نهاريندو رهندو هوس. مونکي ائين ڀاسندو هو، ڄڻ مون پهريون ڀيرو ڪو سائو وڻ ڏٺو آهي. پس منظر ۾ وشال نيلو آڪاش ڪيڏو نه ڀلو لڳندو هو.

امر جليل کي آءٌ عظيم جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ نه وجهندس. دنيا ۾ ڪابه شيءِ عظيم نه آهي. سواءِ ڌرتيءَ جي. امر جليل جا پير ڌرتيءَ تي کُتل آهن. ڌرتيءَ سان امر جو اٽوٽ سنبنڌ آهي، انهيءَ ڪهاڻي سائي وڻ وانگر، جنهنجون پاڙون پاتار ۾ پهچي ويون هجن. هڪ اهڙو گهاٽو سائو وڻ، جو اُس ۾، مينهن ۾، پن ڇڻ ۾، بسنت رت ۾ بيٺو آهي.

ڇاڙپ لڳي ڇُڳا ڪرن،
ميوا جهلي نت ڀرا!

ڪڏهن وري امر جليل پس منظر بڻجي ويندو آهي. وشال نيلي آڪاش جو لازوال پس منظر. آفاقي.

امر جليل ڪهاڻيڪارن جي ٽئين پيڙهيءَ سان تعلق رکي ٿو. پهرين پيڙهيءَ ۾ گوبند مالهي، نجم عباسي، حافظ شاهه حسيني، ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز، امر لعل هنگوراڻي، آسانند مامتورا، مرزا نادر بيگ اچي وڃن ٿا. جيڪي ورهاڱي کان اڳ سنڌي ڪهاڻيءَ جي لاءِ ميدان ٺاهي رهيا هئا. ٻي پيڙهيءَ ۾ جمال ابڙو، غلام رباني، ابن حيات پنهور، شيخ حفيظ، اياز قادري، سراج، ع. ق. شيخ، مراد علي مرزا، آغا سليم، ثميره زرين، بشير مورياڻي ۽ خواجا سليم جا نالا اهم آهن، جن سنڌي ڪهاڻيءَ جي پيڙهه جو پٿر رکيو. ٽين پيڙهيءَ جي اهم ڪهاڻيڪارن ۾ امر جليل، قمر شهباز، حميد سنڌي، غلام نبي مغل، رسول بخش پليجو، علي بابا، نسيم احمد کرل، عبدالقادر جوڻيجو، ممتاز

مرزا، شوڪت حسين، ناصر، اقبال جتوئي، عبدالحق عالماڻي، نظير شيخ، عبدالجبار جوڻيجو، طارق اشرف، منير احمد، مشتاق شورو، مهتاب محبوب زرينه بلوچ، اقبال پروين، رشيده حجاب جا نالا اهم آهن. امر جليل به انهيءَ ٽين پيڙهيءَ سان تعلق رکي ٿو. ٽين پيڙهيءَ جا ڪهاڻيڪار ٻي پيڙهيءَ جي ڪجهه ڪهاڻيڪارن سان گڏجي سنڌي ڪهاڻيءَ جي شاندار عمارت جي اوساري جي ڪم ڪي جنبي ويا. ٻي پيڙهي جي ڪهاڻيڪارن سان ع. ق. شيخ، مراد علي مرزا، آغا سليم ٿي ڪهاڻي ڪيتر ۾ سرگرم رهيا، باقي پيا عملي طور تي رٽائر ڪري چڪا هئا. اهي ڪهاڻيڪار شعوري- لاشعوري طور تي هڪ اهڙو عظيم ڪارنامو سرانجام ڏئي رهيا هئا، جنهنجي لازوال نتيجن جي خود ڪين به خبر نه هئي. اهو عظيم ڪارنامو ايندڙ نسلن لاءِ واٽ جي لاٽ بڻجڻو هو.

امر جي پهرين ڪهاڻي 'اندرا' ۱۹۵۶ع ۾ 'ادا' رسالي ۾ ڇپي. انهيءَ ڪهاڻيءَ ڪانپوءِ جيڪا سندس چوڻ موجب ڪانس لکائي وئي هئي، ۱۹۶۰ع تائين ڪاڻ ڪجهه نه لکيائين ۱۹۶۰ع کان لاڳيتو لکي رهيو آهي. امر ڪهاڻيون ڇو ٿو لکي؟ اهو سندس ئي لفظن ۾ پڙهو:

"مونکي لکڻ جو شوق نه ٿيو هو. مون لکڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هئي ۽ ڪندو رهيو آهيان. جيڪڏهن لکڻ طرف لاڙو نه ڪريان ها ته هوند پوسانجي مري وڃان ها."

انهن لفظن وسيلي اسانکي خبر ٿي پوي ٿي ته امر ادب ۾ فيشن طور نه آيو آهي. ۱۹۶۰ع ڪانپوءِ وارو دور انتهائي خطرناڪ دور هو، خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ. امر جليل انهيءَ دور ۾ نهايت جرئت سان سماجي برائين، غلط ريتين ۽ رسمن خلاف لکي، پڙهندڙن کي لٽون اتساهه ڏنو. امر جي ڪهاڻين ۾، 'سنڌيت'، جو جذبو هرهنڌ ڪارفرما آهي. 'سنڌيت' جي جذبي جي آڏو هر بند لڙهيو وڃي. هو ڪابه رک رکائي ڪونه ٿو ڪري. 'ڌرتيءَ جي ڏوڙ آسمان جا تارا' - مان هڪ ٽڪرو پيش ڪريان ٿو:

"مان سيد آهيان." شاهو ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪيندي چيو،
"اسلام ۾ سڀ کان وڏو ثواب ڪنهن غير مسلم کي مسلمان ڪرڻ آهي. مان توکي مسلمان ڪندس."

امر تي الزام آهي ته هو ڪهاڻيءَ جو تاجي پيٽو زوردار ڊائلاگن سان آڻيندو آهي ۽ Discription (بيان) ڏانهن گهٽ ڌيان ڏيندو آهي. اها امر جي انفراديت آهي— جيڪا ٿي سگهي ٿو ته ڪنهنکي ذاتي

طور پسند نہ اچي. سوال فقط اهو آهي تہ اسر پنهنجي پڙهندڙن کي ڏيڻ چا ٿو چاهي؟ اڄاڻي غير ضروري Discription کان سڄو آهي تہ، با مقصد ۽ پرپور ڊائلاگن سان، ڪهاڻيءَ کي فطري پڄاڻيءَ تائين پهچائي ۽ مجموعي طور تي پڙهندڙن کي متاثر ڪري. 'ڏرتيءَ جي ڏوڙ آسمان جا تارا، ڪهاڻيءَ ۾ سراج ۽ شاهوءَ جا ڊائلاگ يا باليءَ ۽ شاهوءَ جا ڊائلاگ با مقصد آهن، شاهوءَ جو مٿيون ڊائلاگ انهيءَ جو ثبوت آهي. انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾، جڏهن سراج شاهوءَ کي ٻڌائي ٿو تہ بالي ڇوڪريءَ کي جنم ڏنو آهي— تڏهن جهڙي ڪر شاهوءَ جي منهن تي دانگي ڪَهميو وڃي. هر بار عيسيٰ جهڙو معصوم هوندو آهي— اسر اڳتي ٿو:

"اوچتو ٻارڙيءَ جو روئڻ بند ٿي ويو. هوءَ ٻچڪارون ڏئي روالور جو سرد لوهہ چوسڻ لڳي. شاهو جي آڱر ٽريگر تي ڄمي وئي— 'ڪير اٿئي هيءَ ڪنهنجي ڌيءَ آهي— هنجو ڪوبہ پيءُ ڪونهي، هنجو ڪوبہ پيءُ ڪونهي" بالي اوچنگارون ڏيئي روئي هئي"

ڪهاڻيءَ جي آخري سٽن مان هڪ سٽ:

"هوا جو زور وڌي ويو، پراڻي جاءِ جا بنياد ڪنبي رهيا هئا."

انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾ شاهو ۽ باليءَ جا ڪردار پنهنجي طبقن جي نمائندگي ڪن ٿا. ۽ باليءَ جي ڌيءَ آئيندي جو اهو انسان آهي، جيڪو ڇوت ڇات، ذات پات جي منهن تي هڪ پرپور ٿڦڙ آهي. اسر جي ڊائلاگ وانگي، شاهوءَ جو ڪندر سان ٻاهر نڪري وڃڻ سان مراد آهي هٺ، وڏائي ۽ تڪبر جي شڪست، جيڪا شاهوءَ جي مقدر ۾ لکجي چڪي آهي.

'عشق ۽ انٽرويو' جي ڪردارن کي بي روز گاري ورثي ۾ مليل آهي.

"سائين منهنجي پيءُ کي انگريز سائي باپ انڪري نوڪريءَ ۾ نہ ڪنيو جو منهنجو پيءُ انگريزي نہ ڄاڻندو هو. توهان مونکي نوڪريءَ ۾ انلاءِ نٿا کڻو، جو مان اڙدو نٿو ڄاڻان، ڪٿي اٿين تہ نہ آهي، انگريز سوٽ لاهيءَ شيرواني پائي موني آيا آهن."

هيءَ هڪ اهڙي نوجوان وهيٽي نسل جي ڪهاڻي آهي، جنهنجي ڀاڳ ايا ڳ ۾ ڏڪا ۽ ٿاپا آهن.

"توڻ باڊي فول آهين. اهنڊڙ هڪ هزار سالن تائين نوڪري نہ ڪولهي سگهندين."

هن چار ۾، هڪ حقيقت کي امر ڪهاڻيءَ جو روپ ڏنو آهي. اها ڪهاڻي نہ فقط امر جي بهترين ڪهاڻين مان هڪ آهي. بلڪ اها سنڌيءَ جي بهترين ڪهاڻين مان بہ هڪ آهي. مارگريٽ جنهنڪي سنڌين ڪان وڌيڪ سنڌ جي خبر آهي. انگلنڊ مان موهن جي دڙي جي تاريخ ڪڻ آئي آهي. موهن جو دڙو جيڪو سنڌ واسين لاءِ ڀڄل شهر آهي. ڪنڊر- پينگ، سنڌي ڏاڍا رحم دل ۽ مهمان نواز آهن. مارگريٽ سنڌي ثقافت متعلق اهو ئي پڙهيو آهي- ڪهاڻيءَ جي آخر ۾ مارگريٽ کي Rape ڪيو وڃي ٿو، انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾ هي ڏکيو ڊائلاگ ڪيڏو نہ معنيٰ وارو آهي:

ڀڏايوماس تہ، ”هي آستان انهن پاڪ دامن بيبين جو آخري آرامگاهہ آهي. جن هڪ بدنيت ڪافر جي هٿ چراند ڪان بچڻ لاءِ خدا ڪان پنهنجي عزت جي دعا گهري هئي. خدا سندن عرض اگهايو. جبل ڏري پيو ۽ نيڪ بيبيون اتيئي دفن ٿي ويون“

’روڙ جو سست‘، ۾ امر جا زهر ۾ ٻڏل ڊائيلاگ جيءَ کي جهنجهوڙيو ڇڏين:

”سنڌ ۾ ڪاني ڪرامتن جو پير نجي يا رهزن ڌاڙيل، ٻئي ڏاڍا هڪجهڙا آهن. ٻنهي ۾ هڪ جيتري ڪماني آهي.“

’رڃ‘، ڪهاڻيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو ٻاڻيءَ جو ڏيو آهي تہ اهي بہ اکيون آهن، جي اوسيڙي جي اوٽ ۾ آهن.

امر جي اهميت فقط انهن ڪهاڻين تائين محدود ڪانهي، جيڪي ’دل جي دليا‘، يا ’جڏهن مان نہ هوندس‘ ۾ ڇپيون آهن- بلڪ انهن ڪهاڻين مان بہ آهي جيڪي ٻاهر رهجيويون آهن. مثال طور: ’هولي هڪ لاش‘، ’راتين جا رولاڪ‘، ۽ ’سچل سرمست اربل ۾‘،

---

”اهي تنهنجيون پنهنجيون ڳالهيون آهن. تو ئي مونکي سهڪاريون آهن. مان گوتم کي گيان ڏيندس. مان شاهجهان جو رقيب آهيان. مان خاڪ محل اڏيندس.“

— امر جليل، ڪهاڻي، ’برف جو تاج محل‘،

امداد حسيني

# ڪجهه جليل جي باري ۾

يارن کي اُمر تي ڪيئي سيارون آهن. جن مان مکيه هي آهن:
١- هو گهٽ ٿو لکي.
٢- بڪواس ٿو لکي.
٣- قلم مان ڪمائي ٿو ته رڳو جاهل.

هڪ ڊسٽي وانسٽي ليکڪ کان ميار نمبر ٢ پڌم، ته چيم: ”ها جليل سنڌ ۾ سڀني کان وڌيڪ پاپولر رائٽر آهي“. ”سنڌ جا ماڻهو به ته بڪواس آهن“ مون ٽوڪ وراڻيو هو: ’سو سائين، جليل بڪواس قوم جو بڪواس ليکڪ آهي‘. اسان سنڌين جي مينٽلٽي به عجيب آهي. ٿرڊ ڪلاس ويندي، گٽر ڪلاس ماڻهن جا پير پيا چهنداسين، پر پاڻ جهڙي کي نه رڳو ريڪگنائيز نه ڪنداسين، پر مرڳو ڪيس اگنور ڪرڻ، لتاڙڻ ۽ لوڙڻ جي ڪوشش پيا ڪنداسين. پر پٺ ڪيس گهٽ وڌ پيا ڳالهائينداسين. سچ اهو آهي ته اسانکي ته پاڻ خوش هئڻ گهرجي ته هاڻوڪي يڪ سنڌي ساهت، هڪ ئي وقت هيڏا وڏا سرجڻهار ڏنا آهن، جنجون لکيتون سنڌ جي آئيني جي اراڙ تي روشن لڪيرون آهن. انهيءَ ۾ ڪهڙو شڪ آهي ته اڄ جا هيءَ روشنين جي ريل ڇيل آهي، سا انهن ئي ڏاتارن جي ڏات ڏيئي جي صدقي ئي ته آهي. اها اسانجي رت جي بوند ئي ته آهي، جا نڙي گلاب ئي پئي آهي. (جهڙا گل گلاب جا). اڄ جي ڪهاڻيڪارن، ڪوين، پڙهندڙن کي نئين سر ٻوليءَ سان اٿاهه پيار ڪرڻ تي هرکايو آهي، ته پنهنجي جاءِ تي اهو هڪ وڏو ڪارنامو آهي، جنهن تي جيترو به فخر ڪجي ٿورو آهي. جيڪڏهن ادب کي اوهين ذهني پورهيو ڇئو ٿا ته پوءِ انهيءَ جي اجرت لازمي آهي. پر اهي يار جيڪي جليل جي قلم جي ڪمائيءَ تي ايترو ميڄريل آهن، آهي آنهن هڪ، نوڪين ليکڪن جي باري ۾ ڇو چپ آهن، جنجي لوڪ لکيءَ جي تحريرن کي نوٽن جي تهين سان پئي توريو ويو آهي. پڪ ڄاڻو ته جيڪڏهن جليل جي ڳچيءَ ۾ ڊگريءَ جو ڍگرو نه هجي ها، ۽ سٺي نوڪري نه هجيس ها، ته بک مري ها ۽ هيستائين هن جيڪي ڪاڳر لکيا آهن، آهي نه شايد ڪيس ڪنهن کان مڃي وٺڻا پون ها.

جليل سان منهنجي پهرين ملاقات اين- جي- وي هاءِ اسڪول ۾ ٿي هئي، جتي هو ماستر هو. هو مونکي نئون بلڪل ڪونه لڳو. جڻ اسين صديون ۽ جنم اڳي به ڪٿي مليا، وڇڙي چڪا هئاسين. انهيءَ ملاقات ۾ هو مونکي ليکڪ ڪاڻ وڌيڪ رانديگر لڳو. قمر شهباز جليل لاءِ ڪٿي لکيو آهي ته: ’هو ڪرڪيٽ کيڏندو اچي ها ته اڄ جيڪر ٽيسٽ پليئر هجي ها.‘ جليل ٽيسٽ پليئر هجي يا نه، پر هن سنڌي ادب ۾ چونڪا به هنيا آهن ته ڇڪا به. هن ادب ۾، اسپورٽسمين شپ کي برقرار رکيو آهي. سنڌي ادب ۾ تمام ٿورا ماڻهو اهڙا آهن، جنهنجي ڳُجهي وڏي آهي، جن ڪڏهين ڪنهنجي گلا نه ڪئي آهي. جليل به انهن مان هڪڙو آهي. هو ته ڏوراپو به نه ڏيندو آهي. ها، ڏک ضرور ڪندو آهي: ”يار هي حيدرآباد ۾ ڇا پيو ٿئي؟ ڪهڙي جُنبا پٽ آهي؟ پاڻ ۾ ملو- ميٽنگ ڪريو- ڪو حل ڳوليو.“

جليل سان عجيب ويڌن آهي. قمر شهباز امر جي ڪهاڻين جي پهرئين مجموعي ’دل جي دنيا‘ تي لکندي سندس سگهي ساراهه ڪري ويو، ته ’مهراڻ‘ اخبار جو مبصر وري امر جي ڳچيءَ ۾ الزامن ۽ فتوائن جو ڳٽ ڪٿي پاتو. انهيءَ تي طارق اشرف وري ٻنهي جي اَبتڙ واٽ ورتي ۽ قمر ۽ مهراڻ جي مبصر ٻنهي کي لوڻي ويو. طارق امر تي تنقيد ڪندي ڪٿي لکيو هو ته: ’امر جون ڪهاڻيون ڊائلاگن جي آڌار تي بيٺل هونديون آهن.‘ وري ٻئي پيري جليل جي ڪهاڻيءَ تي اهو اعتراض ڪيائين ته: ’اها وڌيڪ ڊسڪرپٽو ٿي وئي آهي، انهيءَ ڪري بور ٿي لڳي.‘ هتي انهيءَ لکڻ سان منهنجي مراد اها ٿي آهي، ته اسانوٽ تخليقي تنقيد جي کوٽ آهي، ۽ انهيءَ کوٽ جو سبب اهو آهي ته تنقيد اسانوٽ سائڊ جاب آهي، جنهنجي، منهنجي نظر ۾ ڪا به اهميت ڪانهي. سنڌ جي مهان ڪوي اياز تي جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، انهيءَ جو ٿي مثال ڪٿي ولو، سواءِ لال پشپ جي، انهيءَ اپياس جي جيڪو هن ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي‘ تي ڪيو هو، اياز تي جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، انهيءَ ۾ يا ته ياري باشي آهي يا وري وير ساڙيو ويو آهي. جليل تي به ابن ليکڪن جي پيٽ ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي، پر جليل جون لکيتون به ڪنهن لال پشپ جي اوسيڙي ۾ آهن.

امر کي سندس پڙهندڙ مهان سڏيندا آهن، فرشتو ۽ ديوتا چوندا آهن. پر اها ڳالهه طني آهي ته جليل جي مهانتا اها ٿي آهي ته هن

مهان' ڏرتيءَ جي ڪُک مان جنم ورتو آهي ۽ سنڌو ساگر جي ڪپر تي نپجي وڏو ٿيو آهي. جليل هر موضوع تي لکي سگهيو آهي. ڪنڌڪوٽ واري سانحي جي پس منظر ۾ لکيل سندس ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' ۽ بحيرا شاهيءَ جي دور ۾ لکيل 'نه ويج نه طبيب' انهيءَ جو ثبوت آهي. مونکي ياد آهي ته جڏهن جليل پاڪستان سينٽر حيدرآباد سنڌ ۾ 'انگريزي ڪهاڻين جي شام' ۾ پنهنجي ڪهاڻي 'Son of the soil' پڙهي رهيو هو، تڏهن اسلم اظهر، ڊائريڪٽر ٽيليوين ڪارپوريشن ڪراچي، جيڪو انهيءَ محفل جي صدارت ڪري رهيو هو، وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي کلي لڳو هو ۽ پيا ٻڌڻ وارا به کل ۾ ڪيرا ٿي رهيا هئا ۽ جليل فقط رکي رهيو هو. هو فقط هڪ ڀيرو ٽهڪ ڏئي کليو هو ۽ اهو ٽهڪ مونکي سندس روح جي رڙ محسوس ٿيو هو.

جليل جڏهن چپ هوندو آهي، تڏهن سندس اندر سمورا سمنڊ خشڪ ٿي ويل لڳندا آهن. ۽ هو انهن خشڪ سمنڊن جي ڪپر تي ويٺو هوندو آهي- اڪيلو، ويڳاڻو- تواڻي تواڻي. پر مان ڄاڻان ٿو ته سنڌيءَ جو هي نرالو ڪهاڻيڪار، ڪهاڻيون لکڻ ڪڏهن به بند نه ڪندو. ڇو ته ڪهاڻي ئي سندس جيڻ- مرڻ آهي پڻ

---

# قدر

■ "خبر اٿئي، ڪير آندي اٿم؟" پهلوان اچا به ڪجهه اکيني ٿيو چيائين، "پنجاب جو داتو آندو اٿم. گذريل مهيني داتا جي دربار تي پهچي هئي ته سڄو پنجاب آدمن ۾ وڃائنجي ويو هوس. پر تنهن هوندي به پنجابين قدر نه ڪيس. رب جو قسم آ سائين اهڙن داڻن جو قدر فقط سنڌ ۾ ٿيندو آهي."

امر جليل، ڪهاڻي، 'الهندڙ سج، وڏندڙ ڇاڇا'

■ "پتر جي صنم ڪان درد جو دان ملندو آهي، زهره."

امر جليل، ڪهاڻي، 'برف جو تاج محل'

قمر شهباز

# درد جو سفر

١٩٥٤ع جي هڪ گرم شام. خوجا صاحب جي نواب شاهه واري مشهور هاءِ اسڪول جي راند جو ميدان، سامهون ڪرڪيٽ جي نيٽ پرئڪٽس پئي ٿي. مان ڪجهه دوستن سان ميدان جي ڏاکڻي پٽ وٽ، ٽالهيءَ جي وڻ هيٺان ويٺو آهيان. ڪجهه ڏينهن کان پرئڪٽس تي ڪونه ويندا آهيون، ڇو ته 'ون يونٽ' نالي لاءِ کهڙي حڪومت زور شور سان تياريون شروع ڪري ڏنيون آهن. هر روز اخبارن ون يونٽ جي فائدي ۾ سرڪاري توڙي سنڌ دشمن ڌارين جا بيان پيا ٿا ڇپجن. مان چند ڏينهن اڳ ڇهون درجو (هائوڪونائون) پاس ڪري مئٽرڪ ۾ پهتو آهيان. پر ڪلاس ۾ ڪونه ويندا آهيون، ڇو ته 'ون يونٽ' جي خلاف نفرت ۽ ڌڪار واري مهم جاري رکڻ ۾ اسانجو وڏو هٿ آهي. مشهور هاري اڳواڻ محترم قاضي فيض محمد سان گڏ سڄي ضلعي جو دورو ڪري اڄ ئي موٽيو آهيان. جيپ ۾ لائوڊ اسپيڪر ٻڌي، هڪ هڪ شهر، هڪ هڪ ڳوٺ گهمي آيا آهيون. هفتي کن ۾ ڪنوينشن ٿيڻي آهي، جنهن ۾ جي-ايم-سيد ۽ ٻيا اڳواڻ شريڪ ٿيندا. اسان شاگرد انهن تيارين ۾ مشغول آهيون. رات جو ادا عبدالمالڪ جي گهر پرسان ملان جبار جي کنڊرجهڙي جاءِ ۾ گڏ ٿيندا آهيون. ڏيئي جي جهڪي روشنيءَ ۾ لکپڙهه جو ڪم ٿيندو آهي، اشتهار لکبا آهن، ڪم ورهائبا آهن ۽ پوءِ ساڻي هڪ هڪ تي رات جي اونداهيءَ ۾ ڪم تي ويندا آهن.

ٽالهيءَ جي وڻ هيٺان ويٺا اسان ڪنوينشن جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين. ڪراچيءَ مان ان تحريڪ جا ڪجهه نوجوان آيا هئا. انهن متعلق بحث تي رهيو ته ايتري ۾ حميد رضا ميدان ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "هيءُ ڪو نئون راندبگر ٿو ڏسجي."

اسان سڀني اوڏانهن ڏٺو. مضبوط جسم ۽ سانوري رنگ وارو

هڪ نوجوان نهايت ئي اعتماد سان بهترين ڪربيٽنگ جو مظاهرو ڪري رهيو هو.

”ڪراچيءَ جو ٿو ڏسجي،“ مير نذير چيو.

”ڏاڍو اسٽائلش آهي، ڪتورَ ڊرائيو ته لاجواب ٿو هڻي.“ شهمير ورائيو.

”اڳي ته ڪڏهن ڪونه ڏٺو اٿئون؟“

”نه، نئون آهي. پر آهي ڏاڍو سٺو پليئر.“

ايتري ۾ ادا عبدالمالڪ گرائونڊ تان ڊوڙندو اسان ڏي آيو. چيائين، ”يار ڏاڍو سٺو ٿيو جو هڪ بهترين رانديگر وڌيو. هاڻي اسان کان ڏسون ته ڪير ٿو ڊويزن جي چيمپئن شپ کٽي.“

”آهي ته ڏاڍو سٺو، پر آهي ڪري؟“

”ڪراچيءَ سان آيو آهي. هت ڪاليج ۾ پڙهندو. اڄ ئي آيو آهي. ماڻهو ڏاڍو مزيدار آهي.اڄڪ سان ئي منصور ۽ آفتاب مڪ سان گڏجي سواري ڪئي اٿائين. پوليس واري کي سڏي ڏي ’پٽيوالو‘ راند پوري ٿئي ته توهان سان ملايانس ٿو.“

ان شام جو، جڏهن سج لٿو ۽ آسمان ۾ اونده ڇانئجڻ لڳي، ته نيا، نذهن سون بهريون پيرو اسرجليل سان هٿ ملايو. اها سڃاڻ اڳتي هلي درد جو هڪ اڻ ڪٽ سفر ثابت ٿي. اهڙو سفر جنهنجي نه ابتدا جي خبر، نه انتها جي ڄاڻ. اهڙو سفر، جو سڏڪوبنجي دل ۾ سمايو ۽ ساهه بنجي سرير سان نڪرندو. اهڙو سفر، جو رڻ جي راڙيءَ ۾ رُڃ ۽ اُڃ سان پرهت جي ريت نيائي.

ان شام اسان سڀ بي فڪر نوجوان چام جي هوٽل ۾ گڏ ٿيا سون. گرائونڊ کان هر شام لهڪن جو قافلو چام جي هوٽل تي وڃي ختم ٿيندو هو. اتي ڪچهري مچندي هئي. ڳالهيون ٿينديون هيون. راڳ روپ، نقل نذير، کيل سسخري دير دير تائين پئي هلندي هئي. ۽ پوءِ نوجوان ٽڙي پکڙي ويندا هئا. پر اڄوڪي شام ڪجهه نرالي هئي. اڄ هڪ نئون دوست به اسان سان شامل هو. دوست محمد انڙ هوٽل جو خرچ پرڻ قبوليو هو. دوست محمد ڪشميريءَ پنهنجي ايجاد ڪيل سوشلزم جي پرچار شروع ڪري

ڏني. حميد رضا معجون مرڪب جو نُسخو ٻڌائڻ شروع ڪيو. علي گوهر ٽائيپ جو احوال کولي ويٺو. شهمير رڍ ۽ ٻڪريءَ جو قصو بيان ڪرڻ لڳو. نبي بخش انڙ، نورو لالو، ٻئي ٻير ۽ ٻيا سڀ ڪرڪيٽ تي بحث ڪرڻ لڳا. اهڙيءَ طرح امر جليل سان ڀرپور شام ملهائجي وئي ۽ ڪنهنکي خبر به نه پئي.

رات جو جليل مونسان گڏجي ادا عبدالمالڪ جي اوطاق ۾ خاص گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو. مون محسوس ڪيو ته هُو بنيادي طورتي هڪ رانديگر ٿي آهي ۽ بس. اردو ٻوليءَ جو هن تمام گهڻو اثر هو. اڪثر وقت اردوءَ ۾ ئي پئي ڳالهايائين. ’ ون ڊونٽ ‘ جي نقصان جي به ڪيس ڪا خاص ڄاڻ ڪانه هئي. بس انهن پئي لڳو ته ڪرڪيٽ ئي هنجي لاءِ سڀ ڪجهه آهي. دنيا جي ڪنهن به ٻئي شيءِ ۾ ڪيس اهڙي دلچسپي ڪانه هئي. هو سيٽنگ ۾ چپ چاپ ويٺو رهيو ۽ ٻور ٽيندو رهيو. ۽ پوءِ جڏهن رات لڙئي پئي ڄڻان گڏجي اٿياسين ۽ ويران اڪيلي رستي تي نڪري پياسين ، تڏهن مون جليل جي زندگيءَ جو ٻيورخ ڏٺو. ۽ مونکي اڄان تائين چڱيءَ طرح ياد آهي ته مان ان رات بي حد حيران ٿيو هوس. هڪ نئين ماڻهو کي هڪ ئي ذهن اندر ڏرتيءَ ۽ آسمان جي ڇيڙن تي بيٺل ڏسي مونکي ڀرپور دفعو هيءَ دنيا واقعي عجيب ۽ پراسرار لڳي هئي. ۽ هي ماڻهو ـــ جو اوچتو اونداهي اپ مان ڏرتيءَ جي ڏکندڙ سيني تي لهي آيو هو، خود سندس وجود به ڪيترو نه اندامن ۾ اڻ لکو هو. هن چيو:

”مان هڪ اهڙو انسان آهيان. مونکي ڪنهن جي تلاش آهي. سڪون جي ڳولا آهي. ان ئي ڳولا ۾ مان در در ڀٽڪندو رهيو آهيان. پر منهنجي درد جو درمان ڪوبه ناهي. مونکي اها ڄاڻ به نه ناهي ته آخر مان ڇا جو ڳولائو آهيان.“

هو چپ چاپ مونسان خاموش رستي تي هلندو رهيو.

اسان اڄ به گڏ هلي رهيا آهيون. رستو کٽو ناهي. رستي جو ڪو انت ناهي.

درد جو سفر به ڪڏهن پورو ٿيو آهي؟

جليل کي اڄ به ڪنهين جي تلاش آهي. هو اڄ به سڪون

جو ڳولائو آهي. ان تلاش ۽ جستجوءَ ۾ هن طرحين طرح جبز حادو ڪا ڪاڏا آهن.

ٽي سال اڳ، جڏهن مان ڪنڊڪوٽ ۾ هوس ته هڪ ڏينهن جليل جو خط پهتو هو، لکيو هئائين:

”قمر، سياڻي منهنجو ڊرامو ’زخم زندگيءَ جا،‘ حيدرآباد ريڊيو تان نشر ٿيندو. ضرور ٻڌجانءِ. جليل.“

ڊرامي واري رات سون. اضيءَ ڪي سوٽ ڪائيندي ڏٺو. پولار حا ٻڙلاءِ جاڳي پيا. سونڪي جليل سان گهاريل پهرين رات ياد آئي. اکين ۾ لڙڪ تري آيا، ها هيءَ ساڳيو ئي آواز هو. ساڳي ئي صدا هئي:

مان سڪندر آهيان، مان ظلمات جو مسافر آهيان. سونکي آبحيات جي تلاش آهي.‘

اها رات، ڪنڊ ڪوٽ جي ڪاري رات، سون پرهه تائين ٻاچولن سان گذجي گهاري.

تازو ڪراچي آيس ته هڪ دفعو وري ٽيليويزن تان ساڳيوئي آواز ٻڌم. ’ماءُ‘ ڊرامي ۾ جليل پنهنجو اندر اوتي ڇڏيو هو:

’مان سڪندر آهيان، مان ظلمات جو مسافر آهيان، سونکي آبحيات جي تلاش آهي.‘

جليل واقعي سڪندر آهي. هنکي آبحيات جي تلاش ناهي. هو صرف پيار جو پياسو آهي. اندر اونهاين تائين اوساليل، اڃو ۽ اهالو.

اسان دير تائين اڪيلي اهاڪي رستي تي هڪ ٻئي کي ڳوليندا رهياسين، ڦوليندا رهياسين. اهو ذڪر ۱۹۵۴ جو آهي.

هو ڪراچيءَ مان نوابشاه پڙهڻ آيو هو. ذهني پريشانين سبب هو سائنس کي اڌ ۾ ڇڏي پيهر آرٽس ۾ داخلا وٺڻ لاءِ پروفيسر احمد سعيد خان ۽ خوجا صاحب جي نگراني هيٺ پڙهڻ لاءِ آيو هو.

خانصاحب عبدالغني قاضيءَ جو نديو پٽ قاضي عبدالجليل خاندان جي روايتن، ريتن رسمن ۽ رواجن جو مخالف ثابت ٿيو هو. هنجا خيال باغي هئا. هنجو ذهن مختلف سوچ رکندڙ هو. سڀ ڪان وڏي ڳالهه، جنهن روهڙي ڪان ڪراچيءَ تائين ٿرٿلو مچائي ڇڏيو هو، سا هئي ته خانداني روايتي ضد ۾ جليل ميمڻي

ڪان سرس هو.

خانصاحب عبدالغني قاضي هڪ سخت، ايماندار ۽ ضدي آفيسر هو. هن پنهنجي ننڍي پٽ جي ارڏين اکين ۾ پنهنجي ئي تصوير ڏٺي هئي ۽ مستقبل جو تصور ڪري هو ڏڪي اٿيو هو. ان ڪري هن بهتر سمجهيو هو ته ڪبس پنهنجي پاڇي کان پري رکي. اهو ئي سبب هو جو سرڪش روح ۽ موڏي طبيعت وارو هيءُ نوجوان گهر نيڪاليءَ تي هت آيل هو.

پيو ڏينهن آيو. ون يونٽ جي خلاف مظاهرن سبب ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ اڪثر هڙتال رهڻ لڳي هئي. ان ڪري اسان اسڪول وڃڻ بجاءِ مسجد روڊ تي، پاڪ بڪ ڊيپو جي ڀرسان پيل صندل تي اچي ويٺاسين. پر ۾ ميوي درزيءَ جي چڳل ڪٽ ۽ ٻه چار لوهي ڪرسيون پيون هونديون هيون. اسانجي آئنده جي بيٺڪ اهو صندل، چڳل ڪٽ ۽ لوهي ڪرسيون بنجي پيون. سامهون مشهور ڪانگريسي اڳواڻ، خلافت تحريڪ جي مهندار ۽ بي خوف سياسي شخصيت مولوي محمد معاذ جو دواخانو هوندو هو. پاسي ۾ ادا عبدالمالڪ جو گهر، ۽ ملان جبار جي گهڻ-مقصدي اوطاق، جنهن پروڻ يونٽ خلاف تحريڪ پلجندي هئي.

صندل تي جليل ويٺو هو. سندس پر ۾ دوست محمد انڙ، پاٽس نبي بخش انڙ، مير ڪرم علي، مير يار محمد، حمد رضا، علي گوهر، ادا عبدالمالڪ ۽ ٻيا ڪيترائي نوجوان اچي گڏ ٿيا هئا. اهي محفلون پوءِ هر روز مچڻ لڳيون، گيت گونجڻ لڳا، سنگيت سرجڻ لڳا. اسان سڀ گڏجي ڳائيندا هئاسين:

"مالڪ تون درد ڪٽيندين، ڪين ڇڏيندين،
هر هنڌ هر حال ۾ رانول رهبر ٿيندين"

ڪلاڪن جا ڪلاڪ- اڪثر اڌيءَ لڙيءَ تائين اسان سڀ چندر جا گيت ڳائيندا هئاسين. تاڙين جي تال تي. سرڪندڙ ماضيءَ جا اهي نغما اڄ به اونداهي اُپ ۾ لاندائري جيان ٽمڪندا آهن.

جليل جو آواز تمام سٺو ۽ سريلو آهي. سندس اکين جي اداسي سندس سُرن ۾ به سمايل آهي. هو اڪثر هيءُ گيت ڳائيندو

هو ۽ اسان لاڳ ڳائيندا هئاسونس:

”جب جب قول کلي، تجهي ياد کيا هم ني -

ديک اکيلا همين - همين گهير ليا غم ني-“

ڳائيندي ڳائيندي سندس اکين ۾ موتي ٽمڪي اڀندا هئا.

مون اهي موتي ان ڪانپوءِ ٻه ڏٺا آهن. اهو ڪيت ڪئين دفعا وري ٻڌو آهي. پر اهي گهڙيون ـــــ سوچيندو آهيان ته باقي حياتي سودي ۾ ڏئي هڪ دفعو ـــــ صرف هڪ دفعو ـــــ اهي ۽ سٺون سمايل لمحا هڪ دفعو وري ورائي سگهان. پر وقت جي واڳ ڪير واري؟ وقت ته اسانجي وجود کي لتاڙي، چيڀاڙي، چٽي ، چيچلائي ، گهٽو ٻري وچي چڪو آهي. اهڙو ٻري جو منهنجي معزوز آواز جي اڏام نڪي هارجي موٽي ٿي اچي .

صبح جو ون يونٽ خلاف جلوس ڪيندا هئاسون، شام جو ڪرڪيٽ ۽ رات جو دير دير تائين ڪچهري ، گيت ، سنگيت ، راڳ روپ، ٿهڪن جا ٽانگڙ، مُرڪن جا ميخانا، خوابن جي خوشبو.

هر جمعي تي شام جو مولانا جبار جي ڪوٺيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ٿيندي هئي. ون يونٽ جا مخالف ورڪر به اتي ئي ڪم ڪندا هئا. صلاح مشورا ، ڳالهيون ٻولهيون ۽ فيصلا ٻڻ اتي ئي ٿيندا هئا.

حمعو آهو ته مان جليل کي ٻه سال وٺي ويس. هو ٻي دليءَ سان هليو. ڪراچيءَ ۾ رهڻ ۽ بنيادي طرح رانديگر هئڻ سبب هنکي سنڌي زبان، سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ متعلق ڪا خاص ڄاڻ نه هئي، نه گهو اهڙو ٻر سنڌي وڏيري، پيرءَ مير خلاف سندس دل ۾ ويٺل نفرت، سچي سنڌي نظام خلاف ئي ويٺي هئي . انڪري سنڌي ادب جي هن ڀرپور گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جي باوجود، هو وري به هڪ ڪرڪيٽر ئي رهيو. ان شام جي گڏجاڻيءَ ۾ برده سنڌي، نور عباسي، منظور، گل محمد ڇنا، نظر سنڌي مرحوم ۽ ٻيا شريڪ ٿيا هئا. ادبي گڏجاڻيءَ ڪانپوءِ ون يونٽ تحريڪ جو ايندڙ هفتي جو پروگرام ٺاهيو ويو. ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون. جلوس ڪيڻ

جي رٿ منظور ڪئي وئي. سنڌ دشمن، سنڌي اخبار 'نواءِ سنڌ' کي ساڙڻ جي صلاح پڻ ڪئي وئي. انهي اهو به حڪم ڏنو ويو ته مان هڪ جوشيلو گيت لکان ۽ جلوس دوران جليل اهو گيت لائوڊ اسپيڪر تي ڳائيندو هلي.

ان رات، گڏجاڻيءَ مان نڪرڻ ڪانپوءِ، اڪيلي اونداهي رستي تي بي سبب هلندي ڀيرون پيرو جليل مونکي چيو، "جيڪڏهن مان افسانو لکي اچان ته —"

"تون؟" مون حيرت مان ڏانهس نهاريو.

"ها." هو مرڪيو، "شايد مون هاڻ توهانکي ۽ ٻانکي سچ پچ سڃائڻ شروع ڪيو آهي."

"ضرور لک، مونکي خوشي ٿيندي."

مون کيس همٿايو. زور ڀريم. ياد ڏياريم ۽ آخر ٻئي جمعي تي جڏهن سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ملان جبار جي ڪوٺيءَ ۾ ٿي، تڏهن امر جليل ڪاغذن جو بنڊل کولي پنهنجي ادبي زندگيءَ جو پهريون افسانو 'اندرا' پڙهيو. جليل قاضيءَ جي نالي سان. اها سال ۱۹۵۴-۵۵ جي ڳالهه آهي.

اها گهڙي مون لاءِ نهايت ئي خوشيءَ جي گهڙي هئي. مون جليل کي ڪلهي لڳائي مبارڪ ڏني هئي. سڀني اديبن پڻ تعريف ڪئي. ادبي نالي رکڻ جو سوال پيدا ٿيو ته خود جليل ئي پنهنجو ادبي نالو چونڊي ورتو — 'جليل پرڀمي' ان ئي نالي سان هنجا افسانا ڳتي هلي، اسانجي جاري ڪيل رسالي 'ادا' ۾ ڇپيا. مناسب جاءِ تي انجو تفصيل سان ذڪر ڪندس.

'اندرا' نهايت ئي ڪامياب افسانو هو. مون جليل ۾ فن جا پندار ڏسي ورتا هئا. کيس مجبور ڪيم ته هو ٻيءَ گڏجاڻيءَ لاءِ افسانو لکي.

ٻئي جمعي تي هن 'ڪاغذ جا گل' پڙهيو. جليل ادب جي اڏيءَ تي ڪنڌ رکي چڪو هو.

ڏهين جولاءِ ١٩٦٢ع تي، جليل جو لکيل هڪ خط منهنجي سامهون آهي. ڳوٺ جروار، تعلقي شهدادڪوٽ مان هيءُ خط لکندي جليل لکيو آهي:

”ڀيڻ قمر ــــ ڪرڪيٽر جليل کي لکڻ تي نه ٿي آماده ڪيو هو. ۽ ان ۾ حالتن کي به وڏو هٿ هو. نه مان ڪراچي ڇڏي نوابشاهه اچان ها، نه نوسان ملان ها ۽ نه ئي لکڻيءَ جي جنون ۾ پوان ها!

اڄ جي مٽيءَ مان، لڌو آهي، ته اها تنهنجي پنهنجي محنت آهي. زمين جي خاڪ، خاڪ رهندي. جيڪو پوکيندو سو لڻندو. قمر، يقين ڄاڻ ته هيءَ حقيقت ۾ منهنجي نه، بلڪ تنهنجي محنت جو ڦل آهي. مان خاڪ آهيان. خاڪ رهندس.“

هر هفتي باقاعدگيءَ سان اسان ادبي ڪچهريءَ ۾ شامل ٿيندا هئاسين ۽ جليل هاڻي اڪثر پنهنجا افسانا آڻڻ لڳو هو. هن جي اهڙي دلچسپي واقعي حيرت ۾ وجهندڙ هئي. اسان کي خوشي هئي ته اسان جي ادب جي اسماليل اڀ تي هڪ روشن ستارو لمڪي اٿيو هو.

انهن ڏينهن ۾ (٥-٤-١٩٥٤) بدعيدن ريلوي اسٽيشن جي هڪ مسڪين بورڊر جو پٽ هرروز ريل رستي نوابشاه ڪاليج ۾ پڙهڻ ايندو هو ۽ رات جو سوٽي وهندو هو. مرڪڻو سڀن، بيوقوفيءَ جي حد تائين سادو. ڳالهائڻ ۾ هٽڪ . جو چوڻ چاهيندو هو، سو ڪڏهن به چئي نه سگهيو . همدرد. محنتي - سچار ۽ خلوص وارو. اڪثر هو به ادبي سنگت ۾ ايندو رهندو هو ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي مرڪندو رهندو هو. ڳهي سوچ ويچار ڪانپوءِ پنهنجو ادبي نالو رکيائين ’تاج صحرائي‘. پر جلد ئي خبر پيس ته ان نالي سان هڪ بزرگ اڳ ئي مشهور آهي. انڪري پاڻکي ’تاج بلوچ‘ چوائڻ شروع ڪيائين. پر غريب کي اهو نالو به نه ڦبيو. ڪراچيءَ مان ان ئي نالي وارو هڪ شهزادو نڪري نروار ٿيو. اهي حال ڏسي هو ويچارو ڏاڍو پريشان ٿيو. اسان کيس ’ڏنو‘ سڏيندا هئاسون. اهو نالو اٿرو نه پڇي ويس جو اڳتي هلي جليل کيس پنهنجي افسانن ۾ ڪالمن ۾ امر ڪري ڇڏيو.

ڏنو گهڻو وقت اسان سان گڏ گذاري نه سگهيو. غربت جا غوراب ڪيس اونهي ۾ اوهري ويا. هو جلد ئي جوانيءَ جو موت ماڻي رمندو رهيو. پر هاڻي هو ٻيهر مري نه سگهندو. جليل ڪيس ابدي زندگي ڏيئي ڇڏي آهي.

ون يونٽ خلاف نفرت وڌندي پئي وئي. سنڌ جا ماڻهو ڪنهن به قيمت تي اهو غلاميءَ جو ڦندو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهڻ لاءِ تيار ڪونه هئا. اخبارن، اشتهارن ۽ جلسن جلوسن ذريعي نوجوان طبقي حڪومت جي ان ظالمائيءَ رٿ جي دل کولي مخالفت ڪئي. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اسٽرائيڪون ٿيون. صحيح وقت جي مهم هلي. ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جي سرزمين تي شايد ٻهريون دفعو نوجوان جاڳي اٿيو هو. اسان رات جو سڀلان جبار جي اونداهي ڪوٺڙيءَ ۾ ويهي پوسٽر لکندا هئاسين ۽ ڏينهن جو جلسا ڪندا هئاسين. ۽ پوءِ اها شام به آئي جڏهن جلوس ڪڍيو هو.

جلوس خوجا صاحب جي اسڪول کان، لطيف هال جي پارڪ سان نڪتو. هزارها شاگردن جي هن مجموعي جي مهڙ ۾، هڪ لانگي تي لائوڊ اسپيڪر هڏل هو ۽ مائيڪ هٿ ۾ جهلي، نهايت جوشيلي انداز ۾ منهنجو لکيل گيت ڳائي رهيو هو جليل. شعر ڪجهه هن ريت هو:

وطن جي راهه ۾ وطن جا نوجوان شهيد ٿيو،
يا بچايو سنڌ کي، يا سورمان شهيد ٿيو.

جلوس اڳتي هليو. اسپتال روڊ کان ٿيندو، ڪچهري روڊ ۽ پوءِ پوليس آئو. دراصل رستي ۾ پوليس اسانکي نهايت ئي چالاڪيءَ سان گهيري وئي هئي. ۽ جوش ۾ اسانکي پتو ئي نه پيو ته اسان خودبخود پوليس لائي ڏانهن وڃي رهيا آهيون. پوليس سان شاگردن جي ٻهرين ڏي - وٺ ٿي. جلوس ڪامياب ويو. چو ته اسان پنهنجي نفرت ۽ ڌڪار سرڪار تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ويا هئاسين.

ان رات، جڏهن سڀ اونداهيءَ ڪوٺيءَ ۾ گڏ ٿياسين، تڏهن مون محسوس ڪيو ته جليل هاڻي اسانجي جڏهن کان متاثر ٿي

چڪو هو. هنگي سنڌ ۽ سنڌيت لاءِ محبت دل ۾ ڪٽي چڪي هئي. هنجا گيت وطن لاءِ وڪاڻي ويا هئا. هُو دل کولي آئينده جي پروگرام لاءِ راها ڏين لڳو هو.

هئي ڏينهن جو پروگرام اخبارون ساڙڻ هو. ۾ ان ڪان اڳ جو امان رات لاءِ جدا ٿيون، نوابشاه مان لنگهندڙ اڌ رات واري جناب ميل کي اسٽيشن تي روڪيوسين. هڪ هڪ گاڏي ۾ وڃي ون يونٽ خلاف تقريرون ڪيونسين. گاڏيءَ جي ٻاهران نعرا لکياسين، ۽ پوءِ جڏهن گاڏي ۾ ٽي ڪلاڪ ليٽ ٿي وئي، تڏهن ڪيس وڃڻ ڏنوسين.

اخبارون ڪراچي ايڪسپريس ۾ اينديون هيون ۽ ايڪسپريس منجهند جو نوابشاه پهچندي هئي. پروگرام سوجب صرف نواءِ سنڌ ۽ هڪ ٻن اردو اخبارن جا بنڊل کنيا ويا ۽ وچ چڪري بازار ۾ جلايا ويا. ان باهه سبب شهر ۾ ڦڙڦوٽ پئجي وئي. پوليس ۽ سي-آءِ-ڊي وڏيڪ چوڪس ٿي وئي. هڪ سي-آءِ-ڊي وارو جنهنجو نالو علي مردان بلوچ هو، سو اسانجي پٺيان چڙهيو وڃو. ڏاڍو دلچسپ ماڻهو هو. ڪنهن ٻئي مضمون ۾ سندس احوال تفصيل سان ڪندس. مولانا جبار پڻ هڪ پياري هستي آهي. سندس مڪمل احوال پڻ ٻئي مضمون ۾ ڪبو. في الحال صرف جليل جي ذهني ارتقا ۽ احساس جي سجاڳيءَ بابت ڳالهائڻو آهي.

شام تائين خبر پئجي وئي تہ وارنٽ نڪتا آهن. جليل، ملان جبار، سليم ميمڻ عرف آڪي ڏنو، گل محمد چنا، نواب ميمڻ ۽ مان. اسان سڀني جي گرفتاري ان ئي رات ٿيڻي هئي. اسان سڀ جيل وڃڻ لاءِ تيار هئاسين، پر هڪ نهايت ئي معزز ۽ پياري هستيءَ جي حڪم تي راتو واهہ چڙو ڇڙ ٿي وياسين. جليل ۽ مان ڪراچيءَ ڀڄاسين. پيا جدا جدا طرفن ڏانهن راهي ٿيا. ڪراچيءَ ۾ اچي اسان ون يونٽ جي ڀڃ-ڊاهہ جي آخري سين ڏٺي.

جليل پنهنجي سعيد منزل واري جاءِ ۾ رهندو هو ۽ مان ڪانئس ٽہ فرلانگ ڪن ٻري رام سواميءَ ۾ رهندو هوس. ملاقات هر روز صبح شام ٿيندي هئي. سنڌ نيڪاليءَ جو هيءُ عرصو اسان

پنهنجي گڏجي گذاريو. ڪتاب پڙهياسين، بحث ڪياسين، سنڌ جي مسئلن تي سوچ ويچار ڪندا هئاسين، ۽ اهڙيءَ طرح اسانجي ذهن تي سنڌ جو سڄو ڇانئجندو ويو.

ون يونٽ ٺهي ويو. سنڌ جي ماڻهن جو ڳلو گهٽي ڇڏيائون. پاڪستان جي وحدت، ۽ اسلام جي نالي ۾ هڪ دفعو وري لٽيو ويو. سنڌين حقن تي ڌاڙا هڻڻ لاءِ رستو هموار ڪيو ويو. سڀڪجهه ٿيو، پر جيڪڏهن نه ٿيو، ته اهو ته سنڌين جي دل مان نفرت جو سلو نه نڪتو. اسان جڏهن پيهر نوابشاه پهتاسين ته نئين عزم ۽ نئين نياپي سان.

ان اونهاري ۾ اسانجو پيارو دوست ۽ ساٿي ادا عبدالمالڪ اوچتو گذاري ويو. هو سڀني دوستن کي بيحد پيارو هو. جليل جي حالت ڏسڻ وٽان هئي. مون ڪيس ڪڏهن به سڏڪا ڀريندي نه ڏٺو آهي. پر ادا جي موت تي هو اوڇنگارون ڏئي رنو هو. انهن ڳوڙهن مون جي ڪڪر ڦاٽي پيا هئا.

عبدالمالڪ مرحوم جي ياد ۾ اسان سڀني گڏجي هڪ رسالو ڪڍيو. آفيس اما ٽي اونداهي ڪوٺي. ايڊيٽر مان هوس، ڪم ڪار سڄو گل محمد چنا جي حوالي ڪري رهيو. 'ادا' جو پهريون پرچو آگسٽ ۱۹۵۸ع تي ظاهر ٿيو ۽ ان ۾ جليل جو نالو به پهريون دفعو سنڌس ڪهاڻيءَ 'اندرا' سان گڏ ڇپيو. ٻئي پرچي ۾ سنڌس ٻي ڪهاڻي 'ڪاغذ جا گل' ڇپي، ۽ اهڙيءَ ريت جليل 'جليل پرهيءَ' جي نالي سان، ادبي دنيا ۾ داخل ٿيو.

هاڻي مان به مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخل ٿي چڪو هوس. اسانجي ڪاليج ۾ هڪ پروفيسر سياري توڙي اونهاري حڪو وارو ڪرم ٽوپ ڦنڊڻ سان پائي ايندو هو ۽ هر روز بنا ڪنهن هڪ ٽي ليڪچر پڙهائيندو هو. سڀ ڪان وٽيڪ ڏکي ڳالهه جا اسانکي نه وڻندي هئي، سا هيءَ ته هو سنڌي هجڻ جي باوجود سنڌين کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو.

اسان ڪيس 'ڦنڊڻ' ڪوٺڻ لڳاسين، ۽ اڳتي هلي 'ڦنڊڻ' جليل جي ڪردارن مان هڪ نامياري ڪردار بڻيو.

سونکي ٻيا ڪيترا ئي اهڙا ماڻهو سڃهن جيڪي جليل جي ڪهاڻين ۾ نظر ايندا آهن. اهي اسانجا ئي واقف، دوست ۽ ڪڏهن ڪڏهن نه عزيز به هوندا آهن، جهڙوڪ، مائنٽ شڪاربوري، مظفر، پوپٽ، گداڙي، ديوآنند جهڙو صوبيدار، يوسف، ۽ سوين ٻيا. اهي جيئرا جاڳندا ڪردار اڄ به اسان ۾ موجود آهن. انهن ڪانسواءِ جليل جا افسانا اڌورا لڳندا.

جليل جي دل ۾ لکڻ پڙهڻ جو شوق پيدا ڪرڻ لاءِ به شخص ٻيا به اڻ سڌيءَ طرح جوابدار آهن. هڪ ڪيس مطالعي جو جنون ڏنو، ۽ ٻئي ڪيس سنڌي ادب سان روشناس ڪرايو.

سان شروع ۾ لکي آيو آهيان ته جليل کي سندس والد، نوابشاهه ۾ پروفيسر احمد سعيد خان جي نظرداري هيٺ پڙهڻ موڪليو هو. احمد سعيد خان انوقت نواب شاهه جي نئين قائم ٿيل ڪاليج ۾ پرنسپال مقرر ٿي آيو هو. پنهنجي فطري ڪمزورين جي باوجود، هو هڪ بيحد ذهين ۽ علم دوست ماڻهو هو. انگريزي ادب ۾ ايم. اي هو ۽ مغربي ادب تي تمام گهڻي دسترس هئس. پڙهائيندو اهڙي سهڻي نموني سان هو، جو اسان صرف سندس ئي ڪلاس اٽينڊ ڪندا هئاسين. هو سرڪندي، سشڪندي ادب جي پالوٽ لائي ڏيندو هو. يوناني ڏند ڪٿائون ڪيس بر زبان ياد هيون. افسانن، ناولن ۽ شعرن جا حوالا ڏيندو، هو معمولي ڳالهين کان وٺندي ڪارلائل جي فلاسافيءَ تائين بيحد اثرائتي نموني ۾ هر ڳالهه سمجهائي وٺندو هو. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ٻن ڏاڍو بي ڊپو ۽ آزاد هوندو هو. ڪرڪيٽ جو بيحد شوقين هو. انڪري اسان سندس وڌيڪ قريب ٿي وياسين. اڳتي هلي، اسانجا سائس تعلقات تمام خراب ٿي ويا ۽ نتيجي طور احمد سعيد خان جي خلاف هڙتالون ۽ بک هڙتالون ٿيون ۽ انجي ئي ڪري ڪيس لاهور بدلي ڪيو ويو. پر هت منهنجو انهن ڳالهين دهرائڻ جو ڪو به ارادو ناهي. اهو تمام وڏو قصو آهي. حالانڪ انجو به واسطو سنڌي نوجوانن جي سجاڳيءَ سان ئي آهي. پر ان لاءِ جدا ڪتاب جي ضرورت آهي. في الحال جنهن مقصد سان مون ڪيس ياد ڪيو آهي، سو صرف ان لاءِ ته سنڌي ادب کي هڪ چمڪندڙ سوني عطا ڪرڻ ۾ سندس

اڻ سڏي سهائتا ڪرڻ لاءِ سندس ٿورا مڃان.

جليل ڪراچيءَ مان آيو ته سڌو اچي احمد سعيد خان سان گڏ رهڻ لڳو. ڪاليج نئون نئون کليو هو. ڪيس پنهنجي ڪا به بلڊنگ ڪانه هئي، کوجا صاحب پنهنجي مهرباني ڪري مين برانچ جا ڪلاس ڪاليج کي رات جو استعمال ڪرڻ لاءِ ڏنا. نه رڳو ايترو، پر پنهنجي اسڪول جي سموري لائبرري ڪتابي، لطيف هال به، ڪاليج جي استعمال لاءِ وچي رکائي. راند جو ميدان پڻ ڪاليج جي شاگردن لاءِ ڪم آڻڻ جي اجازت ڏني. سڀ کان وڏي ڳالهه جا کوجا صاحب ڪئي، سا هيءَ ته احمد سعيد خان کي رهڻ لاءِ اجهو ڏنو. کوجا صاحب حامد علي ڪلب جو سيڪريٽري پڻ هو. ان ڪري حامد علي ڪلب جي عمارت جو هڪ حصو پرنسيپال صاحب کي رهڻ لاءِ ڏنو. اها جدا ڳالهه آهي ته انهن سڀني مهربانين جو بدلو احمد سعيد خان ڪيس چڱو نه ڏنو ۽ سورڳو سندس اسڪول تي قبضي ڪرڻ جو پروگرام بنايو.

حامد علي ڪلب جو حصو جنهن ۾ احمد سعيد خان رهندو هو، ڪرڪيٽ ميدان جي ڪناري تي اهڙيءَ طرح ٺهيل هو، جو ان ئي جڳهه جو پنيون حصو راندهڪرن ۾ ڏسندڙن لاءِ 'پيولين' جو ڪم ڏيندو هو. جڏهن جليل نواب شاه آيو ته احمد سعيد خان ڪيس ان ئي عمارت ۾ هڪ ڪمرو رهڻ لاءِ ڏنو. احمد سعيد خان جو ادب سان تمام گهڻو چاهه هو. هو ڏينهن رات پنهنجي ڪمري ۾ پڙهندو هو. جليل جي ڪمري ۽ احمد سعيد خان جي روم جي وچ ۾ صرف هڪ ديوار هئي، جنهن ۾ ٻنهي ڪمرن کي ملائڻ لاءِ هڪ دروازو پڻ هو. ان ڪري جليل کي ڪيس مطالعو ڪندي ڏسڻ جو تمام گهڻو ۽ ويجهو موقعو ملندو رهندو هو. خود جليل جي لفظن ۾:

'مون هن سالهو کي راتين جون راتيون ڪتابن ۾ اکيون اٽڪائي پڙهندو ڏٺو. هو پڙهندو هو ۽ نوٽبڪ تي پنهنجي پسند جا نوٽ به اتاريندو ويندو هو. سندس ميز، ڪرسي، بسترو، کٽ، پيتون وغيره ڪتابن سان ستيا پيا هوندا هئا. ڪڏهن

ڪڏهن نہ ڪتاب هٿ ۾ هوندي ني ننڊ اچي ويندي هئس.
سون اتي ڪيترن ئي ڪتابن جا نالا ياد ڪيا. انهن کي
پڙهڻ جي خواهش ٿيم. سڀ ڪان اهم ڳالهہ تہ مونکي پڙهائي
جو اهو انداز ڏاڍو وڻيو، ۽ شايد انان ئي مونکي لکڻ
پڙهڻ جي عادت پئجي وئي.

احمد سعيد خان جي ٻي ڌيئي ۽ آزاد خيال هجڻ جو ذڪر مان مٿي
ڪري آيو آهيان. هٿ هڪ ننڍڙو واقعو ياد آيو اٿم. اهو توهان بہ
ٻڌو. ان ئي ڪاليج ۾ هڪ ڇوڪري پڙهندي هئي. ڇڙواڳي جي
حد تائين آزاد، اسانجي ئي هڪ دوست سان سندس ڪچهريون وڌڻ
لڳيون. ڏاڍو پيارو دوست آهي. پئسي وارو بہ هو. انڪري ڇوڪري
جو ڏانهنس لاڙو ڪرڻ ڪا حيرت جي ڳالهہ نہ هئي. جليل ۽ مان ڪرڪيٽ
پرئڪٽس تان موٽندا هئاسين تہ اچي هنن جي ڪچهري ۾ رخنو
وجهندا هئاسين. هو وڻ هيٺان ويهي پيار جا ڊائلاگ چوندا هئا تہ
اسان وڻ تي چڙهي ويهي ٻڌندا هئاسين. هو ڪلاس خالي ڏسي محبت
جا عهد پيمان ڪندا هئا تہ اسان دريءَ مان واچو وجهندا هئاسين.
مطلب تہ ڪباب ۾ هڏي ٿي پياسين. مجبور ٿي اسان واري يار پرنسپال
وٽ دانهين ڏي وڃي تہ فلاڻا مونکي تنگ ٿا ڪن. ڇوڪريءَ بہ ساڳي
دانهن وڃي ڏني.

جليل ۽ مونکي دوست محمد ٽيوالو (جنهنکي سندس صورت ۽
جسم جي لحاظ کان جان وين سڏيندا هئاسين) اسانکي وٺڻ آيو.
چيائين، ”صاحب سڏي ٿو. شڪايت ملي آهي.“

آفيس ۾ پهتاسين، چا ڏسون تہ ٻئي فريادي اڳي ئي موجود
آهن. احمد سعيد خان چيو، ”ميان، توهانجي دانهن ملي آهي تہ توهان
هنن ٻنهي کي تنگ ٿا ڪيو. ڇا ڳالهہ آهي؟“

اسان ڊڄندي چيو، ”سائين، هي ٻئي وڻن ٿا ڪاليج ۾ پيار
جا ڊائلاگ چوندا. اسانکي اها ڳالهہ نٿي وڻي.“

احمد سعيد خان فريادي نمبر هڪ ڏانهن ڏسي پڇيو، ”ڇا اهو
صحيح آهي؟“ اسان واري يار چيو، ”بلڪل صحيح آهي.“

پرنسپال صاحب ڇوڪريءَ ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”توکي تہ

ڪو اعتراض ناهي؟“

”بلڪل نه،“ ڇوڪريءَ جواب ڏنو.

احمد سعيد خان سرڪيو. چيائين، ”ميان، جڏهن هنن کي اعتراض ناهي ته پوءِ توهانجو ڇو ٿو هانءُ ڦاٽي؟“

هڪ شخص جنهن جليل کي سنڌ ادب پڙهڻ جي راهه ڏيکاري، سو هو اپچ . ايم خوجا صاحب. حالانڪ مان سمجهان ٿو ته خود خوجا صاحب کي به ياد نه هوندو ته هن ڪڏهن ۽ ڪهڙي موقعي تي اها ڳالهه ڪئي، جا جليل جي بهترين اديب ٿيڻ لاءِ مددگار بڻي هوندي. اهو واقعو چٽيءَ طرح ياد آهي. اسانکي ڪرڪيٽ جو ايترو ته جنون هوندو هو، جو امر ۽ الڪل ڇٽين وڳي سياري توڙي اونهاري راند جي ميدان تي پهچي ويندا هئاسين. Warm up ٿيڻ لاءِ ڀيريون سڄي گرائونڊ جو ڊوڙندي چڪر لڳائيندا هئاسين. سڀ کان اڳ جليل هوندو هو ۽ پويان اسان سڀ. راڻوند هڻڻ کان پوءِ نيٽ پرئڪٽس ٿيندي هئي، جا اڪثر نائين وڳي تائين هلندي هئي. نيرن پاڻي ڪري وري ميدان تي پهچي ويندا هئاسين. منجهند جو ٿوري دير لاءِ ماني کائڻ لاءِ راند بند ٿيندي هئي. شام جو وري ٽين وڳي کان پرئڪٽس شروع ٿيندي هئي جا سج لٿي تائين جاري رهندي هئي،انڪانپوءِ راندڪرڻ جو محروم ميدان تان نچندو ڪڏندو ڪاليج ايندو هو. انگريزي کان سواءِ ٻيو ڪو به پيريڊ اٽينڊ نه ڪندا هئاسون. بلڪ ٻين پيريڊن ۾ ڪلاس ٻاهران ڪرڪيٽ جاري رهندي هئي. اهڙي ئي هڪ موقعي تي اتفاق سان جليل جي هڪ شاٽ سان ڪلاس جو هڪ شيشو ڀڄي پيو. ڪاليج بلڊنگ، نه هئي اسڪول جي ملڪيت ۽ خوجا صاحب ته اڏو چاڪ تي ساهه ڏيڻ وارو ساڻوا ڪس جڏهن خبر پئي ته سندس هڪ شيشو ڀڄي پيو آهي، تڏهن اسانکي پاڻوت گهرايائين. ڏهڪ ڪاوڙ ۾ چيائين، ”اڙي ڇورا منهنجو نقصان ڪري ڇڏيو اٿو. مونکي هڪدم پيسا پري ڏيو.“

اسان ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺا رهياسين.

جليل ڏانهن ڏسندي خوجا صاحب چيو، ”قاضي عبدالغنيءَ جو پٽ آهين نه؟“

”ها سائين.“

”پنهنجي ڪهڙو نه شريف ماڻهو آهي، ۽ تون – ؟“

پوءِ خوجا صاحب جي نصيحتن واري تقرير شروع ٿي جنهن ۾ سڀني تمام گهڻو زور ڏنائين. پڙهڻ جي اهميت، لکڻ جي ضرورت وغيره وغيره. مطلب ته اسانجي چڱي گوشمالي ٿي، انهن ئي ڳالهين جي دوران خوجا صاحب هڪ ٻه ليکڪ ٻڌايا، جن جا ڪتاب اسانکي پڙهڻ جي صلاح پڻ ڏنائين. انهن ليکڪن مان هڪ هو Hall Caine اسان لاءِ ته اهو نالو بلڪل نئون هو، پر پوءِ خبر پئي ته وڏن اديبن به اهو نالو ڪونه ٻڌو هو. بهرحال، اسان اسڪول جي لائبرري مان هال ڪين جا ڪتاب وٺي پڙهيا. Prodigalson Bondman ,Manixman اهي اهڙا ڪتاب هئا، جن جي ڇاپ اڄ به جليل جي لکڻين تي لڳل آهي. هال ڪين اسانکي چريو ڪري وڌو. ڪوشش ڪري اسان سندس ٻيا ڪتاب به هٿ ڪيا. لائبرريءَ وارا ڪتاب اڄ به مون وٽ آهن. خوجا صاحب کي اڄ تائين ان ڳالهه جو خبر نه پئي آهي. ورنه هو مونکي جيئرو نه ڇڏي. شيشي جا پئسا به ڪونه ڀري ڏناسين. اڄان تائين خوجا صاحب جڏهن به ملندو آهي ته انهن پئسن جو ذڪر ڪندو آهي.

هال ڪين جي سولي، جذباتي، ۽ ڏکاري اسٽائيل اسانکي بيحد متاثر ڪيو. خاص ڪري جليل ته سندس رنگ ۾ رڱجي ويو. ان کانپوءِ هيمنگوي، وليم سيروبان، ارون شا ۽ ٻين جو مٿس تمام گهڻو اثر ٿيو. پر بنيادي طور هو اڄ به هال ڪين جي فن جو تمام گهڻو قائل آهي. ائين ڪٿي چئجي ته سندس دل ۾ لکڻ ۽ سٺي لکڻ جو شوق پيدا ڪرڻ جو اصل سبب هال ڪين ئي هو، ته بيجا نه ٿيندو.

بهرحال ’ادا‘ رسالو ڪجهه وقت هلي بند ٿي ويو. پر هن ننڍڙي رسالي سنڌي ادب کي ڪافي مشهور ليکڪ ڏنا. جهڙوڪ: امر جليل، برده سنڌي، نظر سنڌي، گل محمد چنا، معصوم هالائي، نور عباسي ۽ ٻيا. ’ادا‘ جي بند ٿيڻ کانپوءِ ڪافي عرصو جليل ڪجهه به ڇپجي نه سگهيو. ١٩٥٥ع کان ١٩٦٢ع تائين وارو هي دور جيتوڻيڪ ظاهري طور جليل جو خاموشي وارو دور آهي، ۽ گهڻن نقادن نه

سندس ادبي زندگيءَ جي شروعات ئي ۱۹۶۲ع کان وٺي ڳڻي آهي. پر مان سمجهان ٿو تہ اهو صرف حقيقتن کان چڱيءَ پر واقف نہ هجڻ ڪري ئي آهي. ان سلسلي ۾ جليل جي هڪ خط جو ذڪر هيٺ ڏيان ٿو، جيڪو پڻ هن معاملي جي ڪافي حد تائين صفائي ڪندو.

ريسرچ يونٽ
ريڊيو پاڪستان
حيدرآباد -
۱۴ - آڪٽوبر - ۱۹۶۹ع
پيارا قمر،

۱۹۵۵ ۾ سون ادا رسالي لاءِ 'اندرا' لکيو هو. ان کانپوءِ نوابشاهہ جي ادبي گڏجاڻين ۾ پابنديءَ سان ڪجهہ لکي اچڻ، ڪراچيءَ جي سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ ڪجهون ڦڪيون ڪهاڻيون پڙهڻ، ۽ ۱۹۵۸ ۾ لاڪاليج ۾ ڪهاڻيءَ جو شايع ٿيڻ . اها ہي ڳالهہ آهي تہ ۱۹۵۵ کان ۱۹۶۱ تائين مان وڏيڪ ڇپجي نہ سگهيو هوس. ان ڏهہ ڪهاڻيون 'آزاد' ۾ شايع ٿيون . ان عرصي ۾ سون عذاب سٺا، ناڪامين جو منهن ڏٺم. هڪ ٻي ڪيڏ ڪهاڻيون رجيڪٽ ٿي موٽنديون رهيون . ان آزمائش مان سون حاصل ڪيو آهي، وڃايو ڪجهہ نہ اٿم . مان تہ معمولي ڪک آهيان . 'پاپا هيمنگوي' ۾ هوچنر لکيو آهي تہ : هيمنگوي کي روزانو رجيڪٽ ٿيل ڪهاڻين جا لفافا منهن ۾ اچي لڳندا هئا، ۽ اهو عرصو اٽ - ڏهہ سال هلندو رهيو.
تنهنجو جليل.

مٿين خط ۾ جليل پنهنجي ناڪامين جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ ڪهاڻين جي رجيڪٽ ٿيڻ جي بہ ڳالهہ ڪئي آهي. اهو تفصيل ڏيڻ کان سونکي آگسٽ ۱۹۵۸ع تائين لڀي اچڻو پوندو. نوابشاهہ جو زمانو بيحد خوشين جو زمانو هو. اسان ڪاليج جي حياتيءَ جو هڪ هڪ ڏينهن ڪيل خوشيءَ، راند روند ۽ اهڙين ئي ٻين مشغولين

۾ گذاريو. جليل ڪاليج جي ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪپتان ٿيو. سندس اڳواڻيءَ ۾ اسان سنڌ جي دوري تي نڪتاسين. ميچ-ن ۾ ٽورنا منٽون ڪيڏيونسين.

شروعاتي دور کان وٺي ١٩٦٠ع تائين وارو عرصو بنيادي طرح ڪرڪيٽ وارو عرصو هو. لکڻ پڙهڻ کي ان عرصي دوران ڪنهن به مرحلي ۾ اسان اوليت ڪانه ڏني. ڪرڪيٽ اسانجي رڳن ۾ رچيل هئي. جليل ته سيني کان گوءِ کٽي ويو هو. هن پنهنجي لاءِ خاص بيٽ، پيڊ ۽ وڪيٽ ڪيپنگ گلوز انگلنڊ کان گهرايا هئا. هڪ ڪٽ بئگ هوندي هئس جنهن ۾ اهي سامان وجهي ميدان تي ايندو هو ۽ پنهنجي ڪنهن به شي کي ڪنهنکي هٿ لائڻ نه ڏيندو هو.

ٻاهرين ملڪن مان ڪا به ٽيم پاڪستان ايندي هئي ته اسان گڏجي وڃي اسٽيڊيم ۾ اهي پنج ئي ڏينهن آس ۾ سڙندا هئاسين. اسٽيڊيم ۾ ميچ ڏسڻ لاءِ وڃڻ جو اهتمام به ڏسڻ وٽان هوندو هو. صبح جو سوير ئي سئنڊوچ تيار ڪندا هئاسين. بيدن جا جدا، ٽماٽن جا جدا، ڊبل روٽيون، ڪباب وغيره تنهن ڪانسواءِ. پوءِ گڏجي روانا ٿيندا هئاسون. ميچ ڏسڻ لاءِ صبح کان شام تائين هڪ هڪ بال اهڙي ئي غور سان ڏسندا هئاسون جهڙو ڪرڪيڊي ئي اسان رهيا آهيون.

جليل جو پسنديده رانديگر هو امتياز. امتياز جي لاپرواهي، جرئت ۽ اسٽائيل جليل کي بيحد پسند هئا. ايتريقدر جو اهي سڀ ڳالهيون هن ۾ به ڏسڻ ۾ اچڻ لڳيون. امتياز جي هڪ هڪ اسٽروڪ تي جليل جهومي اٿندو ۽ سندس هر هڪ ناڪامي تي مايوس ٿي ويندو هو. ويسٽ انڊيزجا ويڪس، وارل ۽ والڪاٽ به سندس پسنديده رانديگر هئا. اهڙيءَ طرح باڪسنگ ۾ ڪيس پيٽرسن سان تمام گهڻو لڳاءُ هو. پيٽرسن جي مرادا ڪيس وڙهندي هئي. سندس اداس اکيون ته جڻ جليل جي جيءَ ۾ کپي ويون هيون. اهوئي سبب آهي جو پيٽرسن جي ناڪامي سبب جليل ڪيترائي ڏينهن اداس رهندو هو.

اهي ڏينهن اسانجي زندگيءَ جي خوبصورتي ٿي رهندا. نوابشاهه جا ڊراما ڏاڍا مشهور هوندا هئا. اسان ڊرامن ۾ دل کولي حصو ورتو. اڳتي هلي جليل ڪراچيءَ ۾ ٽي-چار ڊراما اسٽيج ڪيا،

لکيا ۽ انهن ۾ ڪامياب حصو ورتو. سندس ڪهاڻين ۾ ڊرامائي عنصر جي گهڻي ڀاڱي موجودگي به منهنجي خيال ۾ انهن شروعاتي ڊرامن جو اثر آهي.

نوابشاهه ۾ تعليم جي دوران جليل ٻه دفعا سخت بيمار ٿي پيو ۽ ڪراچيءَ هليو ويو. هيءَ ١٩٤٧ جي ڳالهه آهي. آخري دفعي بيمار ٿيڻ ڪري بي. اي جو امتحان ڏئي نه سگهيو ۽ اهڙيءَ طرح سال وڃايائين.

بيماريءَ دوران هو ڪراچي ۾ ئي رهيو. سال وڃائڻ جو ڏک تمام گهڻو هوس. هيءَ عرصو جليل جي زندگيءَ ۾ سڀ ڪان اهم جاءِ والاريندو. ڇو ته هن عرصي ۾ ڪيس زندگيءَ جو عجيب ترين تجربو ٿيو.

مان اڳي ئي لکي آيو آهيان ته جليل جي جسماني بناوت تمام مضبوط ۽ رانديگر هجڻ سبب سندس بدن ڪسرتي هوندو هو. هو ڪلمڪ نه مشهور هو. انهن سڀني ڳالهين گڏجي ڪيس هڪ تلخ حقيقت جي آڏو آڻي بيهاريو، جا اڳتي هلي هنجي زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي جو ڪارڻ بني. سندس اڪيلائپ جو فائدو وٺي هڪ شادي شده عورت سندس زندگيءَ ۾ ائين آئي آئي، جو هنکي ڪابه ساٽ، ڪابه ڇاڻ، ڪابه سمجهه باقي نه رهي. هوءَ سندس رڳ جهڙي سخت جسم جي ديواني هئي. ۽ جليل اڻ ڄاڻائي ۾ اهو جهائي ۾ گهڻو اڳتي وڌي ويو. اهي تجربا هنجي ذهن ۾ طوفان جي تيزي ۽ ڇولين جو ڇوهه ڪئي آيا. هو باقي زندگي انهن ڳالهين کي وساري نه سگهندو ڇو ته ان مختصر تجربي ڪيس عورت ڏانهن سنجيدگيءَ سان لاڙو رکڻ تي مجبور ڪيو. اڳتي هلي، ان جا نتيجا ڇا نڪتا، اهي مان هوءَ ڪنهن مناسب جاءِ تي لکندس، پر هڪ اهم ڳالهه جا مان هن مضمون ۾ ڪئي دفعا لکي چڪو آهيان ۽ هڪ دفعو وري به دهرائيندس، سا هيءَ ته جليل جي طبيعت ۾ ضد ۽ سرڪشي تمام گهڻي آهي.

مٿين واقعي ڪانپوءِ (١٩٥٧-٥٨) جڏهن هو نوابشاهه موٽيو ته هن ۾ ڪافي تبديلي اچي چڪي هئي. هو هوڏي تي پيو هو. هونءَ به هن هر ان شي کي حاصل ڪري ڏيکاريو آهي، جنهنجي ڪيس جهل

ڪئي وئي آهي. سندس نواب شاهه اچڻ جو مکيه ڪارڻ به اهو ضد ئي هو. جليل کي پاڪستان ايئرفورس ۾ پائلٽ جي فائينل چونڊ لاءِ رسالپور وڃڻ جو حڪم ملي چڪو هو پر گهر وارا ضد ڪري ويٺا ته جليل فوج ۾ نه وڃي. هنجي هر طرح مخالفت ڪئي وئي، ۽ اهڙيءَ ريت ڪيس ايئرفورس ۾ وڃڻ نه ڏنو ويو. جليل جي حساس طبيعت پنهنجي امنگن کي خاڪ ۾ ملندو ڏسي، تڙپي اٿي. هن وڌيڪ پڙهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نه رڳو ايترو، بلڪ ڪراچي ۾ رهڻ کان به جواب ڏئي ڇڏيائين. اهوئي سبب هو جو خانصاحب قاضي عبدالغنيءَ کي پنهنجي ننڍي پٽ کي نواب شاهه پڙهڻ لاءِ موڪلڻو پيو. نواب شاهه اچي هونئن ماحول ۾ پنهنجا پراڻا ڏک وساري ويٺو. هڪ نئين راهه سندس انتظار ۾ هئي. هڪ نئين منزل سندس منتظر هئي. ذات جي ڏياٽي عرصي کان سندس اوسيئڙي ۾ جلي رهي هئي صرف سندس اچڻ جي دير هئي!

١٩٥٩ع ۾ اسان ٻئي بي. اي ڪري ڪراچيءَ ڏانهن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانا ٿياسين.

جليل اڪنامڪس ۾ ايم- اي ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي، ۽ مون ايم- بي- اي ڪرڻ لاءِ آمريڪن انسٽيٽيوٽ ۾ پڙهائي شروع ڪئي. ڪراچي يونيورسٽي تن ڏينهن ۾ اڃا نئين ڪئمپس ڏانهن لڏي ڪانه وئي هئي. بلڪ پرانسيس اسٽريٽ تي، سول اسپتال جي پٺيان هوندي هئي. ٻن مهينن کانپوءِ مون ايم- بي- اي جو ڪورس ڇڏي وڃي يونيورسٽيءَ جي انگريزي ادب واري ڊپارٽمينٽ ۾ داخلا ورتي. هاڻي اسان هڪ دفعو وري ويجهو ٿي وياسين.

جليل ان وچ ۾ ڪجهه ڪهاڻيون هفتيوار 'آزاد' ۾ ڇپايون، پر سندس مکيه تمنا اڃان پوري ڪانه ٿي هئي. اها هئي 'نئين زندگي' ۾ پنهنجا افسانا ڇپائڻ. سنڌي ادبي بورڊ طرفان ٽماهي 'مهراڻ' پڻ جاري ٿي چڪو هو ۽ ان سان گڏوگڏ شيخ اياز جا بيت پڻ ڇپجي چڪا هئا. اها ترقي پسند ادب جي موجوده دور جي شروعات هئي. ظاهر آهي ته نوجوان ليکڪ پنهنجا شعر ۽ افسانا ڇپائڻ لاءِ آتا هئا.

چڻنگ دُکي چڪي هئي. مر دل ۾ آگ، لڳي چڪي هئي. اسان ۾ انکان ڀاڄ بچائي نہ سگهياسين، پر اسانجون لکڻون ڇاپي ڪير؟ 'مهراڻ' برابر ترقي پسند ادب ڏئي رهيو هو، ۽ اهو بہ اول درجي جو. پر سنڌي پسند يا ناپسند جو معيار ذاتي اثر رسوخ تائين ئي هو. اسانکي اچا تائين اها سعادت نصيب ڪانہ ٿي هئي تہ 'نوازيل' جي لسٽ ۾ شمار ٿيون. منهنجا شعر تہ وري بہ 'مهراڻ' ۾ اچڻ لڳا، پر جليل کي ڪوبہ خاطري جهڙو جواب نہ ٿي مليو.

هُو لکندو هو ۽ تمام گهڻو لکندو هو، پر ڇاپڻ لاءِ ڪوبہ تيار ڪونہ هو. هڪ دفعي 'مهراڻ' جي آفيس ۾ منهنجا لکيل افسانا ميڙي چوندي ڪٿي ويو، اتي هڪ مشهور شخصيت سنڌس لکڻيون بي دليءَ سان ڪانئس ورتي، بنان پڙهڻ جي، پنهنجي هٿن تي وزن ڪري چيو: ”هون، ٺيڪ آهي. هن ۾ بہ ٿي افسانا تہ ضرور ڇپڻا هوندا!“

جليل کي سخت مايوسي ٿي. اڄ اهائي مشهور هستي اها دعوي ڪري رهي آهي تہ جليل کي سنڌي عوام سان روشناس ڪرائڻ جي ڪنهن سنڌس ئي ڪلهي ۾ وڃي وئي!

هيڏانهن 'مهراڻ' جو اهو حال هو تہ هوڏانهن وري سرڪاري رسالو 'نئين زندگي' چند رجعت پسندن جي ذاتي ملڪيت بنيل هو. مولانا عبدالواحد سنڌي پنهنجي سر هڪ بيحد شريف ۽ سادو ساڻو آهي، پر هُو پنهنجي اسسٽنٽ ايڊيٽر مرحوم رشيد احمد لاشاري جي چنبي ۾ قابو هو. نہ رڳو ايترو، پر چند ٻيا بہ اهڙا ئي موقعي پرست ۽ چالاڪ اديب 'نئين زندگيءَ' کي پنهنجي ذاتي ملڪيت بنايو ويٺا هئا.

اسان گهڻا ئي دفعا سنڌي آفيس ۾ پنهنجا شعر ۽ افسانا ڇاپڻ لاءِ ڪٿي پهتاسين، پر هر دفعي سخت مايوس ٿي موٽياسين. ڇاپڻ تہ درڪنار، ايڊيٽر صاحبان اسانکي اک جو ڪنڊو سمجهڻ لڳا، ايتريقدر جو هڪ دفعو جليل جي رشيد احمد لاشاريءَ سان ڳالهہ ٻولهہ تمام ٻري وڃي پئي. اسان مولوي صاحب ڏانهن دانهون وٺي ويا سين، پر هن سورڳو پوليس کي گهرائڻ جي ڌمڪي ڏني ۽ ٻيهر آفيس ۾ پير

پاڻ کان منع ڪئي.

اڄ جا نوجوان ليکڪ اڄان لکڻ شروع ئي مس ٿا ڪن ته پنهنجي لکڻين ته ڇپجڻ جون شڪايتون به ساڻ کنيو ٿا اچن. منهنجي اهڙن پيارن کي التجا آهي ته هو جليل جي جدوجهد ۽ ڪشمڪش جي ڪهاڻي غور سان پڙهن ۽ پوءِ خود فيصلو ڪن ته جليل کي امر ٿيڻ تائين ڪيترا اڪ لتاڙڻا پيا. ڏونگر ڏورڻا پيا. جبل جهاڳڻا پيا.

هندستان ۾ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ اتان جا هندو تمام گهڻيون ڪوششون ڪري رهيا هئا. سنڌ ۾ رسالا نئين دنيا، ڪونج، ساهت ڌارا، رابيل، سومل، سنڌو وغيره پاڪستان ۾ اچندا رهندا هئا ۽ هت نوجوان طبقي ۾ پسند به ڪيا ويندا هئا. اسان جڏهن سنڌ جي رسالن کان نااميد ٿياسين ته هندستان جي رسالن ۾ لکڻ شروع ڪيوسين. اها نهايت ئي حيرت جي ڳالهه آهي ته جنهن سرد انداز ۾ اسانکي هت نظرانداز ڪيو ويو هو، انجي برخلاف هندستاني رسالن اسانکي ان کان وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان آجيان ڪئي. اسان سنڌ جو خيال لاهي هندستاني رسالن ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو.

ڪراچي يونيورسٽي ١٩٦٠ع ۾ نئين ڪئمپس ڏانهن ڪجي وئي. جليل ۽ سون گهر گهاٽ هوندي به ڪئمپس جي هاسٽل ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو. ظاهري طرح ته اهو هڪ معمولي ۽ غير اهم فيصلو هو، پر اسانجي گڏ رهڻ جو اسانجي ادبي زندگيءَ تي تمام گهرو اثر پيو.

هاسٽل جي پهرين نمبر بلاڪ ۾ ٻيءَ ماڙ تي مونکي ٣٢ ۽ جليل کي ٣٣ نمبر نوبڪلا ڪمرا مليا. جليل پنهنجي ڪمري جي در تي چاڪ سان Abode (پناه گاهه) ۽ سون Hell (جهنم) لکي ڇڏيو هو. انڪري اسانجي دوستن ۽ دشمنن کي اسان تائين پهچڻ ۾ ڏکيائي نه ٿيندي هئي. صبح جو ڪلاس ۽ ڪچهري، منجهند جو ماني ۽ ڪچهري، شام جو ڪرڪيٽ ۽ ڪچهري ۽ رات جو ڪچهري ۽ ڪچهري اسانجو روزانو ٽائيم ٽيبل هوندو هو.

هيءُ دور انڪري به اهم آهي، جو هاسٽل جي عرصي ۾

اسان ڪانئن جا سپ اڳوٽا ۽ پويان رڪارڊ پڇي پورا ڪري ڇڏيا. رڳو نيرن تي ئي اسان انن قسمن جا مال پنهنجي خرچ تي وٺي وڃي ميس تي کائيندا هئاسين. ٻيرا ويچارا جليل کي ايندو ڏسي پهنجو منهن مٿو پٽيندا هئا. هڪ رات، جڏهن سڄي هاسٽل جا شاگرد شهر ويل هئا (انوقت شروعات ۾ صرف ٣٠-٣٥ شاگرد هاسٽل ۾ رهندا هئا.) تڏهن اسان جلدي موٽي آياسين ۽ ٻنهي ڄڻن گڏجي سڄي ديگ خالي ڪري ڇڏي. اهو مثال ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ اڃا تائين ڏيندا آهن.

هاسٽل جي زندگيءَ دوران ڪجهه الڳ وسرندڙ واقعا به ٿي گذريا. هت مان صرف هڪ اهڙي واقعي جو ذڪر ڪريان ٿو. هاسٽل جو سپرنٽينڊنٽ ڊاڪٽر مظهر تمام سخت ماڻهو هو. هنجا ڪي قاعدا قانون مقرر ٿيل هئا. جنجي خلاف ورزي ڪرڻ تمام وڏو ڏوهه ليکيو ويندو هو. انهن قائدن مان هڪ هيءُ به هو ته رات جو ڏهين وڳي کانپوءِ هاسٽل کان ٻاهر رهڻو ناهي. اسان اصولن جي پيچڪڙي ڪندا رهندا هئاسين، پر تڏهن به خوف هميشه رهندو هو ته ڪٿي پڪڙجي نه پئون. يونيورسٽي اڃا ٺئين ٺئين ٺهي هئي. چئني پاسي جهنگ ۽ ويراني هوندي هئي. هر روز رات جو ٻه ٽي نانگ ماريندا هئاسين.

هڪ ڏينهن صبح جو جليل ۽ مان ورانڊي ۾ بيٺا ڳالهائي رهيا هئاسين. جليل پٺي اڳهاڙي ڪيو ٽنيي کي ٽيڪ ڏيو بيٺو هو ته ايتري ۾ هڪ سنهڙو ڪپر نانگ ٿنيي تان هيٺ لهندو سندس اگهاڙي ڪلهي وٽ اچي پهتو. اوچتو منهنجي نظر پئجي وئي ۽ جليل کي ڌڪو ڏئي پري ڪري ڇڏيم. جيڪڏهن هڪ سيڪنڊ به دير ٿئي ها ته شايد ڪپر پنهنجو ڪم ڪري وڃي ها. سو، ڳالهه ٿي ڪيم ته چئني پاسي جهنگ هوندو هو. رات جو رڳو پري کان پٺرن پيچ واري ڪارخاني جو خوفناڪ آواز هڏڻ ۾ ايندو هو. اونداهيءَ ۾ ته اهو آواز وڌيڪ پوائنٽو محسوس ٿيندو هو. اسانکي ڪيترا ئي دفعا اهو سوداءُ ذهن ۾ ويٺو ته ڪڏهن وڃي ڏسي اچجي ته آخر اهو آواز اچي ڪٿان ٿو. وري جو مٿان چوڪرن ڳالهيون

ڪيون ته رات جي اونداهيءَ ۾، ان جهنگ ۾ سمگلر ۽ چور چڪار پنهنجو مال ورهائيندا آهن ۽ شهر جا عياش پنهنجن موٽرڪارن ۾ جوانڙيون وٺي، اتي اچي جهنگل ۾ منگل ملهائيندا آهن، تنهن ته وڌيڪ اسانکي بيچين ڪري ڇڏيو. پڪو ارادو ڪيوسين ته ڇا به ٿي پوي، ان طرف ضرور هلڻو آهي.

هاسٽل ۾ سنڌي ڪو هڪ اڌ ٻيو رهندو هو. هڪ ته علي بخش شاهه سوري وارو هوندو هو. دلبر ماڻهو چوويهه ئي ڪلاڪ. اسان کيس 'ليلو' ڪري سڏيندا هئاسين. مڙس ماڻهو هوندو هو. حڪم جي دير هئي. تيار ٿي بيٺو. ٻيو امين 'ڊڊوُن' هو. سنڌي ڪونه هو. حيدرآباد جو مهاجر هو. 'چندرا' سندس چيڙ هئي. قد جو ڊيگهو هوندو هو. بڪواس تمام ڪندي هئس. اڄڪلهه ڪراچيءَ ۾ منهنجو پاڙيسري آهي. زمان عباسي عرف 'منيڻ' لاڙڪاڻي (قمبر) جو شهزادو هو. پوءِ سي-ايس-پي ٿيو. ٻر ٽپڙ پورا سارا هوندا هئس. چورا منٽ ۾ بيوقوف بڻائي ويندا هئس ۽ کيس پتو ئي نه پوندو هو. ياسين ڀٽائي گڙهي ياسين جو مولائي هو. اڄڪلهه شڪارپور ۾ سکر ۾ وڪالت ڪندو آهي. صادق 'ڪنجو' خيرپور جو هو ۽ اسان سڀني جي مشترڪ محبوبه 'سيهڙ' جو ڪوٺائي هو، انڪري اسانکي ڏاڍو پيارو هوندو هو. شڪيل لاري، مرحوم زيڊ-ايچ-لاريءَ جو پٽ هو ۽ ان ڪانسوام ڪجهه ٻيا.

اسان سڀني گڏجي صلاح بيهاري ته رات جو جڏهن سڀ ستهي پون، تڏهن ان مهم تي چوريءَ چوري نڪرنداسين. جهنگليءَ جانورن جي خوف ڪان هٿيار طور سيڻي وارڊروبن جون لوهي لٺيون به ساڻ کڻنداسين، ۽ پوءِ ڏسنداسين ته آخر ان اوڙاهه ۾ ڪهڙي ماجرا آهي.

رات ٿي. اسان انتظار ۾ جاڳندا رهياسين. سڀني ڪمرن جون بتيون آهستي آهستي ئي اجهامڻ وڃن. تڏهن اسان هوريان هوريان پنهنجي ڪمرن مان نڪتاسين. سخت سرديءَ سبب ڪوٽن جا ڪالر آڀا ڪري ڇڏياسين ۽ لوهي لٺيون سنجهن اندران لڪائي، جهنگل طرف نڪري پياسين. رستي ۾ موٽرن جي ڦيٿن جا نشان

برابر مليا. پر پيو ڪجهه به نظر نه آيو. جهنگلي جانورن جا آواز ايندا رهيا، پر اسان ڪين نظرانداز ڪري ڇڏيو. هلندا هلندا اسان گهڻو پري نڪري وياسين. ايتريقدر جو مائڪرو بائولاجي ڊپارٽمينٽ جيڪو اسان کان ڪ اڌائي ميل پري هو، اهو اجهون بتيون به هالي صاف نظر اچڻ لڳيون. شايد اسانجي آواز تي ڊپارٽمينٽ جا چوڪيدار جاڳي پيا. انڪري هڪ هنڌ گڏ ٿي اسانکي ڏسڻ لڳا. پهرين ته اسان لاپرواهه ٿي ڏانهن هلندا رهياسين، پر جڏهن هنن بندوقون اپيون ڪندي ڏٺوسين، تڏهن پهريون دفعو خوف جو احساس ٿيو.

اسان اڃا سوچي ئي رهيا هئاسين ته چوڪيدارن وٺي کهوڙا کهوڙا ڪئي، هنن اسان ڏانهن اشارا ڪري 'چور چور' پڪارڻ لڳا. اسان وٽ پوئتي ڊڪ پاتي. هو به اسانجي ڪڍ پيا. بندوقون ڪئي ڇوڙيائون. هاڻي ته مورڳو سير' ٿي ويو. بس هوءَ ته اسانجي لباڙ پئي لڳي. امين 'ڊبڙن' ڏاڍي ڪري پيو. نڪو ته اٿي به نه سگهيو. اسان ڪيس ڪمڊن ڪرڻن سان گهليندا وياسين. چوڪيدارن سمجهيو ته چور مري پيو. سو اڃان به زور شور سان پٺيان پيا. هر ڪنهنکي ساهه جي اچي لڳي ته خطي سچي پچي بندوق نه لڳي هوي. جڏهن گهاٽي جهنگل ۾ پهتاسين ته اني چوڪيدار به ڊرا ٿيا ۽ پٺيان پير ڪيائون. اسان هجون سو سهڪندا، ٿڙندا ڏاهڙندا اچي هاسٽل پهتاسين. اڃان ڏاڪڻ چڙهون ئي پيا ته چا ڏسون ته سامهون ڊاڪٽر مظهر پنهنجي ڪمري سان بيٺو اسانکي ڏسي. هٿ ۾ لوهي لٺيون به هجن. ڪوٽن جا ڪالر آيا ۽ مفلر ويڙهيل. ڏاڍا ششدر ٿياسين. پيا ته وڃا هليا. باقي جليل پنهنجي 'پناهه گاهه' ۾ ۽ سان پنهنجي 'جهنم' ۾ سوچيندا ئي رهياسين. اسانجون ڪئلريون گڏ ئي هيون. سڄي ۾ سڄي رات ڪئلرين ۾ ويهي صبح لاءِ صلاحون ڪندا رهياسين. صبح ٿيو. ڪپتان اقبال خان کي پنهنجو جاسوس ڪري موڪليوسين ته حال احوال وٺي اچي. ٿوريءَ دير ۾ اقبال خان موٽي آيو. کلندي چيائين ته سڄي يونيورسٽيءَ ۾ هنگامو متو پيو آهي. چوڪيدارن قرآن تي قسم کڻي چيو آهي ته خطي آهي ته رات کي ڊاڪو هٿون هڏي يونيورسٽيءَ تي حملو ڪري آيا هئا، پر اسان فائرنگ ڪري سندن ڪ ڏي، همراهه

ماري وڌا. انڪري هُو لاش ڪٽي ڀڄي ويا.

اسانکي به ڏاڍي ڪِل آئي. اڃا ڪلياسون ئي ويٺي ته ايتري ۾ اسان مان ئي هڪ همراهه سهڪندو آيو. روئڻهارڪو منهن ڪري چيائين: "مري وياسين. راتوڪي جاءِ تان سچ پچ هڪ ڇوڪريءَ جو لاش لڌو آهي. پوليس ڪئمپس ۾ پهچي وئي آهي. لاش ٽرڪ تي رکيو اٿن. پڇاڳاڇا جاري آهي. چوڪيدار بيان ڏنا، بيان پيا ٿا ڏين. اجهو ٿا ڦاهي تي چڙهون."

اسان لڪي لڪي هڪ هڪ ٿي ايڊمنسٽريشن بلاڪ ڏانهن وياسين. سچ پچ پوليس جا انبوهه هجن. لاش ڪنهن ڳوٺاڻي سنڌي ڇوڪريءَ جو هو. ڇوڪرن جي هجوم ۾ پوليس جي ٽرڪ پرسان اوچتو اسانکي ڊاڪٽر مظهر نظر اچي ويو. هو اسان ڏانهن ڏسي معنيٰ خيز نظرن سان مرڪي رهيو هو. اسانجون ته ٻه ٻه ويون، ڇهه ٻه ويون. هاڻ اچي پيرن ۾ پيو. ساڻيءَ ڪري سوڙي ڪمري ۾ آياسين ته اجهو ٿا ڦاٽ ڦاٽن ۽ راهه گناهه وينداسون ڦاسيءَ تي چڙهي. سڄو ڏينهن ڪمرن ۾ لڪا ويٺا هئاسين. نه ماني، نه پاڻي. ٻيو ڏينهن آيو، اسانجي حالت ڏسڻ وٽان هئي. ڊاڪٽر مظهر اسانکي ڏسي پيو پراسرار نموني ۾ مرڪي. اهڙيءَ طرح ٻه ٽي ڏينهن گذري ويا. آخر هڪ ڏينهن خبر پئي ته اصلي ڏوهاري پوليس هٿ ڪيا آهن، پرسان ئي ڪنهن ڳوٺ جا ماڻهو هئا. خون به انهن ئي ڪيو هو. اسانجي جان ۾ جان آئي. ڏهن وڃي سک جو ساهه پٽيوسين.

ڊپارٽمينٽ ۾ اڪثر اهڙي قسم جا ٽوڪ ٿيندا رهندا هئا. جليل جو ڊپارٽمينٽ (اڪنامڪس) هيٺين طبقي تي هوندو هو ۽ منهنجو انگريزي ڊپارٽمينٽ پهرينءَ منزل تي هوندو هو. گهڻو ڪري مان ئي هيٺ گذاريندو هوس. آرٽس فيڪلٽي جي ورانڊي ۾ ٿنڀن کي ٽيڪ ڏئي اسان سڄو سڄو ڏينهن ويٺا ڪچهريون ڪندا هئاسين. سڄي يونيورسٽيءَ جا ڇوڪرا اچي سلامي ڀريندا هئا. جليل ڳانا ڳائيندو هو ۽ لٽو پيرزادو (هاڻي ايگريڪلچر ڊيولپمينٽ بئنڪ ۾ مئنيجر آهي) ڊانس ڪندو هو. هڪ دفعي ته لٽو خبر ناهي ڪٿان قوالن جي ٽولي وٺي آيو، ٻيو ته محفل سماع واهه جي مچي.

جليل پنهنجي ڊپارٽمينٽ ۾، خاص ڪري ڇوڪرين ۾ ڏاڍو مقبول هوندو هو. سندس ڊپارٽمينٽ جون ڇوڪريون ويچاريون هيون شڪل صورت جون پوريون ساريون. اسان کين ’ڪيڏي‘ سڏيندا هئاسين، ڇو اڪانامڪس وارن لاءِ ته اکين جو نور هيون. سڄي يونيورسٽي ۾ انگريزي ڊپارٽمينٽ ٻڙو سونهن سوڀيا ۾ سرس هو. ان ڪري لامارا به اسانجي ڀاسي گهڻا لڳندا هئا. سائنس جا ڇوڪرا پنهنجي فيڪلٽي مان آرٽس ڏانهن ايندي چوندا هئا ته، ”ساهرين تا وڃون.“

پر حيتن چوندا آهن ته ويراني ۾ به بهار ايندي آهي. انگريزي ڊپارٽمينٽ گهٽو ئي سٺو، پر عربي ڊپارٽمينٽ ۾ هڪ اهڙي سهڻي ڇوڪري آئي، جنهن سڄي يونيورسٽيءَ کي ٿرٿلي ۾ وجهي ڇڏيو. ڇوڪري ڇا هئي، حسن جو مثالي نمونو هئي. تمام سادي، حسن کان بي نياز هميشه سفيد برقعي جو هيٺيون اڌ پاڙي گهمندي هئي. عربي ڊپارٽمينٽ اسان واري منزل تي هو. انڪري سونکي ته ان ڇوڪريءَ کي ڏسڻ جو موقعو ڏينهن ۾ ڏهه دفعا پيو ملندو هو، پر ڏٺم ته جليل، جيڪو اڳ ئي ايندو ئي ڪونه هو، سو هاڻي اڪثر تي اچڻ لڳو. خبر نڏهن پئي، جڏهن هڪ ڏينهن ان ڇوڪري کي (پوءِ خبر پئي ته سندس نالو سيما آهي) جليل سان ڳالهائيندي ڏٺم. منهنجا ته لاهه ئي نڪري ويا. اڪيلي منهنجا ڇا، هت ته سيني جي اسدن تي پاڻي ڦري ويو هو. هرڪو پيو اندر ۾ ڇڪ کائي. ٻاهران مرڪيو پيا مبارڪون ڏين.

سون سمجهيو ته سيما ۽ جليل جو قصو صرف ڪنهن ڪتاب جي ڏي ۽ وٺ تي ئي ختم ٿي ويندو. پر ائين ڪونه ٿيو. لاقانون باقاعدي هر روز ٿي لڳون. مون پڇيو ته چوائين، ”ڪجهه نه ناهي. هوءَ بعد حسين آهي. ۽ مان بن مانس. مونسان ڪنهن پيار ڪندي؟“

پر انجي باوجود هو هر هنڌ گڏ نظر اچڻ لڳا. ۽ اهڙن موقعن تي هو سونکي هميشه نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو. اڃان تائين ساڳي عادت اٿس. هڪ رات منهنجي ڪمري ۾ آيو، چيائين، ”قمر، سونکي ڪو گيت لکي ڏي.“

”خير ته آهي نوجوان؟“ مون پڇيو.

”ڪجهه نه.“ هو مرڪيو، ”سيما کي سندي گيت ڏاڍا پسند آهن.“

سو اها ڳالهه هئي!

سون کيس گيت لکي ڏنو. ”او چري، او بانوري، اوري نه آ او سانوري.“

هڪ ڏينهن اسانجو گيت سيما جي خدمت ۾ جليل پنهنجي مموري ڏات ۾ فن سميت پيش ڪيو. هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. اسان پاڻ وانگر سندن پوبان ڦرندا هئاسين، جندر جو هڪ گيت جو جليل کيس اڪثر ٻڌائيندو هو، سو هيءُ هو:

قسمت ڪئي جدائي، ڪنهن تي ميار ناهي.

خير، جا به ٿي پوي، پر تنهنجو تہ پيار ناهي.

سڀ ڪجهه ٿيو، پر پيار نہ ٿيو. يونيورسٽيءَ جي حسين دنيا ڇڏائجي وئي. سيما وقت جي دز ۾ ڍڪجي ڪٿي گم ٿي وئي. وقت بدليا، حالتون بدليون، ’سهڻي‘ ۾ جليل جو افسانو ڇپيو، ’هڪ دل جي اڪيلائي‘ لکيل هو، ”تنهنجي ياد منهنجي دل ۾ چيت جيان چپندي رهندي.“

تڏهن سونکان چرڪ نڪري ويو. اهائي تہ سيما هئي، نرگس جي نقاب ۾ ڇپيل سيما منهنجي اکين آڏو ڦري وئي. حسين، بي انتها خوبصورت سيما، جنهنکي پنهنجي محبت جو اظهار ڪرڻ نہ آيو هو ۽ سندس ياد اڄ به چيت جيان جليل جي دل ۾ چپيندي رهندي آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ به ڄاڻيون پنهنجي يونيورسٽي ۾ آيون. هڪ چٽيون ڏاڍيون سهڻيون هيون. هوبهو هڪ ٻئي جهڙيون. ڪپڙا به هڪ جهڙا پائي ايندڙيون هيون. ڊپارٽمينٽ به ساڳي. سچائي جو مسئلو ئي پيو. سندس نالو رکيو سين. ’جوڙي سلامت‘ هڪ ڏينهن لائبرريءَ ۾ اڪيلو ويٺو هوس تہ ’جوڙيءَ‘ مان هڪ آئي. مرڪي ڏنائين، ٿوري ڳالهه ٻولهه به ٿي. ان خوشيءَ ۾ سون يارن کي خوب ڪارايو. چٽني پاسن کان واڌايو مليون. مان هجان جو هر هٽ تي نہ پيو پويس. هڪ ڏينهن سڀ منيري وچي دڳ جهليم. نوريءَ دير کان

ٻوءِ ٿي جٿيون هڪ جهڙا ڪپڙا پاتي نظر آيون. ٻوڙي وچي اگ جهليم، پر مسئلو اهو ٿي پيو ته هنن مان موءِ ڪهڙي هئي؟ گهڻوئي سوچيم، پر پتو ئي ڪونه پيو. جيڪا به هئي، تنهنکي خدا جي مار پوندي، مون مسڪين جا باقي ڇهه مهينا سندس ياد ۾ گذريا.

لٽو پيزادي به عشق ڪيو، پر سندس اپروچ اهڙي ته اڏنگي هئي، جو ويچاري ڇوڪري کيس ڏسندي ئي بي هوش ٿي ڪري پوندي هئي. هڪ دفعي ته امتحان ڏيندي لٽوءَ تي نظر پئجي ويس. اتي ئي ڍيري ٿي پئي، ماڻٽ گهر کڻائي ويس. لٽو کي ان حال تي به رحم نه آيو. گهر فون ڪيائينس. ويچاريءَ فون کنئي ته لٽو چيس، ”ڪهو ڪيا حال هي؟“ ٻئي پاسي کان ٺڪي جو آواز آيو ۽ خاموشي ڇانئجي وئي. ويچاري آواز ٻڌندي ئي بيهوش ٿي وئي هئي!

فون جي ڳالهه نڪتي آهي ته هڪ ننڍڙو قصو مختصر نموني ۾ ٻڌي وٺو. يونيورسٽي ڪئنٽين ٻاهران 'ٽيلفون بوٿ' لڳل هئي. جنهن ۾ سڪا وجهي فون ڪري سگهبي هئي. ڇوڪرا ته پئسا ڪڍي چاڙن، وجهندا وري ڪٽان. فزڪس وارا شاگرد مفت ۾ ٽيلفون ڪرڻ جي هڪ ٽل ڪڍي آيا ۽ اسان ان مان پورو پورو فائدو ورتو. رات جي ماني کائي، جليل، مان، ليلو ۽ هڪ اڌ ٻيا ڪتابن جي پڙي ٻڌي نڪرندا هئاسين. ٽيليفون نمبر ته اکير ئي موجود هوندا هئا. جليل ٽيليفون تي ڳالهائيندو هو ۽ اسان دت پارتي ۽ ڪرشن چندر جي ڪتابن مان جذباتي ڊائلاگ ڪڍندا کيس ڏيندا ويندا هئاسين. ٽپي ٽپي تي جليل نهايت ڊرامائي انداز ۾ اهي ڊائلاگ ٽيلفيون تي چوندو هو. انهن ڊائلاگن جو نتيجو خاطر خواه نڪتو. اسان اڻ ڏٺي، صرف ٽيليفون جي ذريعي خبر ناهي ڪيترين ڇوڪرين جي راتين جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي ۽ سندن دل ۾ ڪنهن اڻ ڄاتي جذبي جو اڻ لکو درد پيدا ڪيو.

هڪ رات ٽيليفون تي پنهنجي روزاني معمول موجب ڊائلاگن ۾ مشغول هئاسين ته اوچتو پري پوليس جون موٽرون پاڻ ڏانهن اينديون ڏٺيونسين. شايد ڪنهن شڪايت ڪئي هئي. اسانجوان رات وارو پيچ اولمپڪ ۾ رڪارڊ قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي هو. پر نه ـ اهو

پرائو حق آهي. اسان ڪيئن ٿا ان جي دعويٰ ڪري سگهون.

هاسٽل ۾ رهڻ جو هڪ فائدو اهو به ٿيو، سو هيءُ ته گڏ رهڻ سبب اسانجا ادبي نظريا ڪا پختا ٿيندا ويا ۽ اسان ٻنهي گڏجي هفتيوار 'آزاد' ۾ ادبي ٺيڪيدارن جي خلاف محاذ کوليو. اسانجي تنقيد جو نشانو ماهوار 'نئين زندگي' ۽ سنڌي ادبي بورڊ جا چڱا مڙس هئا، جيڪي سنڌي ادب تي هڪ هٽي قائم ڪيو ويٺا هئا. اهي خط ڇپجندي ئي تاج بلوچ نالي هڪ شخص ساڳي ئي اخبار ۾ جوابي حملا شروع ڪري ڏنا. هن ترقي پسند ادب تي ڪافي چوهه چنبڙيا. نوجوان اڀرندڙ ليکڪن کي گهٽ ـ وڌ ڳالهايو. گل ۽ بلبل واري ڪوڙهي شاعري جي طرفداريءَ ۾ ساراهه جون سرڪيون پريون. هيءُ تنقيدي سلسلو الڪل ڇهه سال باقاعدگيءَ سان هلندو رهيو. اسان ٻئي راتيون جاڳي، صلاح مشورا ڪري جواب تيار ڪندا هئاسين ۽ 'آزاد' جي آفيس ۾ پهچائي ايندا هئاسين. ٻنهي طرفن جا موڪليل خط نهايت ئي دلچسپ ۽ معلوماتي هوندا هئا. نه رڳو ايترو، پر انهن منجهان ان وقت جي ادبي ماحول جي به پليءَ پٽ پروڙ پوندي. گهٽ ـ پوسٽ ۽ اڻ سهائيءَ جو هيءُ ماحول ڪنهن به اڀرندڙ ليکڪ لاءِ هرگز سازگار ڪونه هو. نوجوان انقلاب سڄاڳيءَ لاءِ ڪر مروڙي رهيو هو ۽ ادبي ابابيل ڪيس لڙليون ٻڌائي سنڀارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. هڪ طوفان هو جو اچڻ لاءِ بيقرار هو. هڪ پوڙ هئي جا ڪاهي اچڻ لاءِ بي چين هئي.

هندستان ۾ اسانجي مقبوليت وڌي رهي هئي ۽ سنڌ وارن کي به انجو احساس هو. پر هوڏ تان لهڻ لاءِ ڪير به تيار ڪونه هو. 'آزاد' جي مضمونن اسانکي ويتر ادبي ٺيڪيدارن جي اکين ۾ آڻي ڇڏيو هو. هو اسانکي تمام خراب لفظن سان ياد ڪرڻ لڳا. غلط فهميون وڌنديون پئي ويون، جو اوچتو هڪ ڏينهن جليل ٻڌايو ته: مولوي عبدالواحد سنڌيءَ ڪانئس افسانو گهريو آهي. هيءُ ١٩٦٢ع جي ڳالهه آهي. اها تعجب جهڙي ڳالهه هئي، پر پوءِ جڏهن سنڌي صاحب سان گهرائي ئي ته سندس سادي طبيعت ڏسي اسان محسوس

ڪيو تہ سنڌي صاحب جو ان ۾ ڪوبہ ڏوهہ ڪونہ هو، سندس صلاحڪار ڪيس هميشه غلط صلاحون ڏيندا رهيا هئا.

١٩٦١ع ۾ جليل ايم. اي پاس ڪئي ۽ نوڪريءَ جي تلاش شروع ڪري ڏنائين. اهو مڪيہ مسئلو هو. ڪجھہ وقت ڪانپور ڪيس اڪاناڪ اڊمنسٽريٽر جي نوڪري ملي وئي. انڪري هو سکر روانو ٿي ويو. سندس خط اتر سنڌ جي جدا جدا شهرن مان ايندا هئا، جن مان ان نوڪريءَ لاءِ سندس بيزاري پڌي ٿڪندي هئي. ١٠-٧-٦٢ واري خط ۾ لکيائين:

'هن ٻن مهينن جي نوڪريءَ مان اندازو لڳايو اٿم تہ ڇهن مهينن ۾ ئي هيءَ نوڪري دماغ کي کوکو ۽ ذهن کي ڪمزور ڪري ڇڏيندي. ڀلا ڪجي بہ تہ ڇا ڪجي. سکر ۾ پوسٽ جي ور چڙهي ويو آهيان، پيو سڙيو اوندهہ آهي. لکان بہ تہ ڪيئن لکان؟ ڪالهہ هت گرمي ١٢٠ ڊگري کان بہ شايد وڌيڪ هئي. سچ چوندا آهن تہ نوڪري نوڪري آهي. منهن تہ ڏٺو پوندو.'

ان وچ ۾ 'ڪونج' بمبئي رسالي طرفان افسانن جي چٽاڀيٽي ٿي. جليل پنهنجو هڪ افسانو 'سوجهرو' مقابلي ۾ ڏياري موڪليو. نتيجي ۾ 'سوجهرو' پهريون نمبر کٽي ويو. سنڌ کان ٻاهر سنڌ جي ئي هڪ گمنام اديب جو اهڙيءَ ريت نالو ڪڍڻ، هتان جي ادبي ٺيڪيدارن جي منهن تي هڪ زوردار چماٽ هئي. هو پشيمانيءَ، حسد ۽ ساڙ کان جلي اٿيا.

جليل جو خط اها خوشخبري کڻي سون تائين پهتو:

'جيتري خوشي هريءَ جي خط مونکي ڏني، پڪ هيم تہ توکي انکان پٽي مسرت ٿيندي. تنهنجي ڪري هريءَ جو خط مليم ٿي مس تہ توکي، انان، پوسٽ آفيس مان ئي خط لکي اطلاع ڏنم. سمجهان ٿو تہ 'هوليءَ' توکي بيحد متاثر ڪيو آهي. پر فمر، هڪ ڳالهہ دل جي پوري احساس سان لکان ٿو تہ، 'ڪونج' جي نتيجي ڪانپور مان ٻالکي هت (لکي نٿو سگهان) ڏاڍو محسوس ڪري رهيو آهيان.

جڻ تہ قافلي کان ڇڄي ڌار ٿي ويو آهيان. هت، ڏس تہ سهي، اسان ادبي ٺيڪيدارن جا ظلم سهون، ستم سهون، هڪ هڪ افسانيءَ لاءِ ڇهہ ڇهہ مهينا انتظار ڪيون. ۽ پوءِ بہ نتيجو ڪجهہ بہ نہ نڪري. اهو ظلم ناهي تہ پيو ڇا آهي. توکي هڪ مزيدار ڳالهہ ٻڌايان. (اڄاڻ هريءَ جو خط نہ آيو هو.) مون 'نئين زندگي' کي مارچ ۾ هڪ افسانو موڪليو هو. سنڌي صاحب مٿي ۾ شايع ڪرڻ جو واعدو ڪيو. مئي، جون ۽ اڄ جڏهن جولاءِ ۾ بہ ڪجهہ نہ ڏٺم تہ هڪدم بي چين ٿي هڪ طويل احتجاجي خط لکي کيس روانو ڪيم. ۽ آخر ۾ لکيو مانس تہ: ”اڄ هي خط لکي سنڌي صاحب ۽ رشيد صاحب مان ايڊيٽرن جي حيثيت ۾ سڀ تعلقات ختم ڪيان ٿو.“ خط لکي لفافي ۾ وڌم ۽ پوءِ هريءَ جو خط بہ اچي پهتو. سنڌي صاحب ۽ رشيد کي خط مٿي ۾ لڳو هوندو.'

۲۷ جون ۱۹۶۲ع تي سنڌس پيو هڪ اهم خط پهتو. تفصيل ڏيڻ ۾ چڱائي نٿو سمجهان. سکر کان بيزاري سنڌس اکر اکر ۾ اوتيل هئي.

'هت آفيس جو ڪم سخت وڌي ويو آهي. سو ڪراچيءَ وڃڻ جو تہ سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. گرميءَ جو جواب ئي ناهي. نوابشاه جي گرمي بہ ڏٺي هئم، پر روهڙيءَ جي گرمي ڪجهہ اور آهي. صبح جي نائين کان رات جي ڏهين نائين دوزخ جا دَرَ روهڙيءَ تي کليل ٿا رهن.'

جليل سکر ۾ گهڻا ڏينهن رهي نہ سگهيو، جلد ئي هو نوڪري ڇڏي موٽي ڪراچيءَ پهتو. هو ڪراچيءَ آيو سو تہ آڪٽوبر ۱۹۶۲ع ۾ موٽي ميرپور خاص ۾ ليڪچراريءَ جو آرڊر پهتو ۽ مان اوڏاهين هليو ويس.

'نئين زندگي' جي نئين پاليسي ۾ جليل کي هاڻي چڱي پاڪي لکڻ جو موقعو ملڻ لڳو هو. سنڌس نئين زندگيءَ وارو سفر سڪل

ثابت ٿيو. ’روح رهاڻ‘ حيدرآباد مان حميد سنڌيءَ جي همت سان نڪري چڪو هو. اهو رسالو سنڌي ادب جي نئين دور ۽ نئين نسل جو صحيح نمائندو ثابت ٿيو. هن رسالي جي ميدان ۾ اچڻ ڪانپوءِ جديد ۽ قديم خيالن وارا سنڌي ادب ڌار ڌار ظاهر ٿي پيا. ايوبي آمريت سنڌي ٻوليءَ ڪانپوءِ سنڌي قوم کي به ختم ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺي هئي. پر سنڌي نوجوانن جي جوان همتي ۽ سجاڳي سڄي سنڌ ۾ روشنيءَ جي لهر ڦهلائي ڇڏي، ۽ ان روشنيءَ جي مهندارن ۾ سڀ کان اڳرو ۽ اڳاهون هو اسانجو جليل، جيڪو هاڻي امر جليل جي نالي سان مشهور ٿي چڪو هو. هنجا افسانا آگ ٻنجي ڦهليا ۽ گهر گهر ۾ چاڻ جا ٻاڻ اڇليندا ويا. هو نوجوانن جو نمائندو ٿي اڀريو. سنڌيت جو سجاڳيءَ وارو تصور، پيرن ۽ ميرن جا ڪڌا ڪرتوت، عورت جو احترام وارو تصور، ۽ اهڙا ٻيا موضوع جليل جي قلم مان تراشجي ٻاهر نڪتا ۽ ساڻهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويا.

اروڙ جو مست، هن ڪن ۾، هولي، ۽ ٻيا افسانا تمام گهڻا پسند پيا. ’روح رهاڻ‘ وسيلي جليل پنهنجا سرڪش ۽ باغي خيال چوڌس ڦهلائي ڇڏيا. هاڻي هو گمنام ليکڪ نه رهيو هو. هنجي لکڻين جي نقاغا ٿيڻ لڳي. نوجوان جاڳي اٿيو هو. سنڌ سجاڳ ٿي هئي. سچائي جو سورج چمڪڻ لڳو هو.

جليل سونسان ملڻ لاءِ ميرپورخاص آيو. اسان ڪيفي حيات ۾ ويهي سنڌي ادب جي نئين لاڙي تي ڳالهايو. هن چيو ته، ”مان لکندس، ايترو لکندس جيترو اڳ ڪنهن به نه لکيو آهي.“

جليل واقعي ائين ڪري به ڏيکاريو. جليل ’روح رهاڻ‘، ۽ ’نئين زندگيءَ‘ لاءِ لاڳيتو لکڻ شروع ڪيو. هو پنهنجي لياقت ۽ قابليت ۽ مطالعو ثابت ڪري چڪو هو.

۱۹۶۳ع ۾ گرميءَ جون موڪلون گذارڻ لاءِ ڪراچيءَ ويس ته ماحول ڪافي بدليل نظر آيو. اسان اڪثر شام جو ڪلفٽن ڏانهن نڪري ويندا هئاسين ۽ رات جو دير تائين ’مي برين‘ هوٽل ۾ ويهي ڳالهيون ڪندا هئاسين. هنجي ذهن ۾ سوين اسڪيمون، هزارين صلاحون ۽ مشورا هئا. پر ذاتي مجبوريون ڪيس ڪجهه به

ڪرڻ نه پيون ڏين، اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪرڻ هنجي قابليت کي ظالمانه نموني ۾ استعمال ڪرڻ جي برابر هئي. هو نهايت مجبوري حالت ۾ ان نوڪريءَ کي ڪهلي رهيو هو.

١٩١٣ع واري ان مختصر دور ۾ جليل جي زندگيءَ ۾ گهڻو ڪجهه ٿي گذريو. ايترو، جيترو شايد ان جمڻ ۾ به نه ٿي سگهي. مونکي ياد آهي، هڪ دفعي ڳالهين هلندي چاچا (جليل جي والد) ڪلندي چيو هو، ”مون جليل جي جمڻ تي هڪ هندو پنڊت کان سندس جنم پتري لکائي هئي. پنڊت ايتريقدر ته چالو هو. جو سندس لکيل هر هڪ لفظ سچو ثابت ٿيندو ٿو وڃي، ان جنم پتريءَ ۾ جليل جي وڏي ٿيڻ بعد سندس شڪل صورت جا تفصيل به ڏنل آهن، جي بلڪل ٺهڪي ٿا اچن.“

ان ٿي جنم پتريءَ لاءِ جليل مونکي ٻڌايو هو ته: ”آن ۾ ڪي اهڙيون به ڳالهيون لکيل آهن، جي بابا مونکي پڙهڻ نه ڏنيون آهن. شايد ڪي تمام سنجيده ڳالهيون لکيل آهن.“

مونکي يا جليل کي جنم پترين تي يقين هجي يا نه، پر ڪجهه سالن کان چاچا اداس رهڻ لڳو هو. ڪنهن اڻ ڄاتي خوف ۽ هراس جي ڳڻتي کيس کائيندي ٿي وئي. هو مونسان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهيون ڪندي ڪندي اوچتو خاموش ٿي ويندو هو ۽ پوءِ گنڀير آواز ۾ عجيب سوال ڪندو هو، ”ڀلا ڏي جليل جي خبر؟“

مان ان اوچتي سوال جو جواب ڏئي نه سگهندو هوس.

هاسٽل ۾ رهڻ واري عرصي ۾ جليل اڪثر مونسان هڪ ڳالهه ڪندو رهندو هو. هو چوندو هو ته: ”مونکي ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ هڪ شاهي قلعو آهي، جنهنجي ڇت تي مان لانگ بوٽ پائي هڪ ڪنڊ کان ٻئي ڪنڊ تائين پيو ٿو پنڌ ڪيان.“

اهو خواب هو يا خيال. بهرحال مان مونسان اها ڳالهه ڪيترا دفعا ڪئي هئي. پوءِ جلدئي اڪاناڪس ڊپارٽمينٽ سان اولهه پاڪستان جي دوري تي هليو ويو. پشاور جي پرسان هڪ پراڻي قلعي ۾ گهمندي ٿي کيس پنهنجي خيالن وارو قلعو ياد آيو. هوبهو ساڳيو هو. جليل چرڪي پيو، ساڳيو دروازو، ساڳيا ميدان، ساڳيا ايوان، ڏاڪڻيون

۾ ساڳيون. ۽ تڏهن هڪ عجيب ڳالهه ٿي گذري، قلعي جي چوڪيدار کين ٻڌايو ته هيءُ قلعو واسيل آهي. ڪڏهن ڪڏهن رات جو اونداهي ۾ ائين محسوس ٿيندو آهي ته ڄڻ ڇت تي ڪو ماڻهو لانگ بوٽ پائي، هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين پنڌ ڪندو ٿو رهي!

جليل جي شخصيت اڄ به پراسرار آهي. هُن، ۾ هفتا اڳ جڏهن هو ڪراچي آيو هو، مونکي چيو، "دل چوي ٿي ته ڊڪندو رهان، ڊڪندو رهان، ڪٿي به، هڪ پل لاءِ به نه ترسان. بس، ڊڪندو ئي رهان."

هو واقعي ڊڪندو رهيو آهي. پنهنجي پاڻ کان، پنهنجي ماڻهن کان. هن ڪڏهن به پنهنجي اکين ۾ اکيون وجهي نه نهاريو آهي، ڇو ته هو باغي ۽ سرڪش هوندي به پنهنجي پاڻ کان خوفزده آهي. ڪيترائي سال هنکي اها شڪايت رهي ته: "مونکي اڄ تائين ڪنهن به پيار نه ڪيو آهي. شايد ان ڪري جو مان خوبصورت ناهيان."

پر پوءِ اوچتو ١٩٦٣ع ۾ جڏهن کيس بي انتها پيار نصيب ٿيو، تڏهن هو ان واڳي تي پيهي سوري تي لٽڪندو رهيو. مونکان اهي ڏينهن ڪڏهن به نه وسرندا. ٢٥ - آگسٽ ١٩٦٣ع واري خط ۾ لکيائين:

'قمر،
افسوس ته اهو اثر نه جنهن فيصلي تي مان سڄي عمر فخر ڪندو رهندس. تنهنجي شايد مونکي نالائقيءَ جو الزام ڏنو ويندو.'

تنهنجو جليل

هنکي نالائقيءَ کان به وڌ الزام ڏنا ويا. هو سوريءَ تي لٽڪيو ئي رهيو. ١٧ سيپٽمبر ١٩٦٣ع وارو خط وڌيڪ ڏکوئيندڙ هو:

'ممڪن آهي ته مان هليو وڃان. ڪنهن به وقت منهنجو دم نڪري سگهي ٿو. مون خاندان جي پوٽ اڳيان تمام وڏي قرباني ڏني آهي. مونکي وڃڻ ڪانپوءِ بزدل نه سمجهجانءِ قمر. ڪجهه انسان ٿوري عرصي لاءِ هن دنيا ۾ اچي، جلد موٽي ويندا آهن. ڪبن سڏيو نه ويندو آهي، هو پاڻ مليا ويندا آهن. مونکي بزدل نه سمجهجانءِ، قمر.'

هو سوريءَ تي لٽڪيوني رهيو. ١٧- سيپٽمبر جو ٿي لکيل هڪ ٻيو خط به ساڳي ذهن ٿي مليم:

'نيٺ نون نه آئين، اڄ جليل مري ويو. نو دير ڪئي، تو تمام دير ڪئي. ۽ هو هليو ويو. هڪ دفعو نه ڪيس سلج اچين ها، هڪ دفعو نه ڪيس ڏسڻ اچين ها، هڪ دفعو نه ڪيس ڳڏجڻ ها.'

مان ان رات ٿي خيبر ميل ۾ نوابشاه کان ڪراچي روانو ٿيس. هو مٽيو ڪونه هو. ٻه اڌ ٿي چڪو هو. هو اڄ به پنهنجو لاش پنهنجي ئي ڪلهن تي کڻي گهمندو آهي. هڪ دفعي چيو هئائين: "قمر، ڪي ساٿهو پنهنجو صليب پاڻ کڻي هلندا آهن. مان به انهن مان هڪ آهيان."

٢٥ آڪٽوبر ١٩٦٣ع تي سندس شادي ٿي وئي: مان پهچي نه سگهيس. شايد اها ٿي اهڙي خوشيءَ جي گهڙي هئي، جنهن ۾ مان هن سان ساڻ نه هوس.

جنوري ١٩٦٤ع ۾ مان نوابشاه کان بدلي ٿي شڪارپور هليو ويس. ٣١ جنوري ١٩٦٤ع تي جليل لکيو:

'شڪارپور Exile جو شهر آهي. ڏڌل، پراڻي ۽ ويران شهر ۾ ڪيترو پريشان هوندين. مان چڱيءَ طرح محسوس ڪري سگهان ٿو. رستي ۾ ڪڌ، پٽيءَ ۾ خنجر ۽ اونده ۾ ٿاپو هن شهر جا خاص تحفا آهن. خيال رکجانءِ. ڏانگي وارا، پوليس وارن جا دوست ۽ شودا شريفن وٽ پلبا آهن، اهو اٿئي شڪارپور.'

ساڳي ئي خط ۾ اڳتي هلي لکيائين:

'جيڪڏهن "پاس" نڪتو، جڏو ۽ ڦڏو آهي، نه پالڪي ڪانٽس وڏيڪ احمق ثابت ڪجي. اهو هتي جو دستور آهي. نه نه تارا فرش تي ۽ پترعرش تي ڪيئن رهي سگهندا. ڪيئن چند نااهل انسانن جي هٿ ۾ اقتدار رهي سگهندو، جيڪڏهن اڄ جي وڌندڙ نوجوانن جي راهن مان رنڊڪون هٽائي ڇڏيائون!'

'روح رهاڻ' ۾ جليل جون ڪهاڻيون باقاعدگيءَ سان ڇپجنديون رهيون. هو هاڻ اين-جي-وي هاءِ اسڪول ڇڏي، ڪراچي ماڪ سپلاءِ اسڪيم ۾ مارڪيٽنگ آفيسر طور شامل ٿي چڪو هو. ۽ مٿين خط جو جيتوڻيڪ سڌيءَ طرح اشارو مون ڏانهن هو، پر تنهن هوندي به اهو ئي خط سندس حال تي به ٺهڪي ٿي آيو.

مارچ ١٩٦٥ع جي آخري هفتي ۾ هو مون وٽ شڪارپور آيو، منهنجي آزاديءَ جو آخري ڏينهن ڏسڻ لاءِ. چو ته ان رات منهنجو مڱڻو ٿيو. ۽ پوءِ رات جو دير دير تائين زور سان کلندو رهيو. جڏهن بس ڪيائين تڏهن چيائين، "نوجوان، هاڻي وصيعت لکاءِ، تنهنجا ڏينهن پورا ٿيا." پر منهنجا ڏينهن پورا نه ٿيا. البت سال جي پڄاڙيءَ ۾ مونکي ستن سالن جو بنواس ضرور پو ڳڻو پيو.

مان ڊگري ڪاليج ڪنڌ ڪوٽ ۾ پرنسيپالَ ٿي هليو ويس. ڪنڌ ڪوٽ سنڌ جي مٿين ڇيڙي تي آهي ۽ هر لحاظ کان ٻاهرئينءَ دنيا کان ڪٽيل آهي. اني مونکي سنڌيت جو واسطو ڏئي گهرايو ويو هو ۽ مان سنڌ جي آواز تي ڪنڌ جهڪائي، انگلينڊ جو واؤچر ڦاڙي، پاڪستان ايئر فورس وارن کي جواب ڏئي، اونده جي اوڙاهه ۾ ٽپي پيس. ڪراچيءَ وڃڻ ڪجهه قدر گهٽجي ويو، پر جليل سان خطن ۽ ٽيليفون رستي تعلق قائم رهيو. هو ادب جي راهه تي ڊوڙندو ٿي ويو.

ان عرصي (١٩٦٦) ۾ طارق اشرف 'سهڻي' ڪيي. 'روح رهاڻ' کانپوءِ سنڌ جي تحريڪن کي جيڪڏهن ڪنهن فرد پنهنجي ڪلهن تي کڻي ساڳ پهچائڻ جو ڏکيو ڪم سر تي سهايو آهي، ته اهو طارق ئي آهي. مان ٻين نوجوانن جي همت ۽ قربانيءَ کي رتيءَ هرگز ننڍو چاهيان. انڪري ڪابه غلط فهمي ٿيڻ نه گهرجي. 'سهڻي' جي سڏ تي جليل هڪ بار وري ادب جي هالوٽ لائي ڏني، جا اڄهان تائين جاري آهي. 'سهڻي' جو اڄ تائين وارو عرصو اتفاق سان سنڌ لاءِ زندگي ۽ موت جي وچ ۾ ڪشمڪش وارو دور پئي رهيو آهي. ان ڪري به هن رسالي ۾ چيبل مواد ۽ خاص ڪري جليل جون ڪهاڻيون، تمام گهري احساس سان لکيون ويون آهن. ۽ نوجوان

طبقي انهنکي سماج ۾ ساڻيهو ۽ هينئين ساڻ هنڊايو آهي.

مئي ١٩٦٩ع ۾ جليل جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'دل جي دنيا' شايع ٿيو. گيٽ اپ سهڻو نه هوندي به ڪتاب هٿون هٿ کڄي ويو. هڪ نوجوان ترقي پسند ليکڪ جي ايتري مقبوليت ڪيترن ئي نام نهاد اديبن جي هٿرادو ڀرم کي ڀوري ڀرزا ڀرزا ڪري ڇڏيو. هو پنهنجا ٻي جان ٻت پچندا ڏسي ڏکي ويا. هنن جي هاءِ گهوڙا 'مهراڻ' اخبار جي هن تبصري مان صاف ظاهر آهي جيڪو ٧- اپريل ١٩٦٩ع ۾ شايع ٿيو.

'- جڏهن جناب امر جليل جي افسانن جي مجموعي 'دل جي دنيا' تي نظر وجهجي ٿي ته افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته ان ۾ سواءِ هڪ افساني 'سچ اپرڻ کان اڳ' جي، ٻين سڀني افسانن کي گند جي ڍير کان وڌيڪ ڪا به حيثيت نٿي ڏئي سگهجي.'

مون به 'نئين زندگي' ۾ ان ڪتاب تي پنهنجا خيال پيش ڪيا هئا. ڪن ٻارن کي انهيءَ ڳالهه تي به مٺيان لڳي هئي ۽ ٻتال تي وٺيا هئا. ١٥ اپريل ١٩٦٩ع تي جليل مونکي 'مهراڻ' واري تبصري جي ڪٽنگ ۾ هڪ خط موڪليو. لکيائين:

'پيارا قمر، ڏس ملان پيا مارين. ملن کي متان خط لکين. انهنجي اها سزا آهي ته کين نظرانداز ڪري ڇڏجي. لفٽ نه ڏجين. تنهنڪري نون به جاهلاڻو تبصرو پڙهي ڦاڙي ڇڏجان.'

تنهنجو جليل.

مون تبصرو ڦاڙيو ڪونه، اهو خط ۽ اها ڪٽنگ هيننر به مون وٽ محفوظ آهي، پر جنکي سزا ملڻي هئي، تنکي ملي چڪي. جليل جي مقبوليت ئي سندن وڏي سزا آهي.

ملڪ سپلاءِ مان بيزار ٿي، نوڪري ڇڏي، جليل ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ريسرچ آفيسر ٿي آيو هو. هيءَ نوڪري سندس مزاج مطابق هئي، انڪري مونکي اميد هئي ته هاڻي هو آرام سان ويهي لکپڙهه جو ڪم ڪندو. پر سندس بي چين روح کي اتي به آرام نه آيو.

۸- جون ۱۹۶۸ع واري خط ۾ لکيائين:
'- گهڻو اڳ، هڪ دفعو ڪراچي ڇڏي ڀڄڻو هوم. پوءِ جڏهن ڪراچيءَ موٽي آيو هوس، تڏهن توبهه ڪئي هيم ته ٻيهر ڪراچي نه ڇڏيندس. ٻيهر ڪراچي ڇڏي ڀڄڻو اٿم. منهنجي خاموشي ان ڀڄڻ جو اظهار آهي.'

مان سندس خاموشيءَ کان پريشان هوس. پر جليل ته دل ئي دل ۾ ڪي ٻيا فيصلا ڪري چڪو هو. حيدرآباد ته ڪيس سوچڻ، سمجهڻ ۽ فيصلي ڪرڻ جو موقعو ڏنو هو. ساڳيءَ ڏکي خط ۾ جليل لکيو هو:

'منجهند جو گهر موٽندو آهيان ۽ وري ٻئي ڏينهن صبح جو آفيس ويندو آهيان. ان هائوس اريسٽ مان اهو فائدو سو مليو آهي، جو گهڻو ڪجهه پڙهيو اٿم ۽ لکي رهيو آهيان، ۽ اڪيلائپ ۾ پنهنجي باري ۾ ۽ ماحول جي باري ۾ پريشان ٿيندو رهيو آهيان.

مان هڪ اٽل فيصلي تي پهتو آهيان قمر، ته منهنجو وجود سنڌ سان آهي، سنڌي ٻوليءَ سان آهي. سنڌ کانسواءِ مان پنهنجي وجود جو تصور به ڪري نٿو سگهان. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪا رٿابندي ڪئي وئي آهي، جيڪي به منصوبا سٽيا ويا آهن، تنجي ترڪيب ۽ چنگيزي استعمال ڏسي منهنجي دل ڀڄي پئي آهي. مان مرڻ چاهيان ٿو، مان خودڪشي ڪندس. پر پنهنجين اکين سان سنڌ کي ختم ٿيندي ڏسي نه سگهندس. جيڪڏهن پنهنجي ڌرتيءَ سان پيار ڪرڻ ڏوهه آهي ته پوءِ مان ڏوهاري آهيان. ان ڏوهه لاءِ جيڪڏهن مونکي گوليءَ سان اڏايو وڃي، ته مان تيار آهيان.'

جليل اٽل فيصلو ڪري چڪو هو. هنجو جيئڻ مرڻ سنڌ لاءِ هو. مٿين خط ۾ هن خودڪشيءَ جي ڳالهه ڪئي هئي. منهنجي لاءِ اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه هئي، ان ڪري حيرت ڪانه ٿيم. ڇو

تہ ارنيسٽ هيمنگوي جي خودڪشيءَ واري واقعي ڪانپوءِ جليل اڪثر اهڙيون ڳالهيون ڪندو رهندو آهي. هن اهڙي قسم جا اشارا پنهنجي افسانن، ڪالمن ۽ ڊرامن ۾ پڻ ڏنا آهن. پر منهنجي خيال ۾ اهو قدم جليل جهڙي عظيم ليکڪ لاءِ ڪانئرتا جي انتها ٿيندو. مون ڪيس روبرو بہ اهي الفاظ چيا آهن. ڪيس زنده رهڻو آهي، پنهنجي لاءِ نہ سهي، هن بدنصيب، ڏکويل، اڄهاميل قوم جي لاءِ، جنهنڪي سنڌي چوندا آهن.

ٻٽيهن خط ڪانپوءِ جڏهن مان حيدرآباد ويس تہ جليل ٻڌايم تہ هو هڪ طويل افسانو لکي رهيو آهي، جنهن ۾ هنجا اٽل فيصلا ظاهر هوندا. مون ڪجهہ لڪرا پڙهيا پڻ. پر پوءِ جڏهن اهو افسانو هڪ ڪتابي صورت ۾، ٻين ڪهاڻين سان گڏ ڇپيو، تڏهن اِن ۾ ڪافي ردوبدل نظر آئي، شايد وقت جي سياسي مصلحتن ڪري ائين ڪيو ويو هو. بهرحال، 'جڏهن مان نہ هوندس.' تمام جلد ڪپي ويو. ان حد تائين، جو خود مونکي بہ ڪاپيءَ لاءِ ڪجهہ مهينا انتظار ڪرڻو پيو.

حيدرآباد واري ٽيهن ڏينهن عرصي دوران، جليل فلمن لاءِ ڊائلاگ ۽ ڪهاڻيون پڻ لکڻ شروع ڪيون. مونکي خاطري آهي تہ جيڪڏهن فلمن جا ڊائريڪٽر ۽ پروڊيوسر ڪيس آزاديءَ سان پنهنجي ذات ۽ فن جو مظاهرو ڪرڻ ڏين ها، تہ ان ۾ ٻنهي ڌرين جو فائدو هڪ طرف ٿئي ها ۽ سنڌي ٻولي، ادب ۽ تهذيب جي ترقي ٻئي طرف ٿئي ها. پر افسوس جو ائين نہ ٿيو. اسانجا پروڊيوسر واپاري قسم جا ماڻهو آهن. هنن اڳيان لوڻ مرچ وجهڻ ۽ فلم ٺاهڻ جو هڪ ئي مقصد هوندو آهي، ۽ اهو آهي پئسو ڪمائڻ.

اسانجا فلمي ڊائريڪٽر، ۽ خاص ڪري سنڌي نوجوان، پنهنجي مستقبل ٺاهڻ خاطر هر اها ڳالهہ ڪري گذرن ٿا، جيڪا خود سندن ضمير جي بہ خلاف آهي. جليل کي ڊائريڪٽرن کان شڪايت آهي تہ هو سندس لکڻين کي نامڪمل سمجهندي، پنهنجي ادبي ذات استعمال ڪرڻ ضروري ٿا سمجهن ۽ پروڊيوسرن کان اها شڪايت

آهي، ته هو معاوضو پورو نٿا ڏين. ان ڪري هن فلمي دنيا کان دوري اختيار ڪئي آهي.

ذاتي طور سونکي اها ڄاڻ آهي ته فلمي دنيا جليل جو تمام گهڻو وقت ضايع ڪيو. کيس ذهني ۽ دلي بي آرامي ڏني. معاشي طرح فائدن بجاءِ نقصان پهچايو. صبح شام فلمي ماڻهن جا ميڙا گهر ۾ متا پيا هجن ڪري سندس ادبي ڪم تمام گهڻو متاثر ٿيو. اسٽوڊين ۾ چمڪندڙ رنگبرنگي لباس ۾، ۽ ٻي طرح، فلمي نوجوانڙين کي ڏسندي ۽ پسندي، سندس نظر ڪمزور ٿي وئي. حافظو جواب ڏئي بيٺو ۽ صحت خراب ٿي وئي.

اهوئي سبب هو جو هو ان انڊسٽري ۾ کان پري ٿي ويو آهي.

۽ منهنجي خيال ۾ سندس اهو فيصلو بلڪل مناسب آهي. جليل اسانجي ادب ۾ هڪ نئين روايت جي علامت ۽ ابتدا آهي. هو بيباڪ ۽ سرڪش آهي. هنجي قلم ۾ تلوار جي تيزي آهي. کيس ٻيون سڀ ڳالهيون ڇڏي صرف ادب ڏي ئي ڌيان ڏيڻ گهرجي، ڇو ته هر هڪ سنڌي اديب جيان هو ٻڻ ڪپڙي جي ڳولا ۾ رڌل آهي. کيس جيئڻ جي لاءِ ڏوڪڙ گهرجن. ۽ پئسي لاءِ هنکي ٻه هٿ پيرهڻان ٿا پون. ادب ۽ افسانن سان جيڪڏهن پيٽ ڀرجي ها ته اڄ جليل جهڙو ڏاڍل ماڻهو ڪو ورلي ليپ ها. ۽ تنهن ڪانسواءِ اسان جو الميو اهو آهي ته اسان سنڌي اديب آهيون. فيض احمد فيض نه آهيون. شوڪت صديقي، رئيس امروهوي، جوش مليح آبادي، ابن انشا نه آهيون. ورنه اسان کي ٻه بنگلو، ڪار ۽ پنبشن ڪڏهار ضرور هجي ها.

جليل کي هن وقت تائين پاڪستان رائيٽرز گلڊ طرفان ٻه انعام ملي چڪا آهن ۽ ٻنهي کي ملائي هو درزي وٽان پنهنجو سوٽ به ڇڏائي نه سگهيو. انجي ابتڙ اردو وارا لکن روپين جا انعام هرسال ٻهارين سان ميڙي ٿا ڪڻن. پوءِ ٻه سندن هاءِ گهوڙا جاري آهي.

مونکي ياد آهي، جڏهن جليل کي ڀهريون رائٽرز گلڊ انعام پنج سو روپيه جو عطا ڪيو ويو هو، ته حميد آخوند پاڪستان ڪائونسل حيدرآباد ۾ ساڳي شام ملهائي هئي. سان خاص طرح اها شام ڏسڻ لاءِ حيدرآباد آيو هوس. اتي جليل پنهنجي تقرير ۾ جڏهن

ڏک ۽ تلخيءَ سان گلبدن جي انعام متعلق ڳالهايو هو، اها ڪوڙاڻ منهنجي ذهن جو هڪ حصو بنجي چڪي آهي. اها مايوسي هر سنڌي اديب جو مقدر آهي. اها اداسي اسانجو آئيندو آهي. پر اسانجو اديب انهن سڀني ڏکيائين هوندي به پنهنجي ڪم ۾ مگن آهي. هنکي نه نالي جي پرواه آهي ۽ نه نالي جي.

مٿي لکي آيو آهيان ته 'دل جي دنيا' تي منهنجو ڪيل تبصرو هڪ خاص ٽولي کي نه وڻيو. ڪين ته 'دل جي دنيا' تي نه وڻيو هو. هو سخت پريشان هئا ۽ پنهنجي گهٻراهٽ ۾ عجيب غريب حرڪتون ڪرڻ لڳا.

١٧- جون ١٩٦٩ع واري خط ۾ جليل ان باري ۾ لکندي چيو:

'تنهنجي تبصري بابت فقط ايترو لکندس ته تو ڪيترن ئي اسلامي اديبن ۽ پڙهندڙن جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي آهي. ان سموري واويلا جو سبب رڳو هڪڙو آهي، ته جيڪي ڪجهه تو لکيو آهي، سو ڪنهن به آرٽسٽ جي حياتيءَ ۾ نه لکيو ويندو آهي. (گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ۾) جيڪي ڪجهه منهنجي ۽ منهنجي ڪهاڻين جي باري ۾ لکيو اٿئي، سو جيڪڏهن منهنجي مرڻ کانپوءِ لکين ها ته شايد ڪنهنکي به اعتراض نه ٿئي ها. اهو صدمو مڃو ۽ ڪمپني برداشت ڪري وڃن ها. پر ڇا ڪيون! تو تبصري لکڻ ۾ تڪڙ ڪئي آهي ۽ مون مرڻ ۾ دير ڪئي آهي. وڇون آڇاترا نقاد عرف مگٿهار مربو ٿا وڃن. ڪجهه ڏينهن اڳ مهراڻ اخبار جي هڪ ڪمپازيٽر ڪتاب تي تبصرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. مون سندس ڇاڙتن کي چيو هو ته، افسانن تي تنقيد فقط اهو شخص ڪري سگهي ٿو، جنهن افسانن جي ٽيڪنيڪ تي زبردست مقالا پڙهيا آهن. جاهل ساٿيءَ کي ڪوبه حق ڪونهي ته تنقيد جي نالي ۾ بوڙ هاري، جنهن تنقيد ۾ اهو لکيو وڃي ته: افسانا اسلامي يا غير اسلامي آهن، ته اهڙي تحرير تنقيد نه، بلڪ جهالت

جي سند آهي. ان وقت ارشاد پناڻ (پڙهيل ڳڙهيل ڪاپسٽ آهي) قرت‌العين حيدر جو حوالو ڏنو ته: 'هندستاني تنقيد جو معيار اهو آهي ته نقاد جنهن به ليکڪ جي حمايت ۾ تنقيد ڪندا، تنهنجي افسانن جي ڀيٽ ميڊيني سان وڃي ملائيندا. ۽ جنهن ليکڪ جي خلاف لکڻو هوندن تنهنجي افسانن جي ڀيٽ روس سان ملائيندا. اهو آهي اسانجي تنقيد جو معيار.' دل چاهي ٿي ته هڪ هڪ ادبي ٺيڪيدارن کي ڪنڌ کان جهلي چوان ته، جيڪڏهن اوهان هيمنگوي، سيروبان، اسٽائين بيڪ، ارون شا، ڪامو، موراويا، ڪرشن چندر، بيدي وغيره کي نه پڙهيو آهي، چيخوف کي نه پڙهيو آهي، توهانکي افساني جي بنيادي ضرورت Conquest of time & element of time جي خبر نه آهي ته پوءِ افسانن تي رحم جي نظر ڪريو. سونکي سيروبان جو هڪڙو جواب ڏاڍو وڻندو آهي:

I do no write for the critics, I write for the people-

اسانکي سڄڻن، سٺن ۽ ڪورو بينگارن کي وڌيڪ اهميت ڏيڻ نه گهرجي. پل ته ڌوڙ ۾ پنهنجي هٿي دز اڏائيندا رهن. گذريل هفتي 'هڪ لاش، راتين جا رولاڪ' سبب روح رهاڻ جي سالنامي ١٩٦٨ع کي BAN ڪيو ويو آهي. سال ڪانپوءِ! واهه جو فرشتن جا ڪارناما ۽ ڪم جي رفتار آهي.'

جليل جو مطالعو تمام گهڻو آهي. هنجي گهر جي ڊرائينگ روم ۾ پٽين تي، ڪڙن ۾، شوڪيسن ۽ ريڪن ۾ ايترا ته ڪتاب رکيل آهن، جو ڏسندڙ حيران ٿي ويندو. خوشحاليءَ واري زماني ۾ هو وڏن دڪانن تان نوان ڪتاب خريد ڪندو آهي ۽ غربت واري زماني ۾ فٽ‌پاٿين تان پراڻا ڪتاب وٺي ايندو آهي. ان رشتي سبب ڪيس فٽ‌پاٿين وارا سڀ ڪتاب وڪڻندڙ سڃاڻن ۽ سندس اوسٽڙي ۾ وڃنا هوندا آهن.

لکڻ ۽ پڙهڻ جا به وقت مقرر اٿس. هر روز رات جو سمهڻ

کان اڳ لکڻ ۽ پڙهڻ جليل جي عادت آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو ايترو گهڻو ۽ عمدو ادب ٿوري عرصي ۾ پيدا ڪري سگهيو آهي. سندس پڙهڻ ۽ لکڻ جي شوق جو اندازو سندس پهرينءَ جنگ جي دوران لکيل ١٦ سيپٽمبر ١٩٦٥ع واري هن خط مان ڪري سگهجي ٿو:

'هر طرف اونداهه آهي، گهُگهه اونداهه. زمين کان آسمان تائين تاريڪي آهي، تارا چمڪن ٿا. پر اجهاسيلَ اجهاسيل، رستي تي جهڪي لائيٽ سان ڊوڙندڙ موٽرن، رڪشن ۽ بسن جو نه کٽندڙ سلسلو آهي. خطري جي سائرن سان اهي روشنيون به گم ٿي وينديون آهن. گذريل هڪ هفتي جي تاريڪيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن ڪنڊ ۾، ۽ ڪڏهن کٽ هيٺان موم بتيءَ جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ ۽ ڪڏهن لالٽين جي روشنيءَ ۾ پڙهندو ۽ لکندو رهندو آهيان. اکيون سائيون ۽ ٿڪل ٿي پيون آهن. اڄ زيرو واٽ جو بلب آندو اٿم. ڀاڙي وارن ڪيڪون ڪيون، آهون ڪيون ۽ دانهون ڪيون. ڄڻ هندستاني بمبار اچي پهتا هجن. سڄو بلب ڪاربن پيپر ۾ ويڙهيو اٿم ۽ اهڙيءَ روشنيءَ ۾ توکي هيءُ خط لکي رهيو آهيان، جنهن ۾ پنهنجا لکيل اکر به پڙهڻ محال آهن. صبح جو پڙهي ڏسندس ته ڇا لکيو اٿم.

هن راتين کان خطري جا سائرن نه وڳا آهن. زندگيءَ ۾ ڪڏهن به نه وسرندڙ راتيون گذاريون اٿئي ته هڪ ٻه رات هت رهي وڃ. اچي ڏس ته سانجهيءَ کانپوءِ ڪيئن نه ڪراچي هيبتناڪ اونده ۾ ٻڏي ٿي وڃي.

جيڪڏهن اهڙي اونداهه وڌيڪ وقت لاءِ قائم رهي، ته پوءِ ڊپ اٿم ته اکين ۾ اونداهه نه سمائجي وڃي. رات جي ڏهين کانپوءِ پڙهڻ ۽ لکڻ جي اهڙي ته عادت پئجي وئي آهي، جو پڙهڻ لکڻ کانسواءِ ننڊ به نٿو ڪري سگهان.'

'روح رهاڻ' تي بندش پئجي وئي. سنڌي ادب تي هڪ

افسوسناڪ خاموشي ڇانئجي وئي هئي. ڪٿان به ڪو آواز، ڪا صدا ڪو سڏ ڪونه ٿي گونجيو. اهڙي خاموشي، جهڙي برسات کان اڳ واري سونجهه. مان ڪنڌ ڪوٽ ۾ پنهنجي زندگيءَ جا لڪر ورهائي رهيو هوس. آئيندي جي ڪابه ڇاڻ ڪانه هئم، ادبي سرگرميون ذري گهٽ ختم ٿي چڪيون هيون. اهڙي ئي هڪ خاموش ڏينهن ٿي جليل جو هيءُ خط پهتو. ١٧ مئي ١٩٦٩ع جو لکيل:

'زندگي هڪ محور ٿي اچي بيهي رهي آهي. لکڻ ڪانسواءِ حياتي بي مقصد سمجهان ٿو. وقت کي سلام. نه رسالا آهن ۽ نه ئي ڪجهه لکڻ ٿي روح ڪري ٿو. قلم کان اڳيئي ڪاڙهيءَ جو ڪم وٺي رهيو آهيان.'

هڪ دفعو وري به اها خاموشي بي مقصد ڪانه هئي. هن خاموشيءَ جليل جي نئي ڪتاب 'جڏهن مان نه هوندس' کي جنم ڏنو. هنجو مقصد ان طويل افساني کي ناولٽ ۾ تبديل ڪرڻ جو هو. پر حالتن کيس ائين ڪرڻ نه ڏنو. هو سوچ جي ساگر ۾ لڙهندو رهيو. ڪٺنيون ۽ ڪارائتا کيس وڪوڙي ويا. حالانڪ ان وچ ۾ به هن ڪئي مقبول ۽ مشهور افسانا لکيا، پر سندس سوچ جو مرڪز ڪو ٻيو هو ۽ آخر ٢٤ سيپٽمبر ١٩٧١ع تي لکيل سندس خط سندس احوال آندو:

'تو کان ڪجهه به نه لڪائبو اٿم ۽ نه لڪائي سگهندم. گذريل ڪجهه سالن کان مان پاڻ ۾ تبديلي اهڙي محسوس ڪري رهيو آهيان. ذهن ولوڙجي رهيو آهي. ائين محسوس ٿو ٿئي، ڄڻ ٻاهرين ڪنهن قوت منهنجي وجود ۾ اچي ڏيرو ڪيو آهي. ان ۾ ماحول، حالتن ۽ ملڪي واهوسنڌل جو هٿ آهي. مونکي يقين آهي ته وجود لاءِ جدوجهد ڪندڙ قومن جو ادب ۽ فن پروپيگنڊا کان ڌار ڪري نٿو سگهجي. روز ڪاغذ ڪارا ڪندو آهيان. ڦاڙي ڇڏيندو آهيان ۽ وري ٻيهر لکندو آهيان. لکڻ ڪانسواءِ منهنجي زندگيءَ جو ٻيو ڪو به معقول مصرف نه آهي. ۽ نه ئي ڪو مقصد آهي. مون اڪثر تمام سنجيدگيءَ سان سوچيو آهي، ته جڏهن

لکڻ جي ڏات مون کان کسجي ويندي (جنهنکي مان Talent exhuasted چوندو آهيان) تڏهن مان خودڪشي ڪندس. جيڪڏهن جيئندس ته اهو حادثو ٿي پوندو.

منهنجي ذهني پريشاني جو سڀ کان وڏو سبب هي آهي، جو مان بدقسمتي سان پنهنجي وجود ۾ ٻه بلڪل مختلف ۽ هڪٻي کان بلڪل ابتڙ شخصيتون کڻي جي رهيو آهيان. هڪ، جنهنجو نالو امر جليل آهي، سو سرڪش، ضدي ۽ باغي آهي. ٻيو، جنهنجو نالو عبدالجليل قاضي آهي، سو ٻاڙي، ٽيپ رڪارڊر ۽ گراموفون جو پونڇو آهي. ٻنهي جي پاڻ ۾ جنگ آهي. منهنجو وجود جنگ جو ميدان آهي.

منهنجو پيچ ڏرتيءَ سان آهي. مان اهو رشتو ٽوڙي نه سگهندس. ان رشتي کي برقرار رکڻ لاءِ مان ٻيو هرڪو رشتو ٽوڙي ڇڏيندس.'

جليل هاڻي حيدرآباد مان بدلي ڪرائي ڪراچي پهچي چڪو هو. پر سندس بي قرار دل کي اتي به قرار نه آيو. هو اڪيلي روح ۽ دکي دل کڻي تنهائين ۾ ترڪندو رهيو. هنجي زبان سمجهڻ وارو ڪير به نه هو. هنجي دل جو درد پرکڻ وارو ڪوبه انسان نه هو. هو اڳ به اڪيلو هو. هاڻي به اڪيلو هو. ٢٣- آڪٽوبر ١٩٧١ع وارو خط پڙهي منهنجي دل کي جهٽڪو آيو:

'گذريل آچر ني نون ڏاڍو ياد آئين. K-M-C اسٽيڊيم تي پورٽرسٽ ۽ پي. آءِ. اي جي فائينل فٽ بال ميچ هئي. ٻنهي ٽيمن ۾ International رانديگر هئا. ميچ کان ٻه ڏينهن اڳواٽ ڪنهن يار دوست کي ڳوليندو رهيس، جيڪو اسٽيڊيم جي کهري ٽڪلهي تي ويهي سگهي ۽ انهن هزارين مزورن، ڪارن سڪرائين ۽ اندر جي اڃن سان سندن جذبن ۾ شامل ٿي سگهي. پرڪوبه دوست نه مليو. اڪيلو وڃڻ ني دل جهلي نه سگهيس. ان ڏينهن شدت سان احساس ٿيم ته عمر جي گذرندڙ هر هڪ لمحي ۾ انسان هڪ

اڪيلائيءَ کان ٻي اڪيلائيءَ تائين هيڪلو سفر ڪندو رهيٽو. تون مجبين ها نه جيڪر اها يادگار سچ ڏسون ها.'

١٩٧٢ع ۾ هلال پاڪستان ڪراچي مان نڪرڻ شروع ٿي. جليل ڀهرڏن برچي ڪان ٿي 'تنهنجون منهنجون ڳالهيون' نالي روزانو ڪالم لکڻ شروع ڪري ڏنو. اهو ڪالم بيحد پسند ڪيو ويو. ڇو ته ان ڪالم جي ذريعي جليل سنڌين ۾ سجاڳي آڻڻ جو هڪ نئون طريقو اختيار ڪيو هو. سنڌ جي دشمنن لاءِ هي ڪالم هضم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو، ڇو ته جليل پنهنجي مخصوص انداز ۾ سنڌين ڇوڏا لاهڻ شروع ڪري ڏنا هئا. ٧- جولاءِ ١٩٧٢ع تي سنڌ اسيمبليءَ، سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري زبان بنائڻ جو بل پاس ڪيو ته رئيس امروهويءَ جي هڪدم هنگاما ڪرائي ڇڏيا. سنڌين جون جانيون ۽ ملڪيتون نفرت جي آڳ ۾ جلي ويون، انسان شرافت جا پردا چاڪ ڪري پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ ظاهر ٿي پيٽو. فقيرن، درويشن ۽ الله لوڪن جو ديس سنڌ، نفرت جو شمشان بنجي پيو. ڪراچي جا سنڌي جان مال ۽ عزت بچائڻ لاءِ لڏڻ لڳا، مون جليل کي فون ڪئي ته هڪدم ڪراچي ڇڏي مون وٽ ڪنڊ ڪوٽ هليو اچي. خط به لکيو مانس. ١٤ جولاءِ ١٩٧٢ تي جليل جواب ڏنو.

'ڪراچي جو شهر نفرتن جو شهر ٿي پيو آهي. ڪجهه دوستن ۽ گهڻگهرن صلاح ڏني اٿم ته ٻارن کي سعيد منزل واري جاءِ مان ڪڍي وڃان. عجيب صلاح آهي هنن جي. ڪهڙو منهن ڪٽي هليو وڃان. ٻچي وڃان! مان وڏ ۾ وڏ اهو ڪري سگهان ٿو ته عورتن کي نئين آباد يا روهڙيءَ روانو ڪري ڇڏيان. مان هتان نه نڪرندس. مان موت جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسڻ چاهيان ٿو.'

هن واقعي ڪراچي نه ڇڏي. منهنجو دوست موت جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسندو رهيو ۽ موت هارائي ويو. جليل جي زندگي موت سان کيڏندي گذري آهي. هن زندگيءَ کي هڪ لهڪ کان وڌيڪ اهميت ڪڏهن به ڪانه ڏني آهي. گهڻا سال اڳ ١٩٦٠ع ۾

اسان ڪوئيٽا ويا هئاسين. هُرڪ تي تفريح لاءِ وياسين ته سج اڀري ويو. موٽندي هڪ ننڍڙو ٻار، جنهنجا ماءُ پيءُ پريرو بيٺا هئا. ٻار بي‌خياليءَ ۾ رستي تي اچي بيٺو، اوچتو وراڪي ڪان بس تيز رفتار سان ظاهر ٿي. ٻارڪان چند فوٽن تي به بس نه رڪي ۽ ٻار جو موت Dive يقيني ٿي نظر آيو. تڏهن اوچتو جليل منهنجي ڀرسان ٽپو ڏئي ۾ ٻار کي وڃي جهٽيو ۽ انکان اڳ جو بس ٻار کي چيڀي وڃي، هوڦيٽن ڪان ڪجهه انچن تان بچندو، ٻارسوڌو وڃي رستي جي ٻئي پاسي ڪريو.

جليل ڪراچي ۾ ئي رهيو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ مان به ڪنڌ ڪوٽ ۾ ستن سالن جي خدمتن جو انعام وٺي اچي ڪراچي پهتس. اسان هڪ دفعو وري مليا هئاسون. سالن جي دوري ڪانپوءِ. پر هن دفعي مونکي جليل ڪافي حد تائين ڪمزور، فڪرمند ۽ پريشان نظر آيو. چيائين، ”دل ٿي چوي ته ڊوڙندو رهان. ڊوڙندو رهان. بيهندس ته مري ويندس.“

مان ڇا جواب ڏيانس؟ سندس حالت ڏسي ڏک ضرور ٿيم. هو وڪوڙي ويو هو. هنجو ذهن اجهامندو ٿي ويو. هيءُ اهو جليل نه هو، جنهنکي مان سڃاڻان؟ هي ڪو ٻيو اڻاڳو انسان هو. مون ڪيفي گرانڊ ۾ وٺهي سندس ڳالهيون ٻڌيون. هي اها گرانڊ هئي، جنهن سان اسانجون ماضيءَ جون يادون وابسته هيون ۽ جليل جو هڪ پيارو افسانو پڻ. هو ڇوندو ويو. هڪ لاوؤ هو جو وهي هليو هو. پهاڙ هو جو ڀُرندو ٿي ويو. مان ٻڌندو رهيس. هو چئي رهيو هو، ”دل ٿي چوي ته ڊوڙندو رهان.“

۽ مونکي اهي ڏينهن ياد آيا، جڏهن ڪرڪيٽ پريڪٽس لاءِ اسر جو اٿي ڊوڙندا هئاسين، اڳيان اڳيان جليل — پويان اسان سڀ. شايد اڄ به اٺين ئي آهي. پر اڄ سندس پويان سنڌ جا سڀ پڙهيل ڳڙهيل نوجوان آهن. ۽ هي ڊوڙ اسان سڀ پرين اڳهاڙا، ٻاٻري ڪنڊن تي ڊوڙي رهيا آهيون! رڃايل رڻ - پٽ ۾ اڃايل انسان ڊوڙي رهيا آهيون. زندگيءَ جا زنجيرهڻن پيرن ۾ پائي ڊوڙي رهيا آهيون. خوفزده چهري سان، ڊنل ۽ هيسيل نگاهن سان، ڊوڙي رهيا آهيون. ٽٽهڻ آس ۾، آلا آلا آپ‌مان آواز اچي رهيو آهي: ’مان سڪندر آهيان، مان ظلمات جو مسافر آهيان، مونکي آب حيات جي تلاش آهي!‘

ماهوار سهڻي ۾ ڇپيل

# امر جليل

جي ڪهاڻين تي مختلف لکندڙن جا رايا

# امر جليل

جي ڪهاڻين ۽ فن تي اڻ ڇپيل رايا

## منهنجو دوست، منهنجو دشمن ڪهاڻي تي راءِ

◼ ’منهنجو دوست، منهنجو دشمن‘ رواجي ڪهاڻي آهي. ڪارخاني جا سڀ مزدور ائين ڪندا آهن، جيئن مڪرانيءَ ڪيو. سندس جواب ۾ اهي ئي آهن جي مزدور ليڊر حيثيت کي ڏهندا آهن. امر جليل ڪهڙي ڳالهه ٻڌائڻ چاهي آهي ۽ مڪراني ڪهڙو نئون ڪم ڪيو آهي؟

— نسيم احمد کرل

## جليل جي ڪهاڻين تي راءِ

◼ ائين ٿو لڳي، ڄڻ امر جليل جي هٿن مان سندس احساس ۽ جذبن جي منهن-زور گهوڙي جي واڳ هر هر ڇڏائجيو وڃي ۽ ڪنهن فني شهپاري جي پيشڪش جي لاءِ جنهن نهر، تحمل ۽ غيرجانبداريءَ جي ضرورت آهي سا قائم رکي نٿو سگهي. هو وک وک تي نعرا هڻندو پڙهندڙن ٻي هڪ اڳواٽ ٻڌايل منزل ڏانهن هڪليندو هلي ٿو، هڪ اعليٰ فنڪار ۽ هڪ تبليغ ڪندڙ جو مقصد گهٽو ڪري ساڳيو آهي، ٻئي ڪا ڳالهه شدت سان محسوس ڪن ٿا. ٻئي ڪنهن ڳالهه جا حامي ۽ ڪنهنجا مخالف آهن، ٻئي اهي احساس ٻين جي دلين تائين پهچائڻ گهرن ٿا. پر تائين پهچائڻ جي ڍنگ ۾ ئي اچيو، ٻنهي جا رستا ڌار ٿين ٿا. مبلغ منهن سڌي ڳالهه، وڏي جوش خروش سان ٻڌائي، ٻڌندڙن کي اعليٰ الاعلان چوندو ته فلاڻي ڳالهه کي صحيح يا سٺو ڄاڻجي. فلاڻي کي غلط يا برو، پر فنڪار ٻڌندڙن کي پنهنجي طرفان ڪجهه به نٿو چوي، ڪين ڪا به نصيحت يا صلاح نٿو ڏئي. هو رنگ‘ ڪري ڏيکاري ٿو.‘ ڪنهن واقعي يا ڪنهن حالت جو نقشو چٽي ٿو. هڪڙي بي طرفدار واڳهڙ وانگر، جنهن کي هلندي جيڪي ڏٺو آهي سو بيان ڪري ٿو، پنهنجي طرفان ڪا به ٽڪا ٽپڻي نٿو ڪري. ڪنهنجو پاسو نٿو وٺي. هاڻ اهو سندس گهري مشاهدي، ايمانداري ۽ احساس جي شدت ۽ وڏي ڳالهه ته سندس فن تي مدار آهي ته، اهو نقشو اهڙي وِساهيندڙ نموني چٽي، جنهن ۾ ٻڌندڙ ازخود پنهنجو پاڻ اهو اثر

پرائين جيڪو فنڪار چاھي ٿو. اڻ سڌيءَ طرح، بنا زور ڀار جي ’ازخود‘ ڪنھن پڙھندڙ ۽ ٻڌندڙ ۾ ڪو تاثر پيدا ڪرڻ، اھا آھي فن جي آزمائش ۽ امتحان. امر ۾ اھا وڏي ڪمزوري آھي، جو ھو اڪثر مبلغ ۽ فنڪار جي فرق تي قائم ٿي نه رھي سگھي. نہ تہ ’اروڙ جو مست‘ ۽ ’ھن چار ۾‘ جھڙيون ڪھاڻيون شاھد آھن تہ ھو ڇوليءَ جون ڪھاڻيون لکي سگھي ٿو. سندس تازي ڪھاڻي ’رڃ‘ (سھڻي جون – ٦٦) جي نشٽي ،استرن جو ھڪ ٻئي جي ڳلي ۾ ٻانھون وجھي ڳائڻ:

’مالڪ تون درد ڪٽيندين ڪين ڇڏيندين،
ھـــر حـــال ۾ ھـــر ھنڌ رھبر ٿيندين.‘

اھو نظارو اڃا تائين منھنجي اکين اڳيان پيو ڦري. ڪير آھي جنھنکي ھننجي ٻڌاڪ شتاڪ، شيخي ۽ ڪج-بحثيءَ جي ڇوٽي ھيٺيان سندن زخمي دلين تي محروميين ۽ مايوسين جا گھاءَ نظر نہ ايندا. سندس تازي ڪھاڻي ’محبت، آرزو ۽ دل جي دنيا‘ (نئين زندگي آگسٽ ٦٦) بہ نھايت اثرائتي، نھايت پياري ڪھاڻي آھي. سچي ۽ اصلي سنڌ ڳوٺن ۾ رھي ٿي. سنڌ جا سچاپچا ۽ وڏا موضوع ۽ مسئلا، سندس جيترا جاڳندا ۽ نمائندا ڪردار ۽ حقيقي ڪھاڻيون ٻھراڙيءَ ۾ ٿي آھن نہ شھرن ۾. ان سنڌ ۾، ٻھراڙين جي سنڌ جي ٻولي، اصلي سچي پچي، جيتري جاڳندي سنڌي اڃا ڪتابن ۾ نہ لکي وئي آھي ۽ اسان شھرن جي پڙھيل ڇٽن وٽان قبوليت جي سند حاصل ڪري نہ سگھي آھي. اسانجو عوامي شعر خالص سنڌي، خالص سون آھي. پر نثر ويچارو ٻڪيو ٻانڪ ڪوڙي وانگر ڪ ھيٺ جون ڳڙيون دڪان تي رکيو پساري ڀنيو ويٺو آھي. ڪيس سنڌيءَ جي اڪٽ، اڻ لکيل خزانن مان ماسھي جيترو سل بہ ھٿ ڪونہ آيو آھي. ضرورت آھي تہ سري، وچولي، ڪاڇي ۽ لاڙ جا لکندڙ اھا ٻولي جيڪا سندن پيٽ ۾ راڇن ڳوٺن جا نديا وڏا، زالون مرد، جھيڙن جھٽن، رسن، پرچن، شادين غمين ۽ روزمره جي ڪار وھنوار مھل ڳالھائين ٿا، سا اصلي حالت ۾ ڪم آڻي، پنھنجي صدين جي ڳنڍ ڪيل ڏاھپ ۽ سدا سھڻي ۽ سدا شاھڪار ٻوليءَ

سان پنهنجا شاهڪار تخليق ڪن. جيئن سنڌي نثر جي موجوده اپاهج حالت ختم ٿئي ۽ اصل سنڌ ۾ سنڌس ماڻهن کي صحيح معنيٰ ۾ سچائي پيش ڪري سگهون. جيڪڏهن اسڪاٽلنڊ جي جابلو قبيلن جي ٻوليءَ جي ضمير سان سروالٽر اسڪاٽ جا لاثاني شاهڪار پيدا ٿي سگهن ٿا، جيڪڏهن جتائي ’ڪاڪني‘ انگريزي، ڊڪنس جي شاهڪارن کي جنم ڏيئي سگهي ٿي، جيڪڏهن مارڪ ٽوين، هيمنگ وي، گورڪي، ڪالڊويل، ٽينيسي وليمس جهڙا جڳ مشهور اديب پنهنجي وطن جي عام ماڻهن جي روزمره جي ٻوليءَ سان شاندار ۽ لافاني ادبي شهپارا خلقي سگهن ٿا، ته پوءِ سنڌو ماٿر جي عوام جي ٻوليءَ، لطيف ۽ سچل جي ٻوليءَ ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي جو اسانجا لائق لکندڙ انکي استعمال ڪرڻ ۾ ڪار محسوس ڪن يا انکان اڻ ڄاڻائپ جاڻ رهي به پاڻکي لکندڙ تصور ڪن. البت جيڪي لکندڙ فقط شهرن ۾ جاوا نپنا آهن ۽ ٻهراڙي سان ڪوبه واسطو نه اٿن انهن تي ميار ڪانه رکي سگهبي، آهي ٻلي شهري زندگيءَ بابت لکن.

— رسول بخش پليجو

## ’زندگي هڪ ڪن‘ تي رايو

امر جليل جي ڪهاڻي ’زندگي هڪ ڪن‘ جا مکيه ڪردار ٻه فاحشه عورتون آهن. هڪ ليليٰ رنڊي ۽ ٻي ساران دائي. ضمني ڪردار پروفيسر دين محمد، سيٺ ٽيڪمداس ۽ چرسي امام دين آهن. پلاٽ ۾ اهيئي پنج عملي پارٽ ادا ٿا ڪن. ساران دائي اصل ۾ هڪ مينگهواڙ جي ڌي آهي، جا هڪ هندو سيٺ جي پٽ سان ڀڄي وڃي ٿي، جيڪو ڪيس وابراڻي ڇڏي ٿو ڏي. وري هڪ ملي جي چوٿين زال بڻجي مسلمان ٿي ٿئي. جتان طلاق وٺي هڪ گرجا ۾ ڪرستان ٿيو ڪانپوءِ فادر سان ناجائز تعلقات قائم ٿي ڪري. آخرڪار دوباره مسلمان بڻجي امام دين جي معرفت بدپيشو ٿي ڪرائي. امام دين جي مرڻ ڪانپوءِ دائي بڻجي ناجائز ٻار ڪيرائڻ جو ڌنڌو اختيار ٿي ڪري. ليليٰ هڪ سؤ رپئي تي پنهنجي سٽ ۽ سيل جو سودو ڪندي سڄي سان زندگي گذاربندي ٿي رهي. پروفيسر دين محمد، سيٺ ليڪمداس ۽ پيا ڪيترا سندس سر جا سوداگر آهن. آخر هڪ حمل وقت پنجن مهينن ڪانپوءِ ٻار ڪيرائڻ بدران هنکي ڇڏي، ٻالي

۽ پڙھائي پاڪدامن ڀنجي رھڻ جو فيصلو ني ڪري. نون مھينن جو سندس پار چمندي مري نو وڃي. دائي ساران دستور موجب ڪيس ڪٺي ڪڍي اڇلائي ۽ گُتم ڪرڻ جو ارادو ني ڪري. ليليٰ انجي برعڪس پنھنجي پار جو لاش مذھبي رسم ۽ رواج موجب ڏام ڏوم سان دفنائڻ ني گھري. ھن لاءِ ڪيس ڪوبہ ساٿ نٿو ڏي. پنھنجي پراڻن گراڪن ٽيڪمداس ۽ دين محمد جي دروازن تان بہ محروم موٽي ني اچي. بوءِ پنھنجي پار جو لاش ڪٺي شھر ۾ آواره گردي ڪندي ھڪ ديول جي سامھون بيھي ني. اھو آھي سڄي ڪھاڻيءَ جو خاڪو. جيڪڏھن ڪوبہ معمولي عقل وارو ماڻھو ھن ڪھاڻيءَ جو مطالعو ڪندو تہ ڪيس ھر مرحلي ني اھا ڪھاڻي مصنوعي نظر ايندي.

اول اول تہ دائي ساران جو جنسي پڪ لاھڻ لاءِ ھر مذھب متاثر ھڪ ھترادو قصو معلوم نو ٿئي. انڪانپوءِ چرسي امام دين جي چوڻ ني ھوءَ جنت جي لالچ ۾ دوباره مسلمان بہ ٿئي ني ۽ خراب پيشو بہ اختيار ني ڪري. اھي جنت جي لالچ وارا لفظ ني قصي ڪي جڙتو بنائڻ لاءِ ڪافي ثبوت ٿا ڏين. امام دين ھڪ چرسي آھي، جيڪو ٽرام ڪي مڇر سمجھي مٿس حملو ڪندي مري نو وڃي. اھا ڳالھ فطرت جي برخلاف آھي، ڇو جو ڀنگ ۽ چرس جو نشو ڪندڙ ھميشہ ڊچندو آھي. ھو شرابي ھجي ھا تہ بہ ڳالھ ھئي، باقي ھڪ چرسي ٽرام ڪي مڇر سمجھي ٽڪر ھڻڻ جي بدران ڪنھن مڇر ڪي ٽرام سمجھي ٽري وڃي ھا تہ صحيح سمجھي سگھجي ھا. ساران ھڪ ملي جي چوٿين زال ٻنجي سندس گھر ڪي ڇڪاو ني سڏي. دراصل سنڌ ۾ اھڙو ڪوبہ ستمول ملان نہ ملندو جيڪو ھڪ وقت چار زالون پالي سگھي. سنڌ جو ملان شادين غمگين تان نان چار ڪوڏيون ڪمائي، لڪيون وني پيٽ پاليندو آھي. آھو وڏ ۾ وڏ بہ، نہ نہ بہ ھڪ مري وڃڻ بعد ھڪ ھڪ وڏيڪ شادي ڪندو رھندو آھي. باقي چار شاديون ۽ چوڏھن پندرھن سُريتون رکڻ ھتانجي ڪن پيرن، ميرن ۽ وڏيرن جو مرڪ ني سگھي نو. حضرت عيسيٰ ڪي بيءَ نہ ھجڻ وارو جملو، جيڪو ليليٰ ۽ ساران جي واتان دھرايو

ويو آهي، سو صاف ٻڌائي ٿو ته، حضرت عيسيٰ جي شان ۾ چائي وائي ۽ سوچي سمجهي گستاخي ڪئي ويئي آهي. واقعي خراب ڪردار، خراب جملا استعمال ڪندو آهي، ۽ انکان تبليغ نه ڪرائي ويندي آهي، مگر ڪهاڻي لکندڙ کي ٻين جي جذبات جو خيال رکي، هر لحاظ کان محتاط رهڻ گهرجي. انهيءَ جاءِ تي حضرت عيسيٰ بدران حضرت آدم عليه السلام جو نالو اچي ها ته ڪهاڻيءَ جي پلاٽ ۾ ڪهڙو عيب ٿئي ها؟ عام طور تي مغربي دهريا پنهنجين ڪهاڻين ۾ مذهبي چرچ تي حملي ڪرڻ وقت حضرت عيسيٰ جي ذات والا صفات تي اهڙا حملا ڪندا آهن. هيءَ جملو به اهڙي انسان جي گهڻي مطالعن جو رد عمل معلوم ٿو ٿئي.

هن ساري ڪهاڻيءَ جو اهم ۽ مرڪزي نڪتو اهو آهي، ته ڪهاڻي لکندڙ جي خيال ۾ اسلامي شريعت موجب حرامي ٻار جو جنازو ۽ ڪفن دفن ڪوڙ ٿيندو آهي. انهيءَ نڪتي جي وضاحت لاءِ، ليليٰ رنڊيءَ جي مثل ۽ حرامي ٻار کي پيش ڪيو ويو آهي. واضح هجي ته ليليٰ هڪ تجربيڪار رنڊي آهي ۽ بدپيشو سندس موروثي ڌنڌو آهي، جيڪو سرڪار ۾ به رجسٽرڊ ٿيل آهي، تنهنڪري ڪير جائز يا ناجائز ٻار ڄڻڻ يا ڪيرائڻ تي ڪو به روڪ ٽوڪ ڪري نٿو سگهي. هونءَ به رنڊين جي اڪثريت ناجائز ٻارن مان ٿيندي آهي، ڇوڪريون عام طور تي رنڊيون بڻبيون آهن، ۽ ڇوڪرن مان سازندا ته ڪي وري دادا پهلوان يا پلا پڙوا ٿيندا آهن. هاڻ اهڙي ماحول ۾ ڇاول ٻار کي لڪائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. ليليٰ ڪيس ظاهر ظهور ڏامرڏوم سان دفن ڪرائي ها، ته ڪير ڪو به ماڻهو منع نه ڪري ها، ڪيس نيڪمداس ۽ دين محمد جي دروازن ڪڙڪائڻ جي ڪا ضرورت نه هئي. آها سڀ ڪهاڻي لکندڙ جي اڄاڻي اختراع آهي. ڪهاڻي لکندڙ کي خبر هئڻ گهرجي ته اسلامي شريعت موجب، ڪنهن به حرامي ٻار جو جنازو نه فقط جائز پر واجب به آهي. مان ڪين برادرانه مشورو ڏيندس ته هو پنهنجي ڪهاڻين لکڻ وقت، اهڙن ديني مسئلن مان هٿ چراند نه ڪري، جنجي ڪيس خبر ٿئي نه آهي. پر انهيءَ هوندي به ڪيس سندس شوق جهل نه ڏي ته پوءِ ڪنهن عالم کان پڇي پڪ ڪري پوءِ لکي، ڀاڻ ڪانسواءِ ”دين محمد“ جهڙا دينيات جا اڻ ڄاڻ پروفيسر پيدا نه ڪري.

فاضل ڪهاڻي لکندڙ کي، جنساتي مسئلن حل ڪرڻ ۾ ڪافي مهارت ٿي ڏسجي. هو ليليٰ ”ني ساران جي زبان ۾ هڪ ناياب، ٿئون

۾ نرالو لسخو ٿو پڌائي ته هفتيوار پابنديءَ سان اسل تاس جو جلاب وٺندي ته ڪيس ڀار پيدا ٿي نه ٿيندو. جيڪڏهن هو (جليل) اهڙا سستا ۽ سٺاوا نسخا، خانداني منصوبا بندي وارن کي ٻڌاءِ ته جيڪر محڪمي جي اعليٰ ڪارڪردگيءَ ۾ اضافو اچي ۽ ڪاتي جو خرچ به گهٽجي وڃي. اڙانسواءِ هو هن ڪاتي جي دابن کي به سٺي سڪيا ڏئي سگهي ٿو. باقي ديني مسئلن کان ذرا دور رهي ته هن لاءِ بهتر ٿيندو. واضح هجي ته هن ڪهاڻيءَ تي فقط طائرانه نگاهه وجهي، سرسري تبصرو ڪيو ويو آهي. ورنه جيڪڏهن تفصيلي جائزو ورتو وڃي، ته جيڪر وڏو داستان ٺهجي وڃي.

— پروفيسر عطا محمد حامي.

## ’عشق ۽ انٽرويو‘ تي رايو

■ اڄ ڀاڻ ڪهاڻيءَ سان بلڪل ڪوره ڄاڻان. سونکي ڪهاڻيءَ جي مخلف لاءِين چاڙهين يا نيڪنڪ جي پروڙ ڪانه پيوي. ايترو ضرور آهي ته ڪافي سٺيون ۽ شاهڪار ڪهاڻيون پڙهيل اٿم. ۽ هاڻي به فقط هڪ پڙهندڙ جي صورت ۾ راءِ پيش ڪريان ٿو، ۽ نڪي هڪ ڄاڻو يا ڪهاڻي نويس يا نقاد جي حيثيت سان. امر جليل جي ڪهاڻي (عشق ۽ انٽرويو) پڙهي ختم ڪيم ته دماغ ۾ ڳالهه نٿي نه ٿي ويٺي ته ڪهاڻي ڇاجي متعلق هئي. آخر تائين اها ڪوشش ناڪام وئي. سندس ڪهاڻيءَ ۾ نٿي ڪاٻه مرڪزيت ڪانه ٿي ڏٺي. ’هت لهوهت ڏڪ، مڙني وٽ وٺان ڪري ڪٿي ڪهاڻي ناهي اٿس. اهيءَ سان پڙهندڙن کي ڇا ملندو، سو شايد امر جليل پاڻ ٿي سمجهائي سگهي. ايترو ضرور چوندس، ته اڄ امر جليل جي (هن ڪهاڻيءَ ڪانسواءِ) افسانه نگاريءَ جي عظمت جو قائل آهيان.

— ايس. ايم. يوسف.

## پروفيسر عطا محمد حامي جي جواب ۾.

■ هڪ ڳالهه، جنهن لاءِ هيءُ خط لکڻو پيو آهي آهي، استاد عطامحمد حاميءَ جو تنقيدي خط آهي. امرجليل جي ڪهاڻي ’زندگي هڪ ڪُن‘، اسانجي ٻوليءَ ۾ هڪ عظيم شاهڪار آهي. جنهن ۾ اڄ جي معاشري جو هڪ حقيقي رخ پيش ڪيو ويو آهي. افسوس آهي ته حامي صاحب ڪهاڻيءَ کي پوريءَ طرح سمجهي نه سگهيو هجي. انهن معلوم نٿي ٿو ته ڪيس، حاضر وقت جي حقائق جي ڪابه خبر ڪونه آهي. بقول سندن، پاڻ

ڪهاڻي تي فقط طائرانه نظر وجهي تبصرو ڪيو اٿائين. ان لاءِ حامي صاحب کي عرض آهي ته، مهرباني ڪري تنقيد ڪرڻ لاءِ، ڪنهن به ڪهاڻيءَ تي طائرانه نظر وجهڻ کان احتراز ڪن يا تنقيد ڪرڻ کان، ڇو ته اهڙي حالت ۾، تنقيد جو مقصد ئي فوت ٿي ٿو وڃي، ۽ پڙهندڙ پڻ ڀور ٿي ٿو پوي. سڀ کان پهرين ڳالهه جا حامي صاحب سمجهي نه سگهيو آهي، سا آها ته ڪهاڻيڪار چوي ٿو ته ڪهاڻيءَ جو اهم ڪردار ليليٰ جي جاءِ وقوع ڪراچي شهر جي هائوسنگ سوسائٽي آهي، نه ڪي چڪلو. ليليٰ اها عورت آهي، جا خانگي طرح پيشو ڪري ٿي، نه ڪي رجسٽرڊ رنڊي آهي. سوسائٽيءَ جون خانگي پيشي واريون عورتون رجسٽرڊ نه آهن ۽ نه ٿينديون. ٻي ڳالهه جا آءٌ حامي صاحب جي گوش گذار ڪرڻ چاهيان ٿو، اها هيءَ ته پاڪستان ۾ بدپيشو قانوني جرم آهي (Prevention of Prostitution Act) بدپيشو هڪ جرم آهي، انهيءَ صورت ۾ هڪ رنڊي ڪيئن ٿي رجسٽرڊ ٿي سگهي. حامي صاحب لکيو آهي ته: ليليٰ کي ناجائز ٻار ڄڻڻ يا ڪيرائڻ تي ڪوبه روڪ ٽوڪ ڪو ڪري سگهي جنهن مون مٿي ٻڌايو آهي ته بدپيشو قانوني جرم آهي. ان حالت ۾ حرامي ٻار پيدا ڪرڻ قابل بازپرس آهي، پر ته ٻار ڪيرائڻ جو مسئلو جو پڻ Pakistan Penal Code جي فقري ٣١٢ هيٺ جرم آهي. انهن حالتن ۾، ڪيئن ليليٰ پنهنجي حرامي ٻارن کي ماري ۽ قانون جي گرفت ۾ اچي.

— قاضي عبدالرحيم ايڊووڪيٽ

## 'راهون جدا جدا' تي راءِ

☒ امر جليل جي ڪهاڻي 'راهون جدا جدا' سهڻي جهڙي ادبي ڪتابي سلسلي ۾ پڙهي افسوس به ٿيم ۽ تعجب به. افسوس هن ڪري جو اهڙي بي معنيٰ، بي مقصد ۽ بي ادب ڪهاڻي شايع ڪئي وئي ۽ تعجب به ان ڪري جو شايد هيءَ امر جليل جي غليظ ترين ڪهاڻيءَ ۾ نه ڪو فلسفو نه ثقافت. البت ڌارين وانگر سنڌين جي سربازار بي عزتي ڪئي وئي آهي. ڪهاڻي ۾ ڪيئي جملا ۽ رمارڪ اجايا ۽ وڌاءُ ڀا لڳن. مثال طور: 'چوري جي ٻاڦڻ جي خبر وزير صحت کي ملڻ گهرجي، اسان پاڪستان اِن لاءِ ته نه گهريو هو جو هڪ ٻاڦڻ وارو پاڪستانين کي بيمار ڪندو رهي'. پاڪستان جي حاصل ڪرڻ جي تشبيهه ٻاڦڻ واري جي ڪم سان ڪرڻ، آزاديءَ جي بي عزتي آهي. شهرن جي ذڪر ۾ ته ڪمال جو وڌاءُ آهي. فرمائي ٿو ته: شهر پنهنجين سان ٿي لڳا. سنڌي نه سيڪ آهن ۽ نه ٿي ابترا ويل آهن جو حجم کان شهرن جو

توازن پورو نه ڪرائين ۽ ايترا شهر ته سڀڪن جا به نه هوندا آهن! ۽ انهن ڪانسواءِ اهي سنڌي دولت مند، جيڪي ڪال گرلس جي مائرن سوسائٽي ۾ ٿا ملن، انهن کي ڪٿي آهن ايڏا شهر! 'وڏيرا پچ تي طوطو ويهاريندا آهن'، تمام گهڻي زيادتي آهي. 'اڇي جيپ'، ته آءٌ سمجهان ٿو پنجن ستن سالن ۾ ڪنهن به اصلوڪي رلڳ جي جيپ کي اڇي رنگ ۾ نه ڪرايو آهي. باقي جيڪي پراڻيون جيپون آهن، انهن ۾ وڏيرا ڪراچي جهڙي شهر ۾ نه ويندا آهن. اهي ڳوٺن تائين مس هلنديون آهن.

سنڌي عاشق جي عيش ڪندا ته دلالي ته پيا ڪندا آهن، پر ڪهاڻي ۾ اهي فرض" به سنڌين کي سونپيا ويا آهن.

"مقبول ڪهاڻي نويس لکيو آهي: 'ڀرواڙي جون عورتون مڙس جي ٻن زالن جو ذڪر ڪري خوش ٿينديون آهن'، تمام غلط مشاهدو آهي. ڪابه عورت ڪٿي ڀرواڙي جي هجي يا شهر جي، مڙس جي ٻي زال يا سريت جي موجودگي دلي طور ڪڏهن به برداشت نٿي ڪري سگهي. ڪهاڻي نويس، سنڌي تهذيب تي نهايت رڪيڪ حملو ڪيو آهي. جي هي ڪهاڻي ٻن ٻولين ۾ ترجمو ٿي ته سنڌي تهذيب غلط رنگ ۾ پيش ٿيو.

ڪهاڻيءَ جي مرڪزي ڪردار عورت وات جي مهاڏين ڪان به وڌيڪ خراب نموني ۾ پيش ڪئي وئي. مثال طور هڪ هنڌ لکي ٿو: 'رن جي پاسي مان آثاري ڪڙو ڪندس.'

انگريزي لفظ گهڻا استعمال ڪيا ويا آهن. اهڙا لفظ ۽ تشبيهون به آهن، جن جي عام سنڌيءَ کي خبر ڪانهي. Statue of Liberty جي تشبيهه سان مصنف شايد اهو پڌائڻ چاهي ته هنکي وسيع معلومات General knowledge آهي!

— آغا شهاب الدين

## 'راهون جدا جدا' تي راءِ

امر جليل جي ڪهاڻي 'راهون جدا جدا' هڪ نئين وشيه (Homo Sexuality) کڻي آئي آهي، ان ڪري دلچسپ آهي. سنڌي ۾ اهڙي طرز جي ڪهاڻي اڳ ڪڏهن نه آئي آهي. ان ڪهاڻيءَ ۾ انتظار (Suspence) اهڙي ڪاريگريءَ (شايد فنڪاري چوڻ ٺيڪ ٿيندو) سان رکيو اٿائين، جو بلاشبه کيس داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي. مونکي پڪ آهي ته ان ڪهاڻيءَ جي بي باڪ موضوع اُتان جي ادبي

حلقن ۾ ڪافي چرميگويون پيدا ڪيون هولديون ۽ ڪنهن حد تائين شايد ليکڪ تي ”اگهاڙو ليکڪ“ هئڻ جو الزام به لڳايو وڃي، ليڪن منهنجي سمجهه ۾، هيءَ ڪهاڻي نوان پسند ڪندڙ کي خوب پسند ايندي.

— ڏانڪ هدڪاڻي، دهلي، ڀارت.

## ھڪ دل جي اڪيلائي، تي رايو

■ ’محبت، آرزو، ۽ دل جي دنيا، (”نئين زندگي“، مخزن ۾ شايع ٿيل) ڪانپوءِ ’ھڪ دل جي اڪيلائي، (سھڻي پبليڪيشن جي ڪتاب ڪُونڌا ڪنٺهار ۾ شايع ٿيل) تنهنجي ڀھرين ڪهاڻي پڙهي ائم، جيڪا تنهنجي ئي لفظن ۾ پاڇي ٻنجي هاڻ ۾ ڪٽي آهي، هاڻ ٻئي ڏاڍا سٺا دوست آهيون، پر آن هوندي به مونکي تنهنجي ڪهاڻيون نہ وڻنديون هيون (اخلاقي جرئت نہ ڏس! ڏس تہ ڪيئن لہ ڊيل ڪارنيگي جي سڀني ڪتابن ۽ اصولن تي دالگي ’ماپي چڏيم) پر هن ڪهاڻيءَ ۾ تنهنجي اندر ويٺل فنڪار، جيڪو نعرن جي جنجيرن ۾ جڪڙيل هو، سڀ جنجير ٽوڙي، بقول اياز جي پوري جوت تي چڙهي پيچ ٻئي ڏني آهي. ايڏي شعريت، ايڏي ٻيئي ڪوڙان، ايڏي غمگين نغمگي. ادا، ڪٿان اهڙي ڪهاڻي لکي سکھيو آهين. دل ئي چوي تہ جيڪر آها ڪهاڻي مان لکان ها. چاڪاڻ تہ اهو ازلي عذاب، جنهن ۾ سمنبد اچي پيو، سو منهنجو ئي عذاب آهي. نهڪ ۽ مرڪ، تہ ويرون ۽ لھرون آهن. جيڪي روح مان اُبري چپن تي وچانجي وري واپس وري ٿيون وڃن.

— آغا سليم

## ’نہ ويڄ نہ طبيب، تي رايو

■ اسر جليل امانجو ارنيست هيمنگوي آهي، پر الائي چو هنجي ڪهاڻين ۾ Demoralizntion جو تاثر اڀرندو آهي. سندس ڪهاڻي ’جدهن مان لہ هوندس، ڏاڍي شاندار هوندي به ڏارينءَ چوڪريءَ سان ڪهاڻيءَ جي هيرو جو پيار ڪرڻ ڪري بوريت ٿئي ٿي. ’نہ ويڄ نہ طبيب، تالي تي تعجب ٿيو آهي. ڪهاڻيءَ جي ان Theme کي هڪ لاعلاج مرض قرار ڏيڻ، جنهنجو نہ ويڄ نہ طبيب، ليڪ ڪونہ پيو لڳي. باقي هوئنن هميشه جيان امر جي ڪهاڻي پڙهي پُپ تي نهڪ لڪري وڃن ٿا. خاص طور تي ’بابا، جي ڪردار جي انگريزي مڪالمن ڏاڍو مزو ڏنو.

— هدايت پريم

## ’نه ويڄ نه طبيب‘ تي رايو

■ مون امر جليل کي چڱيءَ طرح پڙهيو آهي، سندس ڪي ڪهاڻيون سنڌي ادب ۾ واقعي شاهڪار جي حيثيت رکن ٿيون، مثال طور: زندگي هڪ ڪن، راهون جدا جدا، رڃ، اروڙ جو مست، پر جليل جي ڪهاڻي ’نه ويڄ نه طبيب‘ پڙهي مٿي تي هٿ ڏيئي ويو ۽ شڪ ٿيڻ لڳو ته متان ڪو هن ڪهاڻي جو ترجمو ڪري سنڌي ادب تي نوڪ جي نگاهه وجهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ نڪو مطلب نڪري ٿو ۽ نه ڪا ڳالهه سمجهه ۾ ٿي اچي، آءٌ جيڪڏهن هنگي ڪهاڻي بدران اجائي بڪ چوان ته به غلط نه ٿيندو. هن بڪ جي به آخر ۾ انهن معلوم ٿئي ٿو ته اها بڪ به اڌ ۾ رهجي وئي آهي.

## — آفتاب احمد لغاري

## ’منهنجو پٽ مهدي‘ تي رايو

■ جليل جي ڪهاڻي ’منهنجو پٽ مهدي‘ پڙهي الهي نتيجي تي پهتس، ته اسان وٽ سٺن ڪهاڻيڪارن جي اڻاٺ ضرور آهي، پر اڻلڀ ڪونه آهن. انهيءَ ڪهاڻيءَ جي عظيم مصنف ۽ ان جي تخليل کي سلام ڪيان ٿو.

## — رياض شيخ

## ’مان پڃان مان پڃان‘ مضمون تي رايو

■ امر جو مضمون ’مان پڃان ... منهنجي سابق روايتن جو پابند هو.

## — خالق عاربي

## ’جليل جي لکڻيءَ‘ تي رايو

■ آمر جليل واقعي ’امر‘ آهي. سندس لکڻ جو انوکو ڍنگ داد ۽ تحسين جوڳو آهي. سندس جيڪي به ڪهاڻيون سهڻي ۾ شايع ٿيون آهن، اهي سڀئي مونکي پسند آهن، ۽ هر پرچي ۾ آءٌ سندس لکڻيون ڳولهيندو آهيان، جن ۾ ستايل ’سنڌ‘ تي ٿيل زيادتين جو نقشو چٽيل هوندو آهي ۽ ظلمن جا وڳا پڌرا ٿيل هوندا آهن.

## — داس وشن

## ’مان پڃان مان پڃان‘ تي رايو

■ آمر جليل جو مضمون ’مان پڃان...‘ سچ پچ ته جليل جي همه گير شخصيت ۽ ڄاڻ جو ثبوت آهي ۽ واقعي امر جليل هاڻي پاڻکي هن ڌرتي جو امر ڄاڻو ثابت ڪري ڇڏيو آهي. مونکي ڏاڍي ٿي ڏکيائي ٿئي جليل

متعلق پنهنجي راءِ لکندي. هاڻ اسان لاءِ واقعي جليل، جليل القدر هستي آهي. منهنجي دل ۾ جيڪڏهن وڌ ۾ وڌ محبت ڪن ماڻهن لاءِ آهي، ته انهن مان هڪ امر جليل به آهي.

— محمد بخش سميجو

’سورهيه مرڻ سوڀ‘ مضمون تي راءِ

■ امر جليل جو مضمون ’سورهيه مرڻ سوڀ‘ سونکي تمام پسند آيو. امر جليل جهڙا ليکڪ هن سنڌو جي سرزمين تي آهن، اهو سنڌو جو بخت چئبو.

— نور محمد ڪنير

’سرد لاش جو سفر‘ تي راءِ

■ امر جليل تحرير جو ساحر آهي. سندس لکڻي، پڙهندڙن تي عجيب عالم طاري ڪيو ڇڏي ۽ پڙهندڙ لکڻيءَ جي ڄار منجهه اٽڪيو پوي. ڪيس ڦٽڪڻ به وسري وڃي. اها هڪ عظيم قوت آهي. هونءَ به تحرير جي جادوءَ ڪان ڪير منڪر ٿيندو، راءِ عام کي تسخير ڪرڻ ۾ تحرير جي قوت وڏو ڪم ٿي ڪري. يا ڪڏهن انهن چئجي ته تحرير عوام جي مشتعل جذبات کي سرد ڪري سگهي ٿي ۽ لڪيل جذبات کي نمايان ۽ جاڳايو نظريو، تحرير جو آقا عوام تي موڙڻ چاهي موڙهي سگهي ٿو ۽ پنهنجي ان خوبيءَ کان امر جليل بخوبي واقف آهي، انجو مثال هن شماري ۾ سندس ڪهاڻي ’سرد لاش جو سفر‘ آهي. هيءَ ڪهاڻي ڪنڊڪوٽ ۾ ٿيل افسوسناڪ واقعي کان متاثر ٿي لکي وئي آهي ۽ ان واقعي تي لکڻ هر اديب جو ادبي فرض هو — حيرت انهي اٿم ته امر جليل ان ڪهاڻي ۾ تعميري ڪم وٺڻ بجاءِ فقط لادينيت جو پرچار ڇو ورتيڪ ڪيو آهي — خير ايستائين ڳالهه رهجي اچي ها ته به ٺهيو، پر ڇوٿو ٿو پوءِ ته صاحب مذڪور پڙهندڙن کي به مذهب کان متنفر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انجو ثبوت سندس ’ضروري وضاحت‘ آهي. اما ’ضروري وضاحت‘ قاريءَ جي ذهن کي Trance ۾ آڻڻ لاءِ هڪ ترڪ آهي. مضبوط قوت اراديءَ جو مالڪ هجي جو ان ڄار مان بچي سگهي، نه ته نه، ڀلا اوهين هي ٻڌايو ته جيڪڏهن ڪو مولانا ڪا شرمناڪ حرڪت ڪري ته انجو تصور وار مذهب ڇو؟ — جيڪڏهن معاشري جا چند فرد بڇڙا ۽ ڪڌا ڪرتوت ڪن ته ذميوار پورو معاشرو ٿيندو ڇا؟ اهو ڪهڙو ذي شعور مڃيندو؟ دنيا ۾ ڪهڙو مذهب آهي، جو انهن حرڪتن کي پسنديده ٿو قرار ڏئي؟ — ڪريم بخش صديقي

### 'سرد لاش جو سفر' تي رايو

امر جليل جي سچي ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر' پڙهڻ ڪانپوءِ طبيعت ڪڏهن بي چين ٿي ويئي، مٿو ڦرڻ لڳو. اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. دل اداس ٿيڻ ۽ منجهڻ لڳي. خدا جو قسم 'امر' رواجي انسان نه آهي. فرشتو آهي. هو نه هندو، نه مسلمان، نه سک، نه عيسائي بلڪ انسانيت جو علمبردار آهي. هتي ننڍي ڀاڱي جا مظلوم عوام ته امر جليل کي ديوتا ڪري ٿا سمجهن. خاص ڪري اسان دراوڙن، اڻ آرين ۽ مفتوح قومن جو ته ديوتا آهي. ڀلا ديوتا کي سڱ ته ڪونه ٿيندا آهن. مظلوم ئي ديوتائن کي پوڄيندا آهن. ڪو وقت ايندو جو امر، اياز، حيدر، سيد، رزاق ۽ ٻين سپوتن جون پوڄائون ٿينديون. سندن مورتيون دل جي مندرن، اوطاقن، دڪانن ۽ آفيسن ۾ لڳايون وينديون ۽ سندن روزانو نت پوڄا ٿيندي رهندي.

— ڀالومل موتي

### 'سرد لاش جو سفر' تي رايو

امر جليل جي ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر' هڪ همت ڀريو قدم آهي. ظالمن جي ظلم جو پردو جنهن نموني چاڪ ڪيو آهي، واقعي قابل داد آهي. امر جليل نه صرف عظيم ڪهاڻيڪار، پر هڪ وڏو حقيقت پسند قوم پرست به آهي. سندس عظمت ڪهاڻي لکاريءَ ۾ نه، پر حقيقت کي کولي بيان ڪرڻ ۾ سمايل آهي. ڪنڌڪوٽ ۾ کيليل خوني ڊرامي کي اصلي روپ ۾ پيش ڪرڻ ۾ امر جليل حد ڪري ڇڏي آهي. سندس ان سچائي تي ڪي ڪوڙبا، ڪي ڀڄربا، پر سچائي کي پردي پويان لڪائي ته ڪونه سگهبو آهي.

— ٽي. آنند. تواڻي

### 'سرد لاش جو سفر' تي رايو

امر جليل جي هڪ عظيم ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر' شايع ڪري، مذهبي ٺيڪيدارن، مُلا هجن يا پنڊت جي ڪارسُتين عمل ۽ چالاڪين کي انسانيت جي اعليٰ قدرن جي حامل انسان جي دنيا ۾ سر بازار ننگو ڪيو آهي— امر واقعي مذهب جي پردي ۾ ٿيندڙ ظلمن کي اگهاڙو ڪري، انسانيت جو پوڄاري ٿيو آهي— ڪير آهن ڪفر جون فتوائون ڏيندڙ؟ ڪير آهن، مسلمانن کي ڪافر بڻائڻ وارا؟ ڪير آهن، سنڌي هندن کي ڪافر چوڻ وارا؟ ڪير آهن نظريه پاڪستان جا علمبردار ۽ پاڪستان سان محب وطنيءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏيندڙ؟ ڇا آهي

ڪو انهن ۾ جيڪو گوپال کي، گوپال جي ماءُ کي- ساوتري ۽ اندرا کي پنهنجون عصمتون موٽائي ڏني. اڄ به معصوم پريتم جا، پريتم جي روح جا سڏڪا فضا ۾ منتشر آهن. انهن جي آهن ۽ دانهن جو ڪير جوابدار آهي؟ پر— امر لاءِ ايترو چوان ٿو ته— امر تون منهنجي لاءِ پوتر ديوتا آهين. مان هميشه تنهنجي پوڄا ڪندو رهندس.

— شيام قلندري

## 'سرد لاش جو سفر' تي رايو

امر جليل جي ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر'، مان هن ڪهاڻي جي تعريف ڪيئن ڪيان. شايد منهنجي سوچ پختي نه آهي يا وري منهنجي ڄاڻ تمام محدود آهي. امر جليل لکيو آهي جيئن ته هيءَ تاريخ جو هڪ خوني باب آهي، انڪري ڪجهه تلخ ٿي ويو آهي ۽ ڪهاڻي به ڪي فني پابنديون اورانگهي ويئي آهي. ان ڪري هن ڪهاڻيءَ تي الزام لڳايو ويندو ته فحش آهي ۽ مذهبي عقيدن سان ڪنٽوس ڪيل آهي. سيڪس تي لکيل ڪهاڻين کي فحش چيو ويندو آهي. ڇا هيءَ ڪهاڻي فحش آهي؟ ڇا هيءَ ڪهاڻي سيڪس تي لکيل آهي؟ ان لاءِ ڪجهه ڏسڻ ۽ معلوم ڪرڻ جي ضرورت آهي. هيءَ جڳ برابر سان پريو پيو آهي، جيئن اڄ ڪلهه ڪيتريون ئي نيون بيماريون نڪري پيون آهن ۽ هر ڪو ماڻهو توبهائون پيو پري. اهڙي ئي نموني سان سيڪس کي به ترقي ڏني وئي آهي. مون هن ڪهاڻيءَ کي پڙهيو. منهنجو روح ڪنبي ويو— هن ڪهاڻيءَ پڙهڻ کانپوءِ مون خواهش ڪئي ته مان اتئي مري وڃان. اکيون مٿي ڪٿي ڪنهنکي نه ڏسان، ڪنڌ کي ڦيرائي جڳ نه پسان، پر ائين نه ٿيو... وري مون خواهش ڪئي ته ڪکر ڪاروڻيار ٿي مان ڳوڙن جا وسڪارا ڪيان... پر پوءِ مونکي احساس ٿيو ته اتي ئي ڪرسيءَ تي ويٺي نه مان موت اچڻ کان اڳ مري سگهان ٿي ۽ نه وري ڪڪر ٿي وسڪارا ڪري سگهان ٿي. هن ڪهاڻيءَ مون ۾ نئين قوت پيدا ڪئي آهي، نئون جذبو پيدا ڪيو آهي. آءٌ ان ڪري پيدا ٿيو آهي، جو مون هن ڪهاڻيءَ کي به ان نظريي سان پڙهيو آهي، جنهن نظريي سان هن ڪهاڻيءَ کي پڙهڻ گهرجي. اگر ڪي ننڍڙي سوچ وارا ماڻهو هن ڪهاڻيءَ کي پڙهندا ته اوهان جا پڪا دشمن ٿي پوندا، اوهانکي گاريون ڏيندا. پر مان هن ڪهاڻيءَ کي فحش نه ٿي سمجهان. هن ڪهاڻيءَ مان ڪهاڻيڪار لاءِ نه پر معاشري، ماحول ۽ اهڙين انسان لاءِ نفرت پيدا ٿئي ٿي، جيڪي

جانور آهن ۽ ٻانگي انسان کونئين ٿا. اوهان هن ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي ڇاتيءَ کي ٻن گولن سان تشبيهه ڪانه ڏني آهي، جوڪي پاسي وراڻ سان ڦرن پيا. اوهان عورت جو سٿرون ڪونه جاچيون آهن، جن تي ڪُهرا نشان آهن يا نه — اوهان بند ڪمري ۾ ڪنهن عورت کي ننڍڙين سڪل ننگن ۾ ڀاڻ اِنڪاني جن پوٽ ڪونه ڪيو ڪيو آهي... اوهان اِئين نه ٻڌايو آهي ته عورت برقعي اندران ڪپڙن ۾ ڪهڙي آهي ۽ ڪپڙن اندان بغير ڪپڙن جي ڪيئن آهي ...، اوهان ڪنهن مرد کي غسلخاني ۾ ڏڪيءَ تي وهاري لوڙهيو ڪونهي. اوهان ڪو اهڙو ترقي پسند نوجوان ڪونه ڏيکاريو آهي، جنهن ۾ هر برائي موجود آهي، جيڪو هر گندو ڪم ڪري ٿو، هر گندي عمل جي باري ۾ سوچي ٿو، وري به هو مظلوم آهي ۽ ڌرتيءَ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻ چاهي ٿو. اهو صحيح آهي ته اوهانجي ڪهاڻي تلخ آهي، پر فحش نه آهي. جيڪر ڪير فحش چوي ٿو ته ڀڪ ان ننڍڙي ذهن سان انکي پڙهيو هوندو. اوهان انهن ڏي ڌيان نه ڏجو. هڻ ڏجي ته هن ۾ مذهب جي ڪنٿوس ڦيل آهي يا نه — مذهب جو مفهوم ڇا آهي؟ مذهب حقيقت ۾ اسانجي لاءِ چڱائي لاءِ ايندو آهي هر مذهب انسان ذات لاءِ آهي — اڄ جو انسان هيتري ترقي ڪرڻ جي باوجود به مذهب جي باري ۾ ڪيترو نه ٻوڙتي پيل آهي — اڄ جي ماڻهن مذهب کي انسان جي وجود مانڪيدي مُصلي تي اڇي بيهاريو آهي ۽ ڏڙا ڏڙ مذهب جا سجدا ڏياريا ٿا وڃن. آگهاڙو هجي، چاهي پيٽ بکيو هجي، پر هو چاهين ٿا ته هنجي سجدن ۾ ڪا ڪمي نه اچي — اوهان سچ لکيو آهي ته مذهب سري چڪو آهي ۽ ماڻهو ان جو لاش کنيو پيا هلن ۽ ان جي نالي ماڻهن کي ڦرين پيا — خبر نه آهي ڪيستائين ڦريندا رهندا. اڄ جي دؤر ۾ ماڻهن کي هيئن سوچڻ کپي ته هوند ڪيترو نه چڱو ٿئي — مذهب (ڌرتي)، ايمان (انسانيت)، عقيدو (خدمت) بس هنڪان وڌيڪ سوچڻ نه کپي.

— سلطانه وقاصي

## ’سرد لاش جو سفر‘ تي رايو

■ امر جليل جو ’سرد لاش جو سفر‘ پڙهڻ کانپوءِ احساس ٿيو ته امر القدر، امر اثاهه، امر آسمان، امر اجهاڳ، امر اشرف، امر اياز، امر انقلابي، امر اعلان، امر آزاد، امر آفتاب، امر المست، امر امرت، ۽ امر آهي. امر آس، امر اديب، امر آئينو آهي. امر اصليت.

— ارف اجايل

## اڻ چيل رايا

سهڻيءَ جو ’امر جليل نمبر‘ ڪڍي رهيا آهيو. چاهڻ جي باوجود به جليل تي مضمون نه لکي سگهيس. جليل جي ڪهاڻين کان متاثر آهيان، ’جڏهن مان نه هوندس‘ مجموعي جون به سڀئي ڪهاڻيون پڙهيون اٿم، ساراهه لاءِ لفظ نٿا ملن. سچ پچ ته جليل جي ڪهاڻين نئين، سنڌيءَ ڪهاڻي پڙهڻ تي هرکايو آهي.

— پروفيسر حسن علي عبدالرحمان

پنڊيءَ پهچي جڏهن پير علي محمد راشدي صاحب تي ميار رکيم ته سهڻي واري کي چونه گهرايوَ؟ چيائين، ”مان ته جيل پيو موڪليانس. تون وري گهرائڻ لاءِ پيو چوين.“

حيران ٿي چيم، ”ڇو ڀلا؟“

چيائين، ”تو ’سرد لاش جو سفر‘ پڙهيو آهي؟“

مون چيو، ”ها، ان کي ته ڇهه مهينا ٿي ويا.“

چيائين، ”توکي وسري ويو آهي. هڻ ميراڻي (سنڌس انفرميشن آفيسر) کان اشان ٿيل پرچو ڪٿي وري وڃي پڙهه.“

پرچو وري پڙهيم. لکڻ واري کان هزار دفعا وڌيڪ آفرين آهي. سنڌس ڇپڻ واري کي پڻ. طارق صاحب، وقت ايندو، جڏهن اهو افسانو لاقاني چيزن مان ٿيندو ۽ ڪنڊڪوٽ جو واقعو به سنڌي پرچن ۾ سڀ کان اول اوهان ڇپيو هو، جو اخبارن کي سرڪاري منع ٿي وئي هئي، مون اها منع ۽ اهو واقعو انفرميشن ۾ پاڻ ٻڌا هئا، پر واهيءَ ۾، پريس ڪلب ۾ شيخ علي محمد صاحب سان ڳالهه ڪيم ته شيخ صاحب ته انهيءَ ڳالهه کي ٻڌڻ کان ئي انڪار ڪيو، بلڪ ’پري ڪچهريءَ‘ ۾ نوڪون به ڏنيون.

پر اڃا هفتو مس گذريو ته اوهانجي پرچي ۾ مفصل ذڪر آيو، جو پڙهي شيخ صاحب نه فقط نوڪون واپس ورتيون، پر ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ جڏهن اوهان وري- سچ پچ ته گهر کي تباهيءَ جي دعوت ڏني اهو افسانو ڪٿي ڇپيوَ، تڏهن ته سڀني کان رڙيون نڪري ويون.

راشدي صاحب کي جڏهن چيم ته: اڙدوءَ ۾ ان کان گهڻو وڌيڪ پيا ڇپجن، چيائين: ڳولي ڏيو ته انهن تي به ڪارروائي ڪريون. باقي اهو ڪو پڇاڙ ته نه آهي ته مون جوڻا ڪٽي ته ڪهڙو ڏوهه ڪم پيا الاهي پيا ڪن. مطلب ته مڙس پنهنجي ويٺو هو، پر هاڻ اوهان

تي فرض آهي ته اوهين به ساڳئي قسم جا اڙدو پرچا ڳولي ڪيس رجسٽر ڪري اسمي لالي سان موڪليو ۽ سيڻن تي نشان ڪريو. هيءَ ڳالهه تمام ضروري سمجهندا، ڇو ته شير شاهه جا شڪرا اڪثر گهر جا ڪڪڙ ماريندا آهن ۽ مارڻ جو هنڌ هڪڙو ناهي، هتي ته 'قدم قدم ڪرڙڪي' آهي. آءٌ هن خط وسيلي، امر جليل کي به مبارڪون ڏيان ٿو، بيشڪ ڪيس 'قدرداني' طور، گهڻا مالي ڏک لڳا آهن ۽ شايد لڳندا به، پر جيڪو ڪين ڪٿو، سر له اسانجي ڪرم مان! وانگر اهو صحيح اديب ۽ شاعر ۽ ايڊيٽر ڪهڙو، جيڪو ڏک نه کائي. ۽ اهو به ته شاعر چيو آهي ته: 'ڏک جا ڏينهن لنگهي ويندا وچي رهنديون ڪهاڻيون'. اهي لافاني چيزون ۽ لافاني هستيون سدا نه فقط سدا زنده رهندا، پر عوام کان قدر به حاصل ڪندا. ڇو ته هو حافظ جي هن قول تي ڪاربند رهن ٿا.

ما در پيالہ عکس رخ يار ديده ايم
اي بي خبر زلذّتِ شربِ مدام ما !
هرگز نه ميرد آنکه دلش زنده شد به عشق
ثبت است برجريدهٔ عالم دوام ما !

— محمد عثمان ڏيپلائي

▪ اديب جي عظمت اها آهي ته هو سچ ڳالهائيندو رهي، ۽ سندس الميو (Tragedy) به اها آهي ته هو سچ ڳالهائڻ کان نه مڙيو آهي. امر جليل سچ آهي. اهائي سندس عظمت آهي، اهوئي سندس الميو آهي. سان افسانو پڙهي چاڻان — عام پڙهندڙن وانگر ان مان متاثر ٿي چاڻان، ۽ پر ان تي فنڪارانه تنقيد ڪري نه چاڻان. امر جليل جي افسانن مونکي جمال ابڙي جي افسانن کانپوءِ تمام گهڻو متاثر ڪيو آهي. خاص ڪري 'مرد لاش جو سفر'.

امر جليل تنهنجو، منهنجو، يا سنڌ جو ڪهاڻيڪار ناهي. هو 'انسان' جو ڪهاڻيڪار آهي. تو (طارق) 'مرده پرستيءَ' جي رسم ٽوڙي آهي، ان لاءِ مبارڪ هجني. 'سچ لکڻ'، تنهنجو منهنجو ۽ جليل جو الميو آهي. اجا پند پري آهي. اجا واٽ ڊگهي آهي. اجا گهڻا سقراط زهر پيئندا. اجا گهڻا لطيف مست گهوڙي تي چاڙهيا ويندا.

— تنوير عباسي

▪ سنڌيءَ جي هڪ چوڻي آهي ته 'ايترو مٺو نه ٿجي جو اڳلو ڳنهي کائي وڃي.' افسوس آهي ته سنڌين پنهنجي ان چوڻيءَ تي ڪڏهن به

عمل نه ڪيو ۽ هميشه، هر حال ۾ اُترا مٿا رهيا، جو هر ٻاهران ايندڙ هڻن کي هضم ڪيو آهي. سنڌين جي ان فطري عمل ۽ ڪردار کي اسانجي بزرگن، شاعرن، عالمن، اوليائن ۽ مفڪرن جي تعليم ۽ تربيت وڌيڪ مضبوط ڪيو ۽ سنڌي منهن ڏيڻ ۾ دنيا جي قومن کان گوءِ کڻي ويا. ڪير سر وڏي چڙهن، گهر ڦري وڃن يا الهه تلهه لُٽي وڃن، تب' هيءَ انجو جواب "محبت" سان ڏيندا آهن. نتيجي ۾ ڪيترين ئي ڌاريون قومون، سنڌ ۾ آسانيءَ سان پير کوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويون. اڄوڪي دؤر ۾ ته، سنڌين لاءِ خود پنهنجو وجود بچائڻ ئي مشڪل بڻجي پيو آهي. انهن حالتن کي سامهون رکندي، امر جليل 'تمام مٺو ٿيڻ' واري سنڌين جي پراڻي روايت خلاف، سندس تحريرن ذريعي سخت بغاوت ڪئي آهي. امر جليل جو اهو وڏو ڪارنامو آهي. شال سنڌي 'امر' جي پيغام کي اڄ جي وقت جي ضرورت سمجهي، ان تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن.

— يوسف شاهين

▪ امر سان منهنجو پيو رشتو ته نه سهي، پر هڪ پڙهندڙ جي حيثيت سان مون امر کي سندس لکڻين سان زندگيءَ جي مختلف طرفن کان پرورڻ ۽ پرکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. نفسيات جي مطابق 'ٻاهرين عمل، مان ڪنهنجي به ذهني رجحانن ۽ لاڙن کي لهي سگهجي ٿو. امر جليل جون ڪهاڻيون جن جا ڪردار ته ٻاهريان هوندا آهن، پر الهن ۾ جليل جو جلوو به پسڻ ۾ ايندو آهي. امر جليل جي ڪهاڻين سان اسانکي سندس ذهني اوسر ۽ لاڙن جي ڄاڻ پئي ٿي. پڙهندڙ جي حيثيت ۾ مان سندس لفظن جي جوڙجڪ ۽ پلاٽ وغيره کي ڪافي پختو سمجهان ٿو. پڙهندڙ سندس سادن سودن ۽ ليٺ سنڌي لفظن سبب منجهندو نه آهي. امر زندگي جي لٽين ۽ عام ڪردارن کي به اهميت ڏيندو آهي، جنکي عام ماڻهو وساري وهندو آهي. انهان سندس 'حساس' هڻڻ جي خبر پئي ٿي. جليل جي ڪهاڻين ۾ مزاح سان گڏوگڏ زندگي جي لوس حقيقتن جي به نقش نگاري ٿيل هوندي آهي. سندس هرڪهاڻي معاشري تي وڏي طنز آهي. خاص طور سان اسان سنڌين جي ڪڌن ڪرتوتن تي هن دل کولي لکيو آهي. سندس ڪهاڻيون استحصالي قوتن خلاف هڪ تحريڪ آهن. مونکي پڪ آهي ته نئون نسل ضرور امر جي لکڻين مان "گائيڊ لائين" حاصل ڪندو.

— يوسف ميمڻ

ڇپيل ڪهاڻين، مضمونن، تقريرن، شعرن ۽ خطن جي مڪمل فهرست

شاعري

انٽرويو ، مضمون ۽ ٻي نيون ڪهاڻيون

# امر جليل



سوره سنڌي ادب




صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# امر جليل

## مختصر جائزو

امر جليل ۸- نومبر ۱۹۳۶ ۾ روهڙيءَ ۾ ڄائو. ميٽرڪ اين-جي-وي هاءِ اسڪول ڪراچي، بي-اي گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه، ايڪنامڪس ۾ ايم-اي ڪراچي يونيورسٽي، ۽ تاريخ ۾ ايم-اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس پهرين ڪهاڻي ’اندرا‘، رسالي ’ادا‘ نوابشاهه جي آگسٽ ۱۹۵۵ واري پرچي ۾ شايع ٿي. هيل تائين اسي-نوي کن ڪهاڻيون، ادبي خط، مضمون، ريڊيو ۽ ٽيليويزن لاءِ ڏهه ڊراما لکي چڪو آهي. شاگرديءَ جي زماني ۾ امر جليل ڪرڪيٽ جو بهترين رانديگر هوندو هو. هو پنهنجي اسڪول، ڪاليج، ۽ يونيورسٽيءَ جي ڪرڪيٽ ٽيمن جو ڪپتان رهي چڪو آهي. پاڪستان جي گڏيل يونيورسٽين لاءِ سندس وڪيٽ ڪيپنگ رڪارڊ اڃا تائين ملڪ جو ٻيو ڪو رانديگر ٽوڙي نه سگهيو آهي. هو جيستائين ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ رهيو، تيستائين ڪوبه رانديگر ’شاٽ پٽ‘ (لوهه جو گولو) ڪانئس پري اڇلائي نه سگهيو. ’ڪونج‘ رسالي بمبئي طرفان ۱۹۶۲ع ۾ ڪرايل ’هند سنڌ ڪهاڻي چٽاڀيٽيءَ‘ ۾ امر جليل پهريون انعام حاصل ڪيو. ’روح رهاڻ‘ رسالي طرفان ۱۹۶۵ ۾ کيس ’ادبي انعام‘ ڏنو ويو. ’بادل‘ رسالي جي عوامي ايوارڊ ’۱۹۶۷ جو بهترين افسانه نگار‘ لاءِ کيس سڀني کان وڌيڪ ووٽ مليا. پاڪستان رائيٽرس گلڊ طرفان کيس سندس ڪتاب ’دل جي دنيا‘ لاءِ ۱۹۶۹ جو ادبي انعام مليو. سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان کيس ساڳي ڪتاب تي ۱۹۷۰ جو ادبي انعام ڏنو ويو. کيس سندس ڪتاب ’جڏهن مان نه هوندس‘ تي پاڪستان رائيٽرس گلڊ ۱۹۷۱ جو ادبي انعام ڏنو. مهراڻ آرٽ اڪيڊميءَ طرفان کيس ’۱۹۷۲ جو بهترين مڪالمه نويس‘، ايوارڊ، فلم ’گهونگهٽ لاهه ڪنوار‘ لاءِ مليو. پاڪستان ٽيليويزن طرفان ۱۹۷۳ ۾ کيس ڊرامي ’ماڪ‘ لاءِ ’رول آف آنر‘ مليو.

■ امر جليل تي ١٩٥٥ ۾ ون يونٽ خلاف شاگرد تحريڪ ۾ ڀرو وٺڻ ڪري گرفتاريءَ جا وارنٽ نڪتا. ١٩٦٨ ۾ سندس ڪهاڻي 'هڪ لاش ۽ رانين جا رولاڪ' تي بندش پئي ۽ 'روح رهاڻ' رسالي جو سالنامو Ban ٿيو. ١٩٧١ ۾ سندس ڪتاب 'جڏهن مان نه هوندس' تي انڪوائري ملي، پر انڪوائريءَ جي نتيجي کان اڳ يحيٰ خان جي فوجي حڪومت جو تختو اونڌو ٿي ويو. ١٩٧٣ ۾ سهڻيءَ ۾ شايع ٿيل ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' سبب مٿس DPR هيٺ گرفتاريءَ جا وارنٽ نڪتل آهن. ط ـ ا

## امرجليل جي شايع ٿيل ڪهاڻين، مضمونن، ادبي خطن، تقريرن ۽ شاعريءَ جي، رسالن مطابق مڪمل فهرست.

### ادا، نواب شاه

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ـ اندرا | ــ | ڪهاڻي | آگسٽ ١٩٥٥ |

### نئين زندگي، ڪراچي

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ـ وٺبون ۽ وڇوڙا | ــ | ڪهاڻي | مارچ ١٩٦٢ |
| ٢ـ ادبي خط | ــ | خط | آگسٽ ١٩٦٢ |
| ٣ـ ادبي خط | ــ | خط | سيپٽمبر ١٩٦٢ |
| ٤ـ ويران دل جي دنيا | ــ | ڪهاڻي | نومبر ١٩٦٣ |
| ٥ـ چند چربو تو ڪهاڻي | ــ | ادب لطيف | مئي ١٩٦٤ |
| ٦ـ اڄ نه پيار ڀڄاڏون | ــ | ڪهاڻي | جولاءِ ١٩٦٤ |
| ٧ـ سياڻن ۾ هڪ بيوڪ | ــ | ڪهاڻي | فيبروري ١٩٦٥ |
| ٨ـ دولت، ناموس ۽ هڪ ڪنوارو | ــ | ڪهاڻي | مئي ١٩٦٥ |
| ٩ـ اديب ٿيڻ جا ڪجهه راز ۽ رمزون | ــ | طنز | جولاءِ ١٩٦٥ |
| ١٠ـ انسان | ــ | ڊرامو | آڪٽوبر ١٩٦٥ |
| ١١ـ سنڌو سڄاڳ ٿيندو | ــ | ڪهاڻي | نومبر ١٩٦٥ |
| ١٢ـ سرحد | ــ | ڪهاڻي | ڊسمبر ١٩٦٥ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١٣- قلفي ۽ چربٽ | — ڪهاڻي | مارچ | ١٩٦٦ |
| ١٤- خوني رات | — ڪهاڻي | مئي | ١٩٦٦ |
| ١٥- ٻٽر ۽ ٻبار | — ڪهڻي | جولاءِ | ١٩٦٦ |
| ١٦- محبت، آرزو، ۽ دل جي دنيا | — ڪهاڻي | آگسٽ | ١٩٦٦ |
| ١٧- زندگيءَ جي نه ڪٽندڙ ڪهاڻي | — ڪهاڻي | مارچ | ١٩٦٧ |
| ١٨- منهنجي محبت ۽ مان | — ڪهاڻي | جون | ١٩٦٧ |
| ١٩- چربٽ ۽ چار چوڪريون | — ڪهاڻي | مارچ | ١٩٦٨ |
| ٢٠- ٻڙلاءِ | — ڪهاڻي | سيپٽمبر | ١٩٦٨ |
| ٢١- غلام | — ڪهاڻي | جنوري | ١٩٧٠ |
| ٢٢- جرنيل هوشو | — مضمون | جون-جولاءِ | ١٩٧٠ |
| ٢٣- تاريخ جو ڪفن | — ڪهاڻي | جون | ١٩٧١ |
| ٢٤- افساني متعلق ڳالهه ٻولهه | — انٽرويو | نومبر | ١٩٧١ |
| ٢٥- هڪ دور جو ماتم | — ڪهاڻي | اپريل | ١٩٧٢ |

## روح رهاڻ، حيدرآباد

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- ٻيا به غم آهن | — ڪهاڻي | اپريل | ١٩٦٣ |
| ٢- تون ۽ مان | — آزاد نظم | ڊسمبر | ١٩٦٣ |
| ٣- هڪ خط، هڪ افسانو | — ادبي خط | فيبروري | ١٩٦٤ |
| ٤- انسان | — آزاد نظم | مارچ | ١٩٦٤ |
| ٥- اجالو | — ڪهاڻي | مئي | ١٩٦٤ |
| ٦- داغ | — ڪهاڻي | آگسٽ | ١٩٦٤ |
| ٧- اسان ۽ اسان | — تاثر | آڪٽوبر | ١٩٦٤ |
| ٨- برف جو تاج محل | — ڪهاڻي | ڊسمبر | ١٩٦٤ |
| ٩ - اروڙ جو مست | — ڪهاڻي | اپريل | ١٩٦٥ |
| ١٠- مرڻ کان اڳ، مرڻ کان پوءِ | — ڪهاڻي | جولاءِ | ٦٩٦٥ |
| ١١- هن چار ۾ | — ڪهاڻي | نومبر | ١٩٦٥ |
| ١٢- ڌرتيءَ جي ڌوڙ، آسمان جا تارا | — ڪهاڻي | اپريل | ١٩٦٦ |
| ١٣- لهندڙ سج، وڌندڙ پاڇا | — ڪهاڻي | جولاءِ | ١٩٦٦ |

١٤- محرم جانوريءَ جو فرار تيل ساٿي — ڪهاڻي اپريل ١٩٦٧
١٥- منهنجي دل سوهڻ جو ڏڙو — ڪهاڻي آگسٽ ١٩٦٧
١٦- ڏند ڪٿا — ڪهاڻي آڪٽوبر ١٩٦٧
١٧- سياح، گائيڊ ۽ ٽرانزسٽر — ڪهاڻي آڪٽوبر ١٩٦٧
١٨- سچل سرمست ۽ Trouble — ڪهاڻي ڊسمبر ١٩٦٧
١٩- هڪ لاش، ۽ راتين جا رولاڪ — ڪهاڻي اپريل ١٩٦٨

## بادل، حيدرآباد

١- بارنيس اسٽريٽ جو غنڊو — ڪهاڻي آڪٽوبر ١٩٦٦
٢- جلاوطن — ڪهاڻي جون ١٩٦٧
٣- صوفيءَ جو سوداءُ — ڪهاڻي سيپٽمبر ١٩٦٧
٤- انٽرويو — انٽرويو آڪٽوبر- نومبر ١٩٦٧
٥- حياتي وهه وڏو آهي — ڪهاڻي آڪٽوبر ١٩٦٩
٦- پل صراط — ڪهاڻي جولاءِ- آگسٽ ١٩٧٠

## نئين زندگي، جبلپور

١- اڪيون — آزاد نظم جنوري ١٩٦٤
٢- نه منزل، نه ماڳ — آزاد نظم مارچ ١٩٦٤
٣- سپنا ۽ سنڪا — ڪهاڻي اپريل ١٩٦٤
٤- تلاش — آزاد نظم جولاءِ ١٩٦٤
٥- اي زندگي — تاثر آڪٽوبر ١٩٦٤
٦- آزاد نظم — آزاد نظم ڊسمبر ١٩٦٤
٧- ٻتر ۽ پيار — ڪهاڻي مارچ ١٩٦٥

## ڪونج، بمبئي

١- آڏما — ادب لطيف مئي ١٩٦٢
٢- سوجهرو — ڪهاڻي جولاءِ- آگسٽ ١٩٦٢

۳- چنڊ وسامي ويو — ڪهاڻي سيپٽمبر ۱۹۶۲
۴- ادبي خط — خط آڪٽوبر ۱۹۶۲
۵- هولي — ڪهاڻي مارچ ۱۹۶۳
۶- اڄ پيار جون ڳالهيون ڪريون — آزاد نظم جون ۱۹۶۳
۷- اڄ پيار ٻجهايون — ڪهاڻي مارچ ۱۹۶۴
۸- ادبي خط — خط اپريل ۱۹۶۴
۹- داغ — ڪهاڻي جولاءِ ۱۹۶۴
۱۰- ساجن، منهنجو دوست — ڪهاڻي آگسٽ ۱۹۶۵

## ساهت ڌارا، دهلي

۱- جائزو — مضمون اپريل ۱۹۶۵
۲- گناهه — ڪهاڻي اپريل ۱۹۶۵
۳- دل جي دنيا — ڪهاڻي سيپٽمبر- آڪٽوبر ۱۹۶۶

## نئين دنيا، بمبئي

۱- جيون هار — آزاد نظم ڊسمبر ۱۹۶۳
۲- عظيم عورت — ڪهاڻي جنوري- فيبروري ۱۹۶۴
۳- چار ننڍڙيون ڪهاڻيون — ڪهاڻيون آڪٽوبر ۱۹۶۴
۴- هن جڳ ۾ — ڪهاڻي مئي ۱۹۶۵
۵- جلاوطن — ڪهاڻي نومبر ۱۹۶۷

## هير، پونا

۱- جلاوطن — ڪهاڻي آگسٽ ۱۹۶۷

## سرهاڻ، بمبئي

۱- ٽوٽان بند ٻڌا ٿيو — ادب لطيف آگسٽ ۱۹۶۶

## مخزن، ڪراچي يونيورسٽي

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- سورمي جي شام | — | آزاد نظم | ١٩٦٤ |
| ٢- هوشو شيدي | — | مضمون | ١٩٦٥ |
| ٣- مهڻ جي سيج | — | ڪهاڻي | ١٩٦٦ |
| ٤- پُل صراط | — | ڪهاڻي | ١٩٧٠ |
| ٥- Those who live | — | انگريزيءَ ۾ ڪهاڻي | ١٩٧٠ |

## برسات، ڪراچي

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١- هڪ گهڙيءَ جو موت | — | ڪهاڻي | نومبر | ١٩٧٢ |
| ٢- نيزي ني اٽڪيل انصاف جي ساهمي | — | ڪهاڻي | جنوري | ١٩٧٣ |

## سوجهرو، ڪراچي

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١- منهنجو ڏس، آسمان کان پڇو | — | ڪهاڻي | جنوري | ١٩٧٣ |

## :- هفتيوار آزاد، ڪراچي

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١- تنهائي | — | ڪهاڻي | ١٥، جون | ١٩٥٩ |
| ٢- ادبي خط | — | خط | ١١، اپريل | ١٩٦٠ |
| ٣- ادبي خط | — | خط | ٢٣، مئي | ١٩٦٠ |
| ٤- بورڊ ڪارو آهي | — | ڪهاڻي | ٢٠، جون | ١٩٦٠ |
| ٥- ادبي خط | — | خط | ١٨، جولاءِ | ١٩٦٠ |
| ٦- موت جو آواز | — | ناٽڪ | ٣٠، جنوري | ١٩٦١ |
| ٧- ادبي خط | — | خط | ٢٠، مارچ | ١٩٦١ |
| ٨- وري ياد آيا | — | ڪهاڻي | ٢٧، مارچ | ١٩٦١ |
| ٩- ادبي خط | — | خط | ١٧، اپريل | ١٩٦١ |
| ١٠- ادبي خط | — | خط | ١٢، جون | ١٩٦١ |
| ١١- ادبي خط | — | خط | ١٩، جون | ١٩٦١ |
| ١٢- ضمير ستل آهي | — | ڪهاڻي | ٢٧، نومبر | ١٩٦١ |

۱۳- لاش — ڪهاڻي ۱۱، ڊسمبر ۱۹۶۱
۱۴- مان شريف آهيان — ڪهاڻي ۴، جون ۱۹۶۲
۱۵- سوڊي ڳالهايو — ڪهاڻي ۲۵، جون ۱۹۶۲
۱۶- نظم — نظم ۲، جولاءِ ۱۹۶۲
۱۷- ڪشمڪش — ڪهاڻي ۲۰،۲۷، آگسٽ ۱۹۶۲
۱۸- آزاد — ڪهاڻي ۱۵، آڪٽوبر ۱۹۶۲
۱۹- نظم — نظم ۲۲، آڪٽوبر ۱۹۶۲
۲۰- جوڳين جوڳ اجوڳ — مضمون ۴، ۱۸، مئي ۱۹۶۴
۱، جون ۱۹۶۴
۸، جون ۱۹۶۴
۲۱- سڪرنڊ ڪ سنڌيءَ سان ملاقات — ملاقات ۱۲، اپريل ۱۹۶۵

## رهبر ڊائجسٽ، حيدرآباد

۱- سودا ڳالهائيندا آهن — ڪهاڻي نومبر ۱۹۶۷
۲- چريٽ ۽ مداري — ڪهاڻي مارچ ۱۹۶۸
۳- چار ننڍڙيون ڪهاڻيون — ڪهاڻيون جولاءِ ۱۹۶۸
عظمت جو ثبوت
انصاف جي ڳولا
سڌريل ڳوٺاڻو
ڌرتيءَ جو درد
۴- اسٽار سرڪس جو جوڪر — ڪهاڻي آڪٽوبر ۱۹۶۸
۵- گاسون-چارجي بٽ جو انٽرويو — ڪهاڻي ڊسمبر ۱۹۶۹

## جوڌس، حيدرآباد

۱- لهندڙ سج جي لام — تقرير آڪٽوبر ۱۹۷۰
۲- هوشو شيديءَ جي شام — نظمالو نثر آڪٽوبر ۱۹۷۰

## سهڻي، حيدرآباد

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- منهنجو دوست، منهنجو دشمن | — | ڪهاڻي | مارچ ١٩٦٦ |
| ٢- رڄ | — | ڪهاڻي | جون-جولاءِ ١٩٦٦ |
| ٣- زندگي هڪ ڪن | — | ڪهاڻي | سيپٽمبر - آڪٽوبر ١٩٦٦ |
| ٤- چريٽ ۽ هڪ نرس | — | ڪهاڻي | نومبر ١٩٦٦ |
| ٥- عشق ۽ انٽرويو | — | ڪهاڻي | ڊسمبر ١٩٦٦ |
| ٦- راهون جدا جدا | — | ڪهاڻي | آگسٽ ١٩٦٧ |
| ٧- هڪ دل جي اڪيلائي | — | ڪهاڻي | مئي ١٩٦٨ |
| ٨- زندگي ۽ زهر | — | ڪهاڻي | نومبر ١٩٦٨ |
| ٩- نه ويچ، نه طبيب | — | ڪهاڻي | مئي ١٩٧١ |
| ١٠- منهنجو پٽ مهدي | — | ڪهاڻي | جون- جولاءِ ١٩٧١ |
| ١١- هڪ خطرناڪ سنڌ پرست جي ڳولا | — | ڪهاڻي | اپريل ١٩٧٢ |
| ١٢- سان پڇان، سان پُران | — | تقرير | جولاءِ - آگسٽ ١٩٧٢ |
| ١٣- ڪپيل ٻانهن جو وارث | — | ڪهاڻي | نومبر ١٩٧٢ |
| ١٤- هڪ دور جو ماتم | — | ڪهاڻي | ڊسمبر ١٩٧٢ |
| ١٥- سورهيه سرين سوپ ڪي | — | تقرير | ڊسمبر ١٩٧٢ |
| ١٦- سرد لاش جو سفر | — | ڪهاڻي | جنوري ١٩٧٣ |
| ١٧- ناڳ (ترجمو) | — | ڪهاڻي | جنوري ١٩٧٣ |
| ١٨- ڇتي ڪتي جو سوت | — | ڪهاڻي | مارچ ١٩٧٣ |
| ١٩- ادبي خط | — | خط | جولاءِ ١٩٧٣ |
| ٢٠- رڳ ڪجهه، راڙو نيو | — | تقرير | آگسٽ ١٩٧٣ |
| ٢١- پکي | — | ڪهاڻي | آگسٽ ١٩٧٣ |
| ٢٢- ساڻو ساڻو ساهه | — | ڪهاڻي | آگسٽ ١٩٧٣ |
| ٢٣- نه تون آهين، نه مان آهيان | — | ڪهاڻي | آگسٽ ١٩٧٣ |
| ٢٤- انٽرويو | — | انٽرويو | آگسٽ ١٩٧٣ |

## سماهي - مهراڻ، حيدرآباد

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ١- | عورت | — ڪهاڻي | پرچو | ٢— | ١٩٦٢ |
| ٢- | انڪار به آ، اقرار به آ | — ڪهاڻي | پرچو | ٣— | ١٩٦٢ |
| ٣- | سج اُڀرڻ کان اڳ | — ڪهاڻي | پرچو | ١، ٢— | ١٩٦٣ |
| ٤- | هولي | — ڪهاڻي | پرچو | ١— | ١٩٦٤ |
| ٥- | ٻه چور | — ڪهاڻي | پرچو | ٢، ٣— | ١٩٦٤ |
| ٦- | اونده ۽ روشني | — ٽيليويزن ڊرامو | پرچو | ١— | ١٩٧١ |
| ٧- | درياهه نوتي دانهه | — ريڊيو ڊرامو | پرچو | ٢— | ١٩٧١ |
| ٨- | مٽيءَ جا ماڻهو | — ٽيليويزن ڊرامو | پرچو | ٣— | ١٩٧١ |
| ٩- | ٻار ۽ ٻيا (ترجمو) | — ڪهاڻي | پرچو | ٤— | ١٩٧١ |

## ريڊيو ۽ ٽيليويزن ڊراما

| | | | براڊ ڪاسٽ/ٽيليڪاسٽ جي تاريخ | |
|---|---|---|---|---|
| ١- | درياهه نوني دانهن | — ريڊيو ڊرامو | آگسٽ | ١٩٦٧ |
| ٢- | سڄو سفر هليا | — ريڊيو ڊرامو | مارچ | ١٩٦٨ |
| ٣- | زخم زندگيءَ جا | — ريڊيو ڊرامو | اپريل | ١٩٧٠ |
| ٤- | اونده ۽ روشنيءَ | — ٽيليويزن ڊرامو | جون | ١٩٧٠ |
| ٥- | مٽيءَ جا ماڻهو | — ٽيليويزن ڊرامو | نومبر | ١٩٧٠ |
| ٦- | هوندا سي حيات | — ٽيليويزن ڊرامو | مارچ | ١٩٧٢ |
| ٧- | عيد ٿي ڏيٺي | — ٽيليويزن ڊرامو | جون | ١٩٧٢ |
| ٨- | دوزخ | — ٽيليويزن ڊرامو | آگسٽ | ١٩٧٢ |
| ٩- | ماءُ | — ٽيليويزن ڊرامو | ڊسمبر | ١٩٧٢ |
| ١٠- | فرمانبردار | — ٽيليويزن ڊرامو | ڊسمبر | ١٩٧٢ |

## رليز ٿيل جن فلمن لاءِ امر جليل مڪالما لکيا:

| | | رليزنگ جي تاريخ |
|---|---|---|
| ١- | نوري ڄام تماچي | ١٩٦٨ |
| ٢- | گهونگهٽ لاهه ڪنوار | ١٩٧٠ |
| ٣- | بادل | ١٩٧٢ |

۴- منڊا شال ملن ۱۹۷۲
۵- البيلي ۱۹۷۳

## هلال پاڪستان، اخبار- ڪراچي

نئنجيون منهنجيون ڳالهيون - ڪالم (۳۰۰ شايع ٿيل)
۵، مئي ۱۹۷۲ کان ۱۵ جون ۱۹۷۳

## امر جليل طرفان ايڊٽ ڪيل مخزن

۱- لاڪاليجين - ايس ايم لاڪاليج ڪراچيءَ
جي ۱۹۵۸ واري ساليانو مخزن
۲- چانڊوڪي - اين. جي. وي هاءِ اسڪول
ڪراچيءَ جي ۱۹۶۴ واري مخزن

## امر جليل جا شايع ٿيل ڪتاب

۱- دل جي دنيا ۱۹۶۹
۲- جڏهن مان نه هوندس ۱۹۷۱
۳- رڃ (پاڪيٽ بڪ) ۱۹۷۲
۴- من جار ۾ (پاڪيٽ بڪ) ۱۹۷۲

## متفرق ڪهاڻيون

۱- جڏهن مان نه هوندس - ڪهاڻي مارچ ۱۹۷۱
(ساڳي عنوان واري سندس ڪتاب ۾)
۲- شڪست - ڪهاڻي مارچ ۱۹۷۱
(ڪتاب 'جڏهن مان نه هوندس' ۾ شامل ڪيل)

---

# امر جليل جي شاعري

تمام گهٽ پڙهندڙن کي خبر هوندي ته امر جليل ڪڏهن شاعري به ڪئي آهي. ٦٤—١٩٦٣ع وارو عرصو امر جليل جي زندگيءَ جو ذاتي پريشانين سان ڀرپور عرصو هو. ان عرصي دوران هن ڪوائين سان گڏ شاعري به ڪئي، جيڪا هن دور جي پڙهندڙن لاءِ پيش شايع ڪجي ٿي. —ط.ا.

## نظم

هيءَ زندگي پرائي
هي آسمان پرائو
اڄ بيوفا بهارون
هي باغبان پرائو.
ظلم و ستم سلوسين
چپ چاپ سڀ ڏٺوسين
آتش فشان آ ڌرتي
سارو جهان پرائو.
وحشت ڀريون نگاهون
بيچين ٿي آئن ٿيون
ڪنهن جي تلاش آهي؟
هي ڪاروان پرائو.
شعلا آئيا اندر مان
جلندو رهيس فقط مان
شبنم نگاهون ڦيريون
هي گلستان پرائو.
هن زندگيءَ جي سانجهي
ويجهي اچي چڪي آ
ڪهڙو فڪر ڪيان مان
ڪون و مڪان پرائو.

هفتيوار ’آزاد‘ ڪراچي.
٢٩ جولاءِ ١٩٦٢ع

# نظم

هي ظلم ۽ ستم جا انڌيرا هٽايو
منزل جي راهن مان نيزا هٽايو،
خيالن جي جهرمر تان ڪارا ڪڪر
هٽائي ڇڏيو اڄ، هٽائي ڇڏيو.

آهُن اندر کي جلائي ڇڏيو آ
ستم ساهه پنهنجو سُڪائي ڇڏيو آ،
آميدن جي ڏيئن تان آنڌي ڦهر جي
هٽائي ڇڏيو اڄ، هٽائي ڇڏيو.

بهارن ۾ موسم خزان جي ڏسون ٿا
سُڪون جي منهن تي اداسي ڏسون ٿا،
خزان جي خارن کي رستي مان يارو
هٽائي ڇڏيو اڄ، هٽائي ڇڏيو،

ستايو اسان کي، مٽايو اسان کي
اسان کي ڌتاريو، ڌڪاريو اسان کي،
حقارت ۽ نفرت جي دلسوز حرڪت
هٽائي ڇڏيو اڄ، هٽائي ڇڏيو.

سدا سنڌ رهندي، سدا شاهه رهندو
سامي سچل جو سدا نالو رهندو،
اسان کي مٽائڻ جي ڪوشش اجائي
هٽائي ڇڏيو اڄ، هٽائي ڇڏيو.

هفتيوار 'آزاد' ڪراچي
۲۲، آڪٽوبر ۱۹۶۲ع.

آزاد نظم

# اڄ پيار جون ڳالهيون ڪريون

منهنجي ڪلهي تي ڪنڌ رکي
هڪ دفعي
تو هو چيو،
پيار جون ڳالهيون ڪريون
اڄ، پيار جون ڳالهيون ڪريون.

اڄ
وقت جي ڌن وهڪري ۾
تون جدا ۽ مان جدا،
دل جدا جذبن کان آهي
مرڪ چپڙن کان جدا،
لڙڪ منهنجا
ٽهڪ تنهنجا
توکي مبارڪ بيوفا.

آڪاش جي دامن تان اڄ
چنڊ ۽ ستارا ويا هليا،
زندگيءَ جو ساز پڻ خاموش
راڳ ڪوڙو !
گيت گهٽجي ويا هليا.
پر، اشڪ ٿڃجي
دل چوي ٿي
تون ٻه چئه، مان پڻ چوان
پيار جون ڳالهيون ڪريون
اڄ، پيار جون ڳالهيون ڪريون.
ماضيءَ جي مٽيل تصوير کي
اڄ هڪ دفعو تازو ڪريون،
لڙڪ لاڙي
ٽهڪ هاري
رنگ ڀريون تصوير ۾.

اڄ ڀلايون بيوفايون
پيار کي پنهنجو ڪريون،
پيار جون ڳالهيون ڪريون
اڄ، پيار جون ڳالهيون ڪريون.

'ڪونج'، — بمبئي
جون، ١٩٦٣ع

آزاد نظم

# تون ۽ مان

هن زندگيءَ جي سامر ڪي
تو سليو، مون به سليو،
تو قدم سمجهي کنيو
مون درد کي پنهنجو ڪيو.
فطرت منهنجي آهي اِها
مشڪلن جي جار ۾ ڦاسي پوان،
ڪشمڪش جون ڪيتريون مجبوريون مونکي ڇڪن
ڀرزا ڀرزا جسم منهنجو
ساهه منهنجي کي ڇڪن،
دل ليجي
تن من ليجي
آتما جي آڳ ۾ هي جڳ اجي.
باهه لڳندي، لطف ايندو
دل جو چمن وبندو سڙي،
ڳاڙها گلاب
ديواني خوشبوءِ، شوخ رنگ
شعلن ۾ ويندا وبڙهجي.
رک بنا ڪجهه به نه رهندو
سارو جهان ويندو سڙي،
رک اڏي آڪاش ڏانهن
چنڊ کي ويندي ويڙهجي-
ويڙهجي وينديون بهارون!
سنسار رک
جنسار رک
وايو منڊل ويندو سڙي،
۽ ختم ٿيندو داستان
تنهنجي منهنجي پيار جو.

'روح رهاڻ'، حيدرآباد سنڌ
ڊسمبر، ١٩٦٣ع

آزاد نظم

# جيون هار

ميت بنا سنگيت اڻائو
ساجن ان سنسار
نگري نگري گهوليم توکي
تو بن آس نراس.

دک جي ساگر ۾ ٻڏي، سون
چنڊ چڙهي کي چاهيو،
لهرون لهرون
جهاڳ ۾ جنهنجي ٻاچولا ڀڙلاءِ.

بن بن ۾ بنواسي بڻجي
تو لئه خاڪ ڇڻيم،
تو لئه پنهنجي ڪايا پلٽي
پربت جي جوت جلايم.

هتانَ منهنجي هردي ۾ ڏاهي
مان جيت جو جيونَ هار،
مان ٿي آهيان، جنهنجي آڌو
هار ٻجي سنسار.

آس نراس جا بندڻ توڙي
تو لئه ايندس پار،
روڪي منهنجي راهه نه سگهندو
ڌرتي ۽ آڪاش.
مان آتش
مان ٻاهه برهه جي
مان ٿي آهيان لاٽون،
ٺهڻ ٺهڻ جي شڪتي مون ۾
مولسان لاٽندو ڪيرا

انشين دنيا، بمبئي
ڊسمبر، ١٩٦٣ع

آزاد نظم

# اکيون

ڏڪايل
آجايل
ستايل اکيون،
در در ۾ دربدر
هي ڏتاريل اکيون.

اکيون،
جن ۾ جهرڻا غمن جا سدائين رهن ٿا
تن لاءِ
خوشيون پرايون، ۽
مسرت سان نمتار لمحا پرايا.

جن اکين ۾ اداسيون ڪجل ٿي رهن ٿيون
پنبڙيون سدائين پسيل ٿي رهن ٿيون،
تن لاءِ،
ڌرتي پرائي، آسمان ئي پرايو.

سي چا جيئن!
جن لاءِ چنڊ به پرايو، ستارا پرايا
بهارن جا رنگين لمحا پرايا.
جنکي ڏسڻ جي به ناهي اجازت،
انهن جون
ڏڪايل
آجايل
ستايل اکيون.

'لئين زندگي' جبلپور
جنوري، ١٩٦٤ع

آزاد نظم

# انسان

تون بہ ہاگل
مان بہ ہاگل
ہاگل سڄو سنسار آ.
سنسار ۾ سهڻين سٽن
سهندا رهياسين سوز سان.
ماڻهو مستو
ماڻهو مستو
مستو سڄو سنسار آ.
پر،
هن پربل بازار ۾ اڄ ملهه گهٽو انسان جو!
ڏن خريديس
زن خريديس
دولت ڏنيو انسان کي.
ڪم عقل انسان جو
اندر خالي
خيال خالي
پيٽ خالي،
پر ٿو تڪي آڪاش کي.

’روح رهاڻ‘ — حيدرآباد سنڌ
مارچ، ١٩٦٤

آزاد نظم

# نہ منزل، نہ ماڳ

اسين اڪيلا اڪيلا
محبت جا ماريل
دل جا ستايل.
اسين نيڻ هاريون
اسين لوڪ لاڙيون،
هي بادل اسان جا
گهٽائون اسان جون.

وسي جي پئون ٿا، تہ ڪنوڻيون ڪنون
جي ترسي پئون ٿا، تہ دل آڌما ڪائي،
هوائن ۾ هردم رهون ٿا بيگانا
نہ منزل اسان جي، نہ ڪو ماڳ آهي.
اُپ تي ٿا پڙڪون
لهرن جا پياسي،
ڇولين جي ڇل ڇل اسان کي نہ پائي.

چنڊ کي لڪايون جي غم جي گهٽا ۾
تہ روئڻ چڪورن جو جيءَ کي جلائي،
سج کي لڪايون تہ ڇائي انڌيرو،
انڌيرو اسان کي نہ پائي تہ ڇا!
اونده ۾ آسون اسان ٿي وهايون
نہ منزل اسان جي، نہ ڪو ماڳ آهي.

’نئين زندگي‘ — جبلپور.
مارچ ١٩٦٦

آزاد نظم

# ڳولا

ڳوليم، ڦوليم، ڪين لڌم
مليو نہ منهنجو ميت،
ٻاڙا ٿي ويا ٻارا دل جا
رڪجي ويو سنگيت.

دل جون ڳالهيون، دل ۾ ڍڪن
دلبن جي ٿي جيت،
ڪنهن سان اوريان
ڪنهن سان ڪوريان
ٺهنجي من جي ٻريت.
راهہ اڏڪي، اوندهہ ڇانئيل
ڪنهن جي ٻريت ڪريت
چيربل ڇچربل ڏيل ڏاري ٻيو
ڪاڪ ڪڪوري ربت.

'نئين زندگي'- جبلپور
جولاء، ١٩٦٤

آزاد نظم

# مان زخمي

مان زخمي
منهنجو من زخمي —
زخمي ڏيو آڪاش،
بادل ڀڄي ڀير وهائن
اکڙيون ڏيون ملهار.
ڪاريون ڪڪريون
سارنگ سارين
برسي آ برسات،
آليون ڇنڊيون
اس ۾ ڪولي ويڙهيون آهن اکڙيون.
سمنڊ سپيون، موتين ماريون
جهاڳن جهاڳن لهرون،
منهنجي من ۾ اوندهه آهي
مان جهاڳيان ويراڳ،
ڪير نه آهي، ڪير نه آهي
ڪنهن سان اوريان آگ!

’نئين زندگي‘ — جبلپور
ڊسمبر ١٩٦٤

آزاد نظم

# ڌڪاريل، ڌتاريل

اسان کان پري ٿي بيهو ٿا!
دامن بچائي
نظرن کي ڦيري،
پري ٿي بيهو ٿا!
اسان کي چئو ٿا ته بدڪار آهيون،
غنڊا ۽ لوفر، بيڪار آهيون،
قاتل، ڪمينا، زماني جي ڌتڪار آهيون.
اوباش آهيون، آواره آهيون
توهان جي نگاهن ۾ ناڪاره آهيون.
اسان جي حياتي
بستي جو ڍڙ
ڪڏهن ٺوڪرن ۾
ڪڏهن گندگيءَ ۾.
ڪڏهن ڪن ڪچري جا گهارا سڏايون
ناسور، روڳي ۽ سوئر سڏايون.
اوندهه جا ساٿي
گناهن جا سنگتي
پاپن جا پاليل اسان ٿي ته آهيون.
قانون ڪهڙو اسان لاءِ آهي!
انصاف ڪهڙو اسان لاءِ آهي!
رهون ٿا اسان ٿي اجالن کان دور

ڌڪاريل، وساريل
۽ بدنام آهيون.

ڪجهه ۽ ڪٿي،
پل ته ڪهڙا ۽ آهيون،
پر توهين ڇو اسانکان ڀري ٿي ٻيهر ٿا؟
چوريون ۽ زوريون، توهان لئه ڪيون سي
ڦُرلت ۽ ڌاڙا، توهان لئه هنيا سين
بينڪن کي ٽوڙي،
تجوريون توهانجون ڀريون سي،
تڏهن به ڇنو ٿا ته بيڪار آهيون!
اليڪشن ۾ ورڪرتوهان جا
اسين ئي هئاسين،
ظلمن جا پيڪر
اسين ئي هئاسين،
توهان جا سپورٽر
اسين ئي هئاسين،
جڏهن وقت چونڊن ۾ ٽورو رهيو هو
توهان جا هئاسين
توهان جا رهياسين.

پر، اڄ ڇنو ٿا ته ناڪاره آهيون؟

پر اڄ ڪيئن ڇنو ٿا ته ناڪاره آهيون
اسان جي ڪري ئي ته ڪامياب آهيو،
ڪرسين جا مالڪ
غريبن، فقيرن، ڪبرن جا مالڪ

اسانجي ڪري ٿي تہ ناياب آهيو!
ووٽر اوهان لاءِ
ڪوڙا ۽ بوگس
اسان ٿي ٿا آڻيون،
تڏهن بہ چئو تہ بيڪار آهيون!

توهانکي ٿا ٺاهيون
توهانکي بڻايون،
توهان لاءِ قانون ٺاهڻ جون ڪرسيون
اسان ٿي ٿا آڻيون.
جڏهن اڄ اوهين
عملدار آهيو
آقا ۽ داتا،
غريبن جا غمخوار آهيو،
تڏهن اڄ توهين بہ اسان کان پري ٿي بيهو ٿا!
اسان کي چئو ٿا تہ دشمن سماجن جا آهيون،
ڌاڙيل، قاتل
رهزن، ڪمينا
۽ جڳ خوار آهيون!

ها اسين اصيبن جا ماريل،
۽ مجبور آهيون،
جيلن جي زينت
۽ ڦاسيءَ جي تختي جو سينگار آهيون.

لکيل، ڊسمبر ١٩٦٤
شايع ٿيل 'چوڏس'، حيدرآباد
آڪٽوبر، ١٩٧٠

آزاد نظم

# هوشوءَ جو آخري وچن

سنڌڙي منهنجي ماءُ
مٺڙي منهنجي ماءُ —
تون ئي ڪشي
تون ئي مڪو
منهنجو، تون ئي مدينو آهين.
تون ئي مندر
تون ئي مسجد
تون ئي گرجا آهين.
تون ئي خالق
تون ئي مالڪ
منهنجو دين ڌرم تون آهين.

جيجل منهنجي ماءُ
سنڌڙي منهنجي ماءُ —
تنهنجي سڏ تي سِرُ ڏيئي
مون جامِ شهادت پيتو.
اڄ آسهانءَ ٿو ديس پرائي
جڏهن وري مان ورندس —
صدين جا رخ موڙي
مان تنهنجي سڏ تي ايندس.
ڌرتي منهنجي ماءُ
سنڌڙي منهنجي ماءُ —
جڏهن ۾ توتي اولدم ايندي
ظلم جي نگري ٽهندي،
رات ڏينهن کي آگري ويندي
ڪيهه ڪروڙ جي ٽهندي،
مان اهڙي وقت ۾ ايندو رهندس
سر جو صدقو ڏيندس.
مان تنهنجي سڏ تي ايندو رهندس
تنهنجي خاطر مرندو رهندس،
پر، مري وري مان جيئندس —
اڄ آسهان ٿو ديس ارائي
جتان وري مان ايندس.

لکيل — ڊسمبر ١٩٦٤ع
شايع ٿيل، 'چوڏس'، حيدرآباد
آڪٽوبر ١٩٧٠ع.

# امر جليل کان انٽرويو

## انٽرويو وٺندڙ - طارق اشرف

طارق اشرف : سوچيان پيو، انٽرويو ڪٿان، ۽ ڪهڙي موضوع کان شروع ڪيان.

امر جليل : هيءُ انٽرويو جيئن نہ نوڪري ڏيارڻ جو انٽرويو نہ، بلڪ نوڪري وڃائڻ وارو انٽرويو آهي، تنهنڪري ڪٿان بہ شروع ڪري سگهجي ٿو.

طارق اشرف : سهڻي رسالي سان اوهانجو شروع کان ساٿ آهي. اڄ سهڻي رسالي طرفان اوهانجو نمبر لڳو ڪري رهيو آهي. ان باري ۾ اوهين ڪيئن پيا محسوس ڪيو؟

امر جليل : توهان نمبر ڪيڏ ۾ تڪڙ ڪئي آهي، ۽ مون مرڻ ۾ دير.

طارق اشرف : اوهان جيڪڏهن ڪهاڻيون نہ لکو ها تہ ڇا ڪريو ها؟

امر جليل : سڀ ڪجھ ڪريان ها— چوريون، ڌاڙا، خون، دلالي، غرض سڀ ڪجھ ڪريان ها، پر ڪنهن بہ صورت، ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ وقت جي حاڪمن جي ثناخواني، قصيده گوئي ۽ چمچاگيري نہ ڪريان ها.

طارق اشرف : اڄ ڪالھ چمچاگيريءَ سان ڪجھ ماڻهو وڏا وڏا فائدا حاصل ڪري رهيا آهن— موٽرون، بنگلا، پلاٽ، پيٽرول پمپ، پرمٽون وغيره حاصل ڪري رهيا آهن. پنهنجن ٻارن ۽ پنهنجي لاءِ وڏيون وڏيون نوڪريون هٿ ڪري رهيا آهن. انهن ماڻهن جي باري ۾ اوهانجو ڪهڙو رايو آهي؟

امر جليل : جواب ۾ مان بائيبل جو هڪ حوالو ڏيندس تہ، 'انهن حاصلات مان انسان کي ڪهڙو فائدو، جيڪي پنهنجو روح وڃائي حاصل ڪجن.' منهنجو يقين،

آهي، ته اُها ويشيا، جيڪا پيسي عيوض پنهنجو جسم وڪڻي ٿي، سا ان ليکڪ کان وڌيڪ مقدس آهي، جيڪو پنهنجو قلم پيسي لاءِ وڪڻي ڇڏي ٿو. جسم وڪڻڻ سان ذاتي نقصان آهي. پر ضمير وڪڻڻ سان سموري معاشري جو نقصان آهي. مون اهڙا ليکڪ به ڏٺا آهن، جيڪي ايوب خان جي ثنا خواني ڪندا هئا، پوءِ يحيٰ خان جي قصيده گوئي ڪندا هئا ۽ هينئر صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي خوشامد ۾ ڪاغذ ڪارا ڪري رهيا آهن.

طارق اشرف: ڪجهه ليکڪ نظرياتي طور ڪنهن پارٽيءَ سان وابسته هوندا آهن. اهي اُن پارٽيءَ جي فندن تي پلبا آهن. آهي ليکڪ پنهنجي پارٽيءَ جي منشور مطابق لکندا آهن. اهڙن ليکڪن کي به اوهين وڪائيل اديب سڏيندا؟

امر جليل: اديب جيڪڏهن ڪنهن پارٽيءَ جي منشور سان متفق آهي، پوءِ غلط يا صحيح، هو جيڪڏهن ان منشور مطابق پنهنجي پارٽيءَ جي پروپئگنڊا ڪري ٿو، ته پوءِ هو وڪاميل ناهي. مون اهڙا ليکڪ به ڏٺا آهن، جيڪي پارٽيءَ کان پيسو وٺي، پارٽيءَ جي حمد ۽ ثنا ۾ صفحن جا صفحا ڪارا ڪندا آهن، پر پرپٺ، پنهنجو منهن مٺي ڪرڻ لاءِ پارٽيءَ کي گاربون ڏيندا آهن. اهڙا ليکڪ وڏي غداري پاڻسان، ۽ پنهنجي ضمير سان ڪندا آهن.

طارق اشرف: اوهان ڪجهه عرصي تائين پيپلس پارٽيءَ جي اخبار هلال پاڪستان ۾ ڪالم لکندا رهيا. ان باري ۾ ڪجهه چوندا؟

امر جليل: هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ مان آزاد آهيان. اِها آزادي برقرار رکڻ لاءِ مون سڀ ڪجهه گهوري ڇڏيو آهي. مان پنهنجن نظرين مطابق بلڪل آزاديءَ سان لکندو آهيان، ۽ ڪنهن به قسم جي پابندي قبول نه ڪندو آهيان. سونکي جڏهن به، ۽ جتي به آزاديءَ سان پنهنجن نظرين مطابق لکڻ جو موقعو مليو آهي، اتي مون لکيو آهي. مون اصولن تي ڪڏهن به سودي بازي نه ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي جو

مون ملن جي رسالي رهبر ڊائجسٽ ۾ پڻ ڪجهه ڪهاڻيون ڇپرايون، اها ٻي ڳالهه آهي ته منهنجي ڪري رسالي جو ايڊيٽر جماعت اسلاميءَ جي هاءِ ڪمانڊ آڏو ڏنو ٿيو. مونکي رهبر ڊائجسٽ جي ايڊيٽر لاءِ نظرياتي اختلاف جي باوجود عزت آهي. هن ڪڏهن به منهنجين ڪهاڻين سان هٿ چراند ڪرڻ جي همت نه ڪئي. مون سنڌس رسالي ۾ آزاديءَ سان لکيو. ساڳي طرح، مون پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي اخبار هلال پاڪستان ۾ ڪالم لکڻ شروع ڪيو، ته سو به سراج جي چوڻ تي، نه ڪي پارٽيءَ جي منشور کان متاثر ٿي. سراج مونکي مڪمل آزاديءَ سان لکڻ جي پڪ ڏني هئي، ۽ هو ڀار آخر تائين پنهنجي واعدي تي قائم رهيو. مونکي خبر آهي، ته منهنجن ڪالمن جي بچاءَ ۾ سراج ڪڏهن ڪڏهن وڏي اثر رسوخ وارن ميمبرن سان ٽڪر پئجي ويندو هو. مونکي ذاتي طرح خبر آهي ته منهنجا ڪالم ڪن، جن ۾ ملن وٽان اردوءَ ۾ ترجمو ٿي جڏهن اختياريءَ وارن آڏو پهچندا هئا، تڏهن سراج کي پارٽيءَ وٽان تنبيهه ڪئي ويندي هئي. پر سراج هر طرح پنهنجي واعدي تي اٽل رهيو. مون هلال پاڪستان لاءِ ذري گهٽ اڍائي - ٽي سو ڪالم لکيا. پر سراج ڪڏهن به منهنجي آزاديءَ ۾ رخنو نه وڌو. مون سراج کي شروعات ۾ ئي چٽي ڇڏيو هو ته مان ڪالم پنهنجي مرضيءَ مطابق، هر هڪ روايت جي خلاف، جيئن وڻندم، تيئن لکندس. هن منهنجو اهو انگل به قبول ڪيو. جس هجي سراج کي، جنهن منهنجا اهڙا اهڙا ڪالم به شايع ڪيا، جيڪي ٻيو ڪو ايڊيٽر اڻ ڇمارن ۾ هڪ دفعو به شايع ڪري نه سگهي ها. مون هلال پاڪستان لاءِ جيڪي اڍائي - ٽي سو ڪالم ”ننهنجيون منهنجيون ڳالهيون“ - لکيا، انهن مان ڪنهن به هڪ ڪالم جي هڪ سٽ به مون پاڪستان پيپلز پارٽيءَ لاءِ نه لکي.

طارق اشرف: انجو مطلب آهي ته ليکڪ کي ڪنهن به رسالي يا اخبار ۾ لکڻ گهرجي؟

امر جليل: ليکڪ کي پنهنجو نظرياتي رسالو يا اخبار نه هوندي، ته مجبور ٿي کيس ٻين جي رسالن ۽ اخبارن ۾ لکڻو ئي پوندو. پر انجو اهو مطلب ناهي ته هو اصولن تي به ٺاهه ڪندو. ملڪ جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن متعلق منهنجا ڪي پنهنجا رايا آهن. زندگيءَ جي قدرن متعلق به منهنجا ڪي پنهنجا نظريا آهن. انهن راين ۽ نظرين جي اظهار جي جيڪڏهن مڪمل آزادي ڏني وڃي، ته پوءِ مان پاڪستان پيپلس پارٽي ته ڇا، جماعت اسلامي، مسلم ليگي، ڪانگريسي، ديني ۽ بي ديني اخبارن ۽ رسالن ۾ به لکڻ لاءِ تيار آهيان. مونکي پڙهندڙن تائين پهچڻو آهي، ۽ پڙهندڙن تائين پهچڻ لاءِ مان ڪوبه وسيلو استعمال ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. لکڻ کي مون هميشه جنگ سمجهيو آهي، ۽ جنگ ڪنهن به ميدان تي لڙي سگهجي ٿي.

طارق اشرف: مذهب جي باري ۾ اوهانجو ڪهڙو رايو آهي؟

امر جليل: ان سوال جو جواب مان سچل سرمست جي هڪ بيت سان ڏيندس –

مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا
پيرن، شيخن، پنڊتن، بيحد ڀُلايا
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا
اوڏو ڪن آيا، عقل وارا عشق کي.

طارق اشرف: اهو جواب ته نظم ۾ ٿيو. نثر ۾ ڪجهه چئو.

امر جليل: مذهب انسان جو بالڪل ذاتي معاملو آهي. ايتريقدر ذاتي، جيتريقدر منهنجو جوراب منهنجي لاءِ ذاتي آهي. ڪنهنکي ڪابه خبر ناهي ته منهنجو جوراب ڪٿان ڦاٽل، ۽ ڪهڙي هنڌان اڌڙيل آهي. هرڪو مذهبي عقيدو انساني ذهن جي ارتقا سان گڏ ڦانوان ڦول ٿيندو رهندو آهي. مذهب کي انسان جي زندگيءَ تي قانون ٺاهي ته مڙهي سگهجي ٿو، جيئن اسرائيل ۽ هڪ ٻئي ملڪ ۾ ٿي رهيو آهي،، پر مذهب

کي انسان جي ذهن تي ٺوڪي ٺڪو سگهجي. مذهب انسان پنهنجي مرضيءَ، ۽ خوشيءَ سان قبول ڪندو آهي. جڏهن ته مذهب ۾ زور زبردستي ناهي، پر تاريخ جي هر دور ۾ ظالمن ۽ جابرن مذهب کي زور ۽ زبردستيءَ لاءِ استعمال ڪيو آهي. مان تاريخ جو شاگرد آهيان. دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ خونريزي مذهب جي نالي ۾ ٿي آهي.

طارق اشرف: ۽ سياست؟

امر جليل: جمهوريت ۾ منهنجو اعتقاد آهي. پر پاڪستان ۾، خاص طرح سنڌ ۾ جڏهن جمهوريت جي مٽي پليد ٿيندي ڏسندو آهيان، تڏهن منهنجو اعتقاد ڏڪي ويندو آهي.

طارق اشرف: ڪيئن؟ جواب جي وضاحت ڪندا.

امر جليل: جمهوريت کي ناجائز طور استعمال ڪندي، سنڌ مان اهڙا نمائندا به چونڊجي وڃن ٿا، جنجي سياسي سمجهه ٻڙي، تعليم ٻڙي، عقل ٻڙي، ۽ اخلاق ٻڙي هوندو آهي. جمهوريت وسيلي ئي اهڙا پير، مير، رئيس ۽ وڏيرا، ڪالڪو ۽ ڀاڙيدار اسيمبلين تائين پهچي وڃن ٿا، جيڪي اسيمبليءَ جي اجلاس هلندي اوٻاسيون ڏيندا آهن، جهوٽا کائيندا آهن، ۽ ڪڏهن ڪڏهن اعوان ۾ ننڊون به ڪندا آهن. مان سمجهان ٿو، افلاطون جي ذهن ۾ سنڌ جي سياست جو نقشو موجود هو، تنهنڪري ئي شايد هن جمهوريت جي مخالفت ڪئي هئي. بهرحال، مان جمهوريت جو سختيءَ سان قائل آهيان، پر هاڻ، جمهوريت سنڌ کي وڏا عذاب ڏنا آهن. اسيدن تي دم گذر آهي. نيٺ نه سنڌ جو عوام سجاڳ ٿيندو، ۽ ميرن، پيرن، وڏيرن جي نمائيندگيءَ کان سنڌ کي نجات ملندي.

طارق اشرف: اسين ڳالهائيندي ڳالهائيندي، ادب بدران سڌو سنئون

سياست ۽ مذهب جي فلسفي ۾ پڇجي ويا آهيون.
اوهانجي ادبي زندگيءَ متعلق سوال پڇان ٿو. اوهانجي
پهرين ڪهاڻي 'اندرا' نوابشاهه مان شايع ٿيندڙ رسالي
'ادا' ۾ ١٩٥٥ ۾ شايع ٿي هئي. ان کانپوءِ ١٩٦١
تائين اوهانجي ڪا به ڪهاڻي شايع ٿي نه سگهي.
ان لاءِ ڪهڙو ڪارڻ آهي؟

امر جليل : ان دور ۾ مان ڪرڪيٽ جو راندبگر هوس، ۽
مونکي ٽيسٽ ڪرڪيٽ کيڏڻ جو جنون هوندو
هو. ١٩٥٥ ۾ منهنجو ڪراچيءَ مان بدلي نوابشاهه
وٽ هڪ حادثو هو. نوابشاهه ۾ قمر شهباز سان
دوستي، ۽ ساڻس گڏجي سنڌي ادبي سنگت جي
ڪچهرين ۾ وڃڻ، راتين جو لڪي لڪي سياسي
تنظيمن جي ميٽنگن ۾ شامل ٿيڻ منهنجي وجود کي
ڏونڌاڙي ڇڏيو. مون ننڍي هوندي کان پاڻکي اڪثانيڪو
محسوس ڪيو آهي. بيچيني روح ۾ شامل ٿي وئي
آهي. ادبي گڏجاڻين ۽ سياسي تنظيمن جي مخفي
ميٽنگن ۾ وڃڻ کانپوءِ مون ائين محسوس ڪيو، ڄڻ
مان جتان جو هوس اتي پهچي ويو هوس. مون پنهنجو
اڪثانيڪو ذهن ۽ بيچين روح مقدس مقصد جي حوالي
ڪري ڇڏيا. پر مونکي ڪرڪيٽ لاءِ عشق هو.
اڳتي هلي مون محسوس ڪيو ته منهنجو ڪرڪيٽ
لاءِ عشق منهنجي مقصد جي راهه ۾ رڪاوٽ ثابت
ٿي رهيو هو. ١٩٦١ کانپوءِ مون پنهنجي مقصد
تان پنهنجو عشق قربان ڪري ڇڏيو. ١٩٦١ کانپوءِ
مون سنجيدگيءَ سان لکڻ ۽ پڙهڻ شروع ڪيو.

طارق اشرف: پر ١٩٥٥ کان ١٩٦١ تائين ڪجهه لکيو نه هوندو.
انهن جو ڇا ٿيو؟

امر جليل : ١٩٥٥ کان ١٩٦١ تائين خوب پابنديءَ سان
ڪهاڻيون لکيم. انهن ڪهاڻين کي پابنديءَ سان

رسالن ڏانهن موڪليم. ۽ آهي ڪهاڻيون پابنديءَ سان
مونکي موٽي ملنديون رهيون. ڪجهه مواد هفتيوار
'آزاد' ۾ ١٩٥٩ کان شايع ٿيڻ شروع ٿيو هو. انکان
اڳ ١٩٥٨ ۾ ايس - ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ جي
ساليانې مخزن ۾ ايڊٽ ڪئي هيم.

طارق اشرف: جنهن وقت اوهانکي ڪهاڻيون موٽي ملنديون هيون،
يا اوهانجون ڪهاڻيون جڏهن شايع نه ٿينديون هيون،
تڏهن اوهين ڇا محسوس ڪندا هئا؟

امر جليل : مونکي ڏک ٿيندو هو. ايڊيٽرن تي ڪاوڙ ايندي هئي.
جن ليڪڪن جون ڪهاڻيون شايع ٿينديون هيون انهن
تي ساڙ ڪائيندو هوس.

طارق اشرف: هينئر ان شروعاتي دور جي باري ۾ توهانجو ڪهڙو
رايو آهي؟

امر جليل : شروعاتي دور واريون منهنجيون ڪهاڻيون فني طرح
۽ ادبي لحاظ کان بيڪار ۽ ڪمزور هيون، ۽ شايع
ٿيڻ جي لائق نه هيون. باقي رهي ڏک جي ڳالهه!
اڪثر هلي مون جڏهن ليکڪن جي اوائلي ادبي زندگيءَ
جي باري ۾ پڙهڻ شروع ڪيو، تڏهن مون محسوس
ڪيو ته ذري گهٽ سمورن اديبن کي شروعات ۾
جدوجهد ڪرڻي پئي آهي. هيمنگوي جون ڪيترن
سالن تائين ڪهاڻيون شايع ٿي نه سگهيون، ۽ موٽي
کيس ملنديون هيون. دوستو وسڪي ناول ۽ ڪهاڻين
جا مسودا کڻي پبلشرن وٽ ڪڙيون ڳسائيندو هو،
پر ڪجهه به شايع ڪرائي نه سگهندو هو. سالن جي
ڪشمڪش کانپوءِ سندس ڪتاب پوئر فوڪ شايع
ٿي سگهيو. اسٽائين بيڪ، وليم سيرويان، ارون شا،
ارسڪائن ڪالڊويل، سڀني شروعات ۾ پورهيو آهي.
اهي ته ٿيا ادب جا راڪاس — هماليه جبل. مان آهيان
رستي جو پٿر. شروعاتي دور ۾ پنجن سالن جي

لاڳيتي جدوجهد، ڪشمڪش ۽ ناڪاميءَ مان مون گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو آهي، ۽ وڃايو ڪجهه به ناهي. ان عرصي ۾ منهنجي تربيت ٿي آهي.

طارق اشرف: اوهان ڪهاڻيون ڇو ٿا لکو؟ ڪنهن خاص مقصد جي ڪري يا فقط پنهنجي خواهش ڪاڻ؟

امر جليل : مون کي فقط ايتري خبر آهي ته مون لکڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هئي. ذهن ڪي ولوڙيندڙ متضاد خيالن جي اظهار لاءِ مونکي لکڻ جي ضرورت محسوس ٿي هئي ۽ ٿي آهي. سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن متعلق منهنجي بي اطميناني، ۽ بغاوت منهنجي لاءِ لازمي ڪري ڇڏيو آهي ته مان لکان. منهنجو ادب درد ۽ تڪليف مان جنم وٺندو آهي. مان جيستائين ڪنهن نظام لاءِ بي انتها نفرت ۽ روح ۾ بيچيني محسوس نه ڪندو آهيان، تيستائين لکي نه سگهندو آهيان.

طارق اشرف: اوهان ڪهاڻيءَ جي پلاٽ لاءِ اڳواٽ سوچيندا آهيو يا پلاٽ اوچتو اوهانجي ذهن ۾ ايندو آهي؟

امر جليل : ان باري ۾ مون ڪڏهن نه سوچيو آهي. مان عرض ڪري چڪو آهيان ته مان بي انتها نفرت ۽ بغاوت جي جذبن ۾ ولوڙجي ڪهاڻي لکندو آهيان. ها، ڪهاڻي لکڻ لاءِ ڪهاڻي جو مواد گڏ ڪندو آهيان، ۽ اهو مواد ڪهاڻي جي سٽاءُ ۾ استعمال ڪندو آهيان.

طارق اشرف: اوهان ڪهاڻي هڪ ئي ستنگ ۾ لکندا آهيو، يا هڪ ئي ڪهاڻين مختلف وقتن ۾؟

امر جليل : مونکي ياد ناهي، ته مون ڪڏهن ڪا ڪهاڻي هڪ ئي ستنگ ۾ لکي هجي. Raw Matterial يعني مواد هٿ ڪري ڪانپوءِ مان ڪهاڻيءَ ئي ڪم ڪندو آهيان. هڪ ڪهاڻي ٻن ٽن دفعن ڪان وٺي ڏهن - ٻارهن دفعن تائين ورائي ورائي لکندو آهيان. تنهن هوندي به جڏهن ڪهاڻي ڇپجي ويندي آهي، تڏهن ڪهاڻيءَ ۾ گهڻو

ڪجهه رهجي ويل محسوس ڪندو آهيان.

طارق اشرف: اوهان ڪڏهن هڪ پلاٽ تي ٻه ڪهاڻي لکي آهي، يعني ڪنهن جي ڪهاڻيءَ کان متاثر ٿي؟

امر جليل: مان پلاٽ کان متاثر نه ٿيندو آهيان. سونکي ٿيم يعني موضوع متاثر ڪندو آهي.

طارق اشرف: فن ۽ ذات ۾ ڪو فرق آهي؟ جيڪڏهن آهي، ته ڪهڙو؟

امر جليل: اڄ ڪلهه جي دور ۾ فن جي خوب مٽي پليد ٿي آهي. پينٽنگ کان وٺي ايڪٽنگ، ۽ ٽائيپنگ کان وٺي رائيٽنگ جي فن سيکارڻ لاءِ اسڪول ۽ ڪاليج کلي ويا آهن. پر منهنجو يقين آهي، ته ڪو به شخص ڪنهن فن جا اصول ته ياد ڪري سگهي ٿو، پر ذات کان سواءِ ان فن ۾ مهارت هرگز حاصل ڪري نه ٿو سگهي. ذات انسان جي ذاتي، بلڪل شخصي وصف آهي، جيڪا پيدائش کان وٺي مرڻ تائين سندس وجود سان شامل رهي ٿي.

طارق اشرف: ليڪنڪ ۽ فن ۾ ڪهڙو فرق آهي. ڪهاڻيءَ لاءِ ٽيڪنڪ سان ڪنهن جو هئڻ ضروري آهي؟

امر جليل: ڪهاڻي لکڻ فن آهي. ۽ هر ڪا ڪهاڻي، ڪنهن نه ڪنهن ٽيڪنڪ سان لکي ويندي آهي. ٻئي ڪهاڻي لاءِ لازمي آهن.

طارق اشرف: مختصر ڪهاڻي ڇا آهي؟ ان لاءِ ڪي حدون مقرر آهن ڇا؟

امر جليل: ڪهاڻي اظهار آهي زندگيءَ جي غم، خوشيءَ، ڏک، سک، ڪاوڙ، رحم، انتقام، نفرت ۽ محبت جي ڪروڙين گهڙين مان هڪ گهڙيءَ جو. جيڪا ڪهاڻي زندگيءَ جي انيڪ گهڙين مان فقط هڪ گهڙي، انيڪ آزمائش مان فقط هڪ آزمائش، ۽ انيڪ حادثن مان فقط هڪ حادثي جي عڪاسي ڪري ٿي، سا فني طرح Short Story يعني ڪهاڻي سڏي سگهجي ٿي. اها پابندي

آهي. باقي ڪردارن يا ڪردار جي جهڙن ڪان سرڻ تائين جي سلسليوار احوال کي ڪنهن به صورت ۾ ڪهاڻي سڏي نه ٿو سگهجي.

طارق اشرف: ڇا اوهان ڪا اهڙي ڪهاڻي لکي آهي، جنهن کان مطمئن هجو، ته اهانجي بهترين ڪهاڻي آهي؟

امر جليل: مان سياسي، سماجي، ۽ اقتصادي حالتن جي پس منظر سان ڪهاڻيون لکندو آهيان. مان حالتن کان مطمئن ناهيان، تنهنڪري پنهنجي ڪنهن به ڪهاڻيءَ کان مطمئن ناهيان.

طارق اشرف: اوهانجي ڪا ڪهاڻي اهڙي به آهي، جنهن جي ڇپجڻ کانپوءِ اوهان کي افسوس ٿيو هجي، ته اُها ڪهاڻي اوهانکي نه لکڻ گهرجي ها؟

امر جليل: ها. ٻه ڪهاڻيون اهڙيون ڇپجي ويون آهن جن جو اڄ تائين مونکي افسوس آهي. اهي ٻئي ڪهاڻيون ڪهڙو اڳ شايع ٿيون هيون، ندمن سون اڃا What not to write جي اصول جي باري ۾ ڪجهه نه پڙهو هو. اهي ڪهاڻيون مون پنهنجن پيارن دوستن جي گهرو زندگي جي باري ۾ سندن اصلوڪن نالن سان لکيون هيون. هنن مونکي معاف ڪري ڇڏيو، پر مان پاڻ کي اڄ تائين معاف ڪري نه سگهيو آهيان.

طارق اشرف: اوهانجي خيال ۾ صحيح ترقي پسند ادب ڇا آهي؟

امر جليل: ترقي پسند ادب رنگ، نسل، ۽ مذهب کان مٿيرو ٿي اعليٰ انساني قدرن جي نمائيندگي ڪندو آهي.

طارق اشرف: ان سلسلي ۾ ترقي پسند اديب تي ڪهڙيون پابنديون عائد ٿين ٿيون؟ انهن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

امر جليل: ترقي پسند اديب جو فقط هڪ فرض آهي، ته هو هر حال ۾ اعليٰ انساني قدرن جي نمائيندگي ڪندي سچ لکندو رهي.

طارق اشرف: موجوده وقت ۾ سنڌيءَ ۾ جيڪو ادب پيدا ٿئي پيو،

اوهان انهيءَ سان مطمعن آهيو؟

امر جليل : اديب پنهنجي معاشري ڏانهن زميوار هوندو آهي. موجوده سنڌي ادب سان مطمعن معاشري کي ٿيڻو آهي، جنهن ۾ منهنجي حيثيت فقط هڪ فرد جي آهي.

طارق اشرف: اڄڪلهه، بلڪ ڪافي عرصي کان سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نعري بازي اچي وئي آهي. ڇا سنڌي ڪهاڻيءَ کي انهيءَ نعري بازيءَ جي ڪري نقصان رسيو آهي؟

امر جليل : وطن ۽ قوم جي باري ۾ لکيل ڪهاڻين کي جيڪڏهن اوهين نعري بازي سڏيو ٿا، ته پوءِ، شاه لطيف ۽ سچل کان وٺي اياز ۽ انور تائين سنڌي شاعريءَ جو تمام وڏو حصو نعري بازيءَ جي الزام هيٺ قاڙي ڦٽي ڪرڻو پوندو – روسي ادب جو سڀ کان سٺو، ۽ سڀ کان اهم حصو به نعري بازيءَ جي الزام هيٺ رد ڪرڻو پوندو. ڪهاڻيون قومن جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي پس منظر سان لکيون وينديون آهن. اڄ ڪلهه سنڌ ۾ سياسي افراتفري، ۽ سماجي ڇڪتاڻ هلي رهي آهي. اسان جو ادب سنڌ جي موجود حالتن کان اکيون بند ڪري نه ٿو سگهي. نعري بازيءَ جو لفظ، منهنجي خيال ۾، رجعت پرست ادب جي ايجنٽن جو ايجاد ڪيل آهي، ته جيئن سڄاڳ ليکڪ ماحول کان منهن موڙي ڏند ڪٿائن، بلبلن، ساقي ۽ جام جي باري ۾ لکندا رهن.

طارق اشرف: ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته اوهانجي ڪهاڻين ۾ نعري بازي هوندي آهي.

امر جليل : مونکي اعتراف آهي ته منهنجو دين ڌرم سنڌ آهي. سنڌ مون لاءِ عبادتگاه آهي. سنڌ جي مٽي مون لاءِ طورسينا جي سرمي کان وڌيڪ مقدس آهي. اهو ئي منهنجين ڪهاڻين جو موضوع آهي. اهو ئي موضوع اڄ جي هر هڪ سڄاڳ سنڌي ليکڪ جو موضوع آهي.

جيڪڏهن ڪو توانائي ۽ هٺ ٺوڪيو دانشور موجوده ادب ڪي نعري بازي سڏي ٿو، ته ڀل سڏي، سندس راءِ جو موجوده سنڌي ادب جي صحت تي ڪو اثر نه پوندو. اهڙو ادب روس ۾ لکجي پيو، فرانس ۾ لکجي پيو، ۽ ويٽنام ۾ لکجي پيو، آفريڪا ۾ لکجي پيو. ادب جا ڪي اصول آهن، حدون مقرر آهن. انهن حدن اندر رهي، ادبي اصولن پٽاندڙ سياسي ڪهاڻيون لکي سگهجن ٿيون، باقي اصولن کي اورانگي جيڪڏهن عشق محبت جي ڪهاڻي لکبي، ته سا به چسي لڳندي.

طارق اشرف: اوهانجي همعصر ڪهاڻيڪارن ۾ آغا سليم ۽ نسيم احمد کرل جو موجوده وقت ۾ وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ شمار ٿئي ٿو، پر انهن ڪنهن به اهڙي موضوع تي نه لکيو آهي، جنهن ۾ نعري بازي هجي. خاص ڪري آغا سليم جي ناول ’اونداهي ڌرتي روشن هٿ‘ ۾ نعري بازي جي ڪافي گنجائش آهي، پر هو بلڪل پاسو ڪري ويو آهي. اوهانجي خيال ۾ ڇا اهو هن چڱو ڪيو؟

امر جليل: ڪنهن به ليکڪ کي ڪجهه لکڻ، يا نه لکڻ لاءِ مجبور ڪري نٿو سگهجي. منهنجي مٿي تي جڏهن سڱ نڪري ايندو، تڏهن همعصرن جي ڪهاڻين تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندس.

طارق اشرف: هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ اوهانکي ڪهڙي قسم جا مسئلا سامهون ايندا رهيا آهن؟

امر جليل: رجعت پرست ۽ تنگ نظر معاشري ۾ تحرير جي آزادي ليکڪ جو سڀ کان وڏو مسئلو آهي. ليکڪ جيڪي ڪجهه معاشري ۾ ڏسي ٿو، سوئي لکي ٿو. هو پنهنجي ماحول کان ڪٽيل ناهي. مون سنڌ جي اڪثر اڙدو اديبن جون تحريرون پڙهيون آهن، جيڪي آفريڪا جي مظلوم قومن، ويٽنام، فلسطين، ڪمبوڊيا ۽ ذڪر

آمريڪا جي باشندن لاءِ گيت، غزل ۽ ڪهاڻيون لکندا آهن، پر جتي، جنهن ڌرتيءَ تي رهن ٿا، تنهن جي مسئلن کان اکيون پوري ڇڏيندا آهن. مون ڪنهن به اڙدو اديب کي سنڌ جي ڏکن ۽ سورن، غم ۽ الم، ۽ سياسي ۽ سماجي مسئلن تي لکندي نه ڏٺو آهي. اهڙن ليکڪن لاءِ نه ڪوبه مسئلو نه آهي. مسئلو انهن لاءِ آهي جيڪي پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ لکن ٿا، ۽ ڌرتيءَ لاءِ مرن ٿا. هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ مون محسوس ڪيو آهي ته مان نه فقط هڪ ليکڪ آهيان، پر پنهنجي ڪٽنب لاءِ دال ماني به ڪمائيندو آهيان. علم ادب کان وانجهيل ملڪن ۾ ليکڪ پنهنجي قلم جي روزي ڪمائي نه سگهندو آهي. هو گذر بسر ڪرڻ لاءِ ڪٿي ڪانوڪري به ڪندو آهي. اسانجي ملڪ ۾ ڪنهن به ليکڪ کي هيسائڻ لاءِ سڀ کان اڳ سندس روزگار ۾ هٿ وجهي ڪيس ۾ سندس ڪٽنب کي بک ۽ افلاس جي راڪاس آڏو اڇلايو ويندو آهي. اسانجون تحريرون جن به سي آءِ ڊي ۽ انٽيليجنس جي ڪامورن تائين پهچن ٿيون، سي علم ادب جا ازلي دشمن آهن. هو ليکڪ، معاشري ۽ تخليقي ادب جي ارتقا کي سمجهي نه سگهندا آهن. نتيجو اهو نڪرندو آهي، جو ليکڪ کان روزگار کسي ڪيس جيل اماڻيو ويندو آهي، ۽ سندس هار ڪشتو ڪٽنب رستي تي خيرات پنندا آهن. اسان وٽ ليکڪ لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو اهوئي آهي، ته هو ادب جي اعليٰ تقاضائن ۽ ضميرجي آواز مطابق لکندو رهي، ۽ عذاب سهندو رهي يا قلم جي بڙڇي هيانءَ ۾ هڻي خودڪشي ڪري ڇڏي، ۽ هميشه لاءِ خاموش ٿي وڃي.

طارق اشرف: اوهانجي خيال ۾ سنڌي ڪهاڻي دنيا جي ٻين ملڪن جي ڪهاڻين جي مقابلي ۾ اجا شروعاتي دور ۾ آهي،

يا انهن جي پيٽ ۾ سنڌي ڪهاڻي کي پيش ڪري سگهجي ٿو؟

امر جليل: جنهن ڏينهن منهنجي زال ٻچل ٻالم ڄاتو هو، تنهن ڏينهن مونکي يقين ٿي ويو هو، ته سنڌي ڪهاڻي ٻين ملڪن جي ڪهاڻين جي پيٽ ۾ ٻچي ڄڻيل ناهي.

طارق اشرف: جڏهن ٻاٻيءَ جو ذڪر ڪيو اٿوَ، ته ڪجهه ذاتي قسم جا سوال پڇان؟

امر جليل: مونکي خبر آهي ته اکريءَ ۾ مٿو ڏيڻ ڪانپوءِ ڇا ٿيندو آهي.

طارق اشرف: شاديءَ کان اڳ، اوهان جو ۽ ٻاٻيءَ جو پاڻ ۾ ڏاڍو پيار هوندو هو، هينئر ڪهڙو حال آهي؟

امر جليل: حال رحم جوڳو آهي. آئينده جي خبر ناهي. اڳ چنڊ تارن، گلن ٻلبلن، ۽ موسمن جون ڳالهيون ڪندا هئاسين، ۽ اڄڪلهه پٽاٽن، واڳڻن، ڪريلن ۽ خاص طرح بصرن جون ڳالهيون ڪندا آهيون، جيڪي ڏيڍ رپيو سير ٿي ويا آهن.

طارق اشرف: توهانجي شهرت، توهانجي ۽ ٻاٻيءَ جيءَ وچ ۾ ڪڏهن جهڳڙي جو باعث ٿي آهي؟

امر جليل: سون وانگر تسنيم کي به منهنجي شهرت ۾ شڪ آهي. تنهنڪري ان سلسلي ۾ ڪڏهن به جهيڙو نه ٿيو آهي.

طارق اشرف: ڪڏهن ٻاٻيءَ کي به اها سڌ ٿي آهي، ته هوءَ به توهان وانگر ڪهاڻيڪار ٿئي ها؟

امر جليل: منهنجي رحم جوڳي حالت ڏسڻ کان پوءِ هوءَ خواب ۾ به ڪهاڻيڪار ٿيڻ جي سڌ نه ڪندي.

طارق اشرف: جڏهن ٻاٻي سڌو نه رڌيندي هوندي، ۽ توهين انهيءَ جو ڪيس طعنو ڏيندا هوندا، تڏهن ٻاٻي جواب ۾ ڇا چوندي آهي؟

امر جليل: اڄ تائين مان ان انتظار ۾ آهيان. ته هوءَ سڌو نه رڌي، ۽ مان ڪيس ان لاءِ طعنو ڏيان، ۽ هوءَ جواب ۾

کجھ چوي.

طارق اشرف: اوهان پاڻيءَ کي وومن Woman چئو سڏيندا آهيو؟

امر جليل : هوءَ وومن ناهي ڇا؟

طارق اشرف: پلا، پنهنجي وومن يعني پاڻيءَ ۽ پنهنجين ڪهاڻين سان توهان کي وڌيڪ ڪير پيارو آهي؟

امر جليل : تسنيم جيتري جاڳندي ڪهاڻي آهي. هن ۾ ۽ منهنجين ڪهاڻين ۾ ڪو فرق ڪونهي. هوءَ منهنجي Inspiration آهي.

طارق اشرف: اوهان پنهي ۾ هيتري ۾ هڪٻئي لاءِ اڳ وارو پيار آهي؟

امر جليل : ها. ان جو سڀ کان وڏو ڪارڻ اهو آهي جو اسين ٻئي ڪنهن اڻڄاڻ خوف جي ڇانوَ ۾ زندگي گذاري رهيا آهيون، ته ڪٿي نه ڪٿي، اسان کي هڪٻئي کان ڌار ڪرڻ جي سازش ٿي رهي آهي.

طارق اشرف: اوهان پاڻ سان ڪڏهن بيوفائي ڪئي آهي؟

امر جليل : مون اڪثر تسنيم سان ننڍڙيون ننڍڙيون بيوفائيون ڪيون آهن. ڪيس منهنجين بيوفائين جي خبر به پئجي ويندي آهي، پر هوءَ مونکان ڪڏهن به خفي نه ٿيندي آهي. هوءَ منهنجي هرڪا خطا بخشي ڇڏيندي آهي. سائنس ننڍڙيون ننڍڙيون بيوفائيون ڪرڻ کان پوءِ هوءَ مونکي وڌيڪ پنهنجي لڳندي آهي.

طارق اشرف: جيڪڏهن اوهان پاڻي تسنيم سان شادي نه ڪريو ها، ته پوءِ ڪنهن سان ڪريو ها؟

امر جليل : شايد ڪنهن سان به نه.

طارق اشرف: شادي ڪري توهانکي پنهنجي حماقت جو احساس ٿيو آهي، يا دانشمنديءَ جو؟

امر جليل : دانشمند شادي نه ڪندا آهن، ۽ احمق پراين دهلن تي نچندا آهن. تسنيم منهنجي لاءِ پناهگاهه آهي. سان جڏهن وڙهندي وڙهندي ٿڪجي پوندو آهيان، تڏهن وٽس اچي پناهه وٺندو آهيان. هن منهنجي ايڏي خدمت

ڪئي آهي جو مان ست ڇمارون وٺي به سنڌس احسان لاهي نٿو سگهان.

طارق اشرف: جڏهن اوهانجي ڪهاڻين تي گوڙ ٿيندو آهي، تڏهن ڀاڀي ڇا ڪندي آهي؟

امر جليل : منهنجي حق ۾ دعا گهرندي آهي، ۽ ماني ڪائي ڇڏي ڏيندي آهي.

طارق اشرف: گذريل سهڻي توهان تي 'سهڻيءَ' ۾ ڇپيل توهانجي ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' سبب DPR جا وارنٽ نڪتا هئا. ان وقت اوهان ڇا محسوس ڪيو هو؟

امر جليل : ان وقت مون هٿ ٺوڪي جمهوريت تي فاتح پڙهي هئي. مان اوهانکي انکان اڳ وارا ٻه اهڙائي واقعا ٻڌايان ٿو، جيڪي فوجي آمرن ايوب ۽ يحيٰ جي ڏينهن ۾ مون سان پيش آيا هئا. رسالي 'روح رهاڻ' جي ١٩٦٨ واري سالنامي ۾ منهنجي ڪهاڻي 'هڪ لاش، ۽ راتين جا رولاڪ' شايع ٿي هئي. اها ڪهاڻي فوجي ٽولي جي ثناخوان ڪامورن کي پسند نه آئي هئي. هنن واءِ ويلا ڪئي. ڪاغذ ڪارا ڪيا. وٺ ڪاڏا، ۽ منهنجي خلاف سڌو سنئون گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري نه ڪيا. آخر ۾ لاهور مان 'روح رهاڻ' جي ايڊيٽر حميد سنڌي کي لکي موڪليائون ته تنهنجي سالنامي ۾ فلاڻي ڪهاڻي اعتراض جوڳي آهي، تنهنڪري ڪهاڻي ۽ سالنامي تي بندش وجهجي ٿي. ١٩٦٨ وارو 'روح رهاڻ' جو سالنامو Ban ٿي ويو. پوءِ، ١٩٧١ جي آخر ۾ منهنجي ڪتاب 'جڏهن مان نه هوندس' خلاف گوڙ گهمسان ٿيو. سي آءِ ڊي، انٽيليجنس ۽ انفرميشن جي ڪامورن محاذ کڙو ڪيو. ڪتاب جي ٽائيٽل ڪهاڻي 'جڏهن مان نه هوندس' انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرائي، ترجمي جون ڪاپيون فوجي ٽولي جي آقائن کي موڪليون ويون، ته ڏسو، سنڌ ۾ امر جليل نالي هڪ

بد.معاش بغاوت جي باهه پڙڪائي رهيو آهي. فوجي ٽولي جا آقا باهه ٺي ويا. پر هنن به منهنجي خلاف، يا ڪتاب جي پبلشر خلاف سڌو سنئون گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري نه ڪيا، هنن انڪوائريءَ جو ڍڪ ڍڪيو، جيڪا چار پنج مهينا هلندي رهي. پوءِ، ان کان اڳ جو انڪوائريءَ جو ڪو نتيجو نڪري، فوجي ٽولي جي آمريت جو تختو اونڌو ٿيو، ۽ 'عوامي' جمهوريت جو دور آيو. 'عوامي' جمهوريت جي ڪجهه ڪامورن کي منهنجي ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' پسند نه آئي. هنن هڪدم DPR هيٺ گرفتاريءَ جا وارنٽ ڪيا ها. نه انڪوائري، نه پڇا ڳاڇا! بس سائين، پولڙن جي هٿ ۾ اڃ اچي ويٺي آهي. پيا ڦيرائين. اول ته ڪامورن کي لٽريچر کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ادب کي سمجهڻ سندن وس کان ٻاهر جو ڪم آهي. جيڪڏهن ڪا تحرير سندن سمجهه کان ٻاهر آهي، يا کين پسند نه آئي آهي، ته پوءِ هنبوڇيون هڻڻ ۽ وارنٽ ڪيائڻ بدران قانوني رستو اختيار ڪن. کين ياد رکڻ گهرجي، ته سندن هڪ هڪ حرڪت ادبي تاريخ ۾ سياهه حاشي سان لکي ويندي. اقتدار اچڻو ۽ وڃڻو آهي. ادب رهيو آهي، ۽ ادب کي رهڻو آهي.

**طارق اشرف:** قانوني طرح حڪومت طرفان 'مهراڻ' کي Show Cause Notice ڏيڻ گهربو هو، ته ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' اعتراض جوڳي آهي.

**امر جليل :** ها، اهوئي جمهوري طريقو آهي. اهوئي مهذب ملڪن جو دستور آهي، جتي علم، ادب، ۽ خيالن جي اظهار لاءِ تحرير جي مڪمل آزادي آهي. سنه ١٩٤٧ کان وٺي ١٩٧٣ تائين سيفٽي ايڪٽ آف پاڪستان ۽ ڊفينس آف پاڪستان رولز جي ڪهاڻي ۾ پيڙجندي رهي آهي. اسان لاءِ ايوب ۽ يحيٰ جي

آمريت ۽ موجوده دور جي 'عوامي' جمهوريت ۾ ڪو فرق ڪونهي. اسلام آباد کان ڪراچيءَ تائين جن ماڻهن سان سونکي ڳالهائڻو پيو، تن جي رويي ۽ ذهني سطح ،مهنجي ان راءِ کي يقين ۾ بدلي ڇڏيو آهي. ڪنهن ٻه ڪاموري ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' نه پڙهي آهي. ڪين جماعت اسلاميءَ جي چاڙتن ڪهاڻيءَ جا ڪجهه حصا ترجمو ڪري موڪليا. ترجمي جا ڪجهه ٽڪر اسيمبليءَ ۾ پڻ پيش ڪرڻ جو ڏڪو ڏنو ويو. اسان جي 'جمهوري' ۽ 'عوامي' حڪومت جماعت اسلامي جي دڙڪي کان هيسجي وئي. چيائون: جهليو امر جليل کي- وجهوس ڪاٺ ۾، ته جيئن جماعت اسلاميءَ جو وات بند ٿئي. بس سائين، وٺ پڪڙ ٿي وئي. قصو طويل آهي. اڳتي هلي، ان واقعي جو ذڪر ڪجهه ڪهاڻين ۾ ضرور ڪندس. سئو مواد هٿ لڳو آهي.

**طارق اشرف:** مختصر نموني ڪجهه ٻڌايو.

**امر جليل :** ان واقعي دوران جيڪا گفتگو ٿي، سا ڏاڍي دلچسپ هئي. سان ان سان ڪجهه حصا توهان کي ٻڌايان ٿو. هڪ هنڌ هن قسم جي گفتگو هلي :

صاحب فرمايو، ”سنڌ ۾ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، تنهن لاءِ تون ذميوار آهين. تون جيڪي ڪجهه لکين ٿو، سو ادب ناهي. تون رت ۽ باهه Fire and Blood تو لکين. تون زهر ٿو لکين. تو سنڌ جي نوجوانن کي باغي ڪيو آهي، سنڌن ذهن کي گندو ڪيو آهي.“

وراڻيم، ”سائين، سنڌ ۾ پڙهيل طبقو فقط ٻه سيڪڙو آهي. ۹۸ سيڪڙو عوام پڙهيل ناهي. ٻه سيڪڙو پڙهيل عوام سان ڏهائي هڪ جيترا ٻه ماڻهو سونکي نه ٿا پڙهن. باقي الي ۾ لوڻ برابر ماڻهو آهن جيڪي سونکي پڙهن ٿا. هتي نه سموري سنڌ ۾ باهه ٻري

پيئي آهي."

"تو 'مرد لاش جو سفر' ڪهاڻي لکي اسلام ۽ مسلمانن جي توهين ڪئي آهي." وراڻيم، "مان پنهنجي ملڪ جي معاشري ۽ معاشري جي ماڻهن جون ڪهاڻيون لکندو آهيان. گذريل سال آڪٽوبر ۾ جيڪي ڪجهه ڪنڊ ڪوٽ ۾ ٿي گذريو، سون ان مواد کي ڪهاڻيءَ ۾ استعمال ڪيو آهي. ڪنڊ ڪوٽ وارو واقعو جن ماڻهن اکين سان ڏٺو، تن جو چوڻ آهي ته سون واري ڪهاڻيءَ ۾ اصل قيامت ۽ الميي جو چوٿون حصو به بيان ڪيل ناهي."

"پر ان ڪهاڻيءَ جا ڪجهه حصا مذهب جي خلاف آهن."

"مونکي اڳواٽ ئي خبر هئي ته اسلام جا ٺيڪيدار اها ڪهاڻي هضم ڪري نه سگهندا. تنهنڪري سون ڪهاڻيءَ جي شروعات ۾ وضاحتي نوٽ لکي اعتراف ڪيو هو ته ڪهاڻيءَ تي ٻه الزام لڳايا ويندا- هڪ ته ڪهاڻي فحش آهي، ۽ ٻيو ته مذهب جي خلاف."

"ته ڇا تون انڪار ٿو ڪري ته ان ڪهاڻيءَ جا ڪجهه حصا فحش ۽ مذهب جي خلاف نه آهن؟" وراڻيم، "جيڪڏهن ڪهاڻي جي حوالن جي ڳالهه ٿا ڪريو، ته پوءِ مان دنيا جي ديني ۽ مذهبي ڪتابن مان حوالا ڏيندس، جيڪي بلڪل فحش آهن."

گفتگو طويل آهي، مان اوهان کي بور نه ڪندس.

طارق اشرف: نيٺ ڇا ٿيو؟ مونکي ته سموري خبر آهي، پڙهندڙن لاءِ ڪجهه ٻڌايو.

امر جليل : مان تحرير جي آزاديءَ ۽ شخصي آزاديءَ لاءِ جنگ لڙي رهيو آهيان. هيءَ منهنجي جنگ آهي، ۽ مونکي اڪيلي سر، جيل کان ٻاهر، ۽ جيل جي اندر لڙڻي آهي. گرفتاريءَ جا وارنٽ رد نه ڪيا اٿاؤن، في الحال روڪي ڇڏيا اٿاؤن.

طارق اشرف: ته ڊيموڪليس جو خنجر اڃا لٽڪيل آهي؟

امر جليل : ها، ادا.

طارق اشرف: هڪ ٻي ڳالهه چيو آهي ته توهان حڪومت کي معافي نامو لکي ڏنو آهي؟

امر جليل : اها سنڌي ليکڪن کي بدنام ڪرڻ واري گروهه جي پروپيگنڊا آهي. مان پنهنجي بهترين ڪهاڻي 'اندرا' کان وٺي اڄ تائين لکيل هر هڪ ڪهاڻيءَ جي هڪ هڪ لفظ سان متفق آهيان، پختو آهيان، ۽ ان لاءِ ذميوار آهيان. مان Convictions سان لکندو آهيان. مان مري سگهان ٿو، پر Convictions تان ڦري نٿو سگهان. منهنجي ڪهاڻي 'مرد لاش جو سفر' ڪچي ڦڪي، ڪٿي ڪچڙي به سهي، پر منهنجو ضمير مطمعئن آهي، ته مون سنڌ جي تاريخ جو المناڪ باب قلمبند ڪيو آهي. معافي نامي جو افواهه جن اڏاريو آهي، سي سنڌي ادب جا سڄڻ ناهن. موجوده وقت ۾ سنڌي ادب ۽ سنڌي اديب سخت ڪشمڪش ۽ آزمائش واري دور مان لنگهي رهيا آهن. ان قسم جا افواهه عام مايوسي پکيڙڻ جي نيت سان اڏاريا ويا آهن.

طارق اشرف: هلال پاڪستان ۾ اوهانجو ڪالم 'ننهنجيون منهنجيون ڳالهيون' ڏاڍو مقبول هو. هاڻ اهو ڪالم ڇو بند ڪري ڇڏيو؟

امر جليل : گرفتاريءَ خلاف بحث مباحثي جي دوران هڪ نامر وڏي ڪاموري سونکي ڇڙٻ ڪيندي چيو: "نه فقط ننهنجيون ڪهاڻيون، پر ننهنجا ڪالم به اعتراض جوڳا آهن." ان وقت ئي مون فيصلو ڪري ڇڏيو ته مان 'هلال پاڪستان' لاءِ ڪالم نه لکندس، ڇو جو اخبار جا مالڪ منهنجي آزاديءَ کي برداشت

ڪري نٿا سگهن. باقي رهي ڪالم جي مقبول هئڻ جي ڳالهه، سو ادا، سنڌ ۾ اڃا اهو ليکڪ پيدا ئي نه ٿيو آهي، جنهنجي نالي سان ڪو ڪتاب، رسالو يا اخبار هٿوں هٿ وڪامي وڃي. منهجو ڪالم 'تنهنجيون منهنجيون ڳالهيون' جڏهن اخبار ۾ شايع ٿيندو هو، تڏهن به اخبار وڪامندي هئي، ۽ اڄ جڏهن مان اخبار لاءِ نٿو لکان، تڏهن به اخبار وڪامي ٿي. مونکي پنهنجي باري ۾ ڪابه خوشفهمي يا غلطفهمي نه آهي.

طارق اشرف: اوهانجي لکڻ تي بندش پئجي وڃي ته اوهين ڇا ڪندا؟

امر جليل: سونتي بندش وڌي ويئي آهي، پر مان ڪنهن به قسم جي بندش قبول نه ڪندس. سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد جي شاگردن مونکي ستين جولاءِ واري 'يوم لطيف' جي لاءِ مقالو لکڻ لاءِ چيو هو. مون کين چيو ته، "بابا، اڄ ڪلهه منهنجي نالي کان ڪاموورن کي ايلرجي ٿي ويئي آهي – آقائن کان اجازت وٺو، ۽ پوءِ مونکان مقالو لکرايو." نوجوانن کي هڪدم ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويئي. فنڪشن کان ۾ ڏينهن اڳ هڪ Miniature ڪاموري مونکي ٽيليفون تي مقالو نه پڙهڻ جو حڪم ڏنو، پر صلاح جي نوع ۾. مون ڪاموري صاحب کي چيو، "لطيف جي فنڪشن ۾ توهين مونکي لطيف تي مقالو پڙهڻ کان روڪي سگهو ٿا، پر مقالو شايع ڪرائڻ کان روڪي نٿا سگهو." مون اهو مقالو اوهانکي نمبر لاءِ ڏنو آهي، ۽ توهان ان ئي پرچي ۾ ڇپيو آهي. جيڪي ڪاموورا شاعرن ۽ ادبين سان هٿ الڪائين ٿا، سي يا ته انتها درجي جا بي علم آهن، يا حڪومت جا نادان خيرخواهه آهن، يا ڪجها دشمن. دنيا جي ڪابه حڪومت ادبين کي اُجهائي تاريخ ۾ سرخرو ٿي نه

سگهي آهي. ادا طارق، منهنجي لکڻ تي جيڪڏهن باقاعدي پابندي لڳائي ويئي، ته پوءِ مان هيءُ ملڪ ڇڏي هليو ويندس. دنيا جي ڪيترن ئي ٻولين جو گهڻو ادب جلاوطني ۾ لکيو ويو آهي. مان به ذهني طرح جلاوطنيءَ ۾ لکڻ لاءِ تيار آهيان.

طارق اشرف: ادب کي سياست کان ڌار رکجي، يا ادب جو سياست سان لاڳاپو ضروري آهي؟

امر جليل : ادب زندگيءَ جي ترجماني ڪندو آهي. زندگي سياسي، سماجي، ۽ اقتصادي حالتن جي ناڃي پيٽي ۾ اُٿيل آهي. سياست کي ادب کان ڌار ڪري نه ٿو سگهجي. دوستو وسڪي، گورڪي، ڪاميو، سارتر، ڪرشن چندر، پيسترناڪ، اليگزينڊر سولزنيتسن جو ادب سياست آهي.

طارق اشرف: اهو به چوندا آهن ته عظيم اديبن کي ڊڪٽيٽر ڪڏهن به برداشت نه ٿو ڪري. ڇو؟

امر جليل : سچيو ليکڪ ڪڏهن به حالتن سان ٺاهه نه ڪندو آهي. ملڪ جي سياسي حالتن ۾ سڀ کان ذليل ۽ وحشي نظام آمريت آهي، جنهن ۾ هڪ شخص ڪل اختيارن جو مالڪ هوندو آهي. اهڙي گهٽ ۽ ٻوسٽ واري سياسي نظام ۾ ڇڱا چوڪا ۽ ڏسڻا وائسڻا ليکڪ هڪدم حالتن سان ٺاهه ڪري قصيده گوئي کي لڳي ويندا آهن. پر، تڏهن به ڪي ٻه چار ڄڻا قريا ليکڪ رهجي ويندا آهن، جنکي حڪومت خريد ڪري نه سگهندي آهي. اهڙا ليکڪ حڪومت جو نڪ ۾ دم ڪندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو ڊڪٽيٽر اهڙن ليکڪن کي برداشت نه ڪندا آهن.

طارق اشرف: اوهانجي خيال ۾ عظيم اديب مان مراد ڇاهي؟

امر جليل : اوهان جيڪڏهن دوستو وسڪيءَ جو ناول ڏٺو آهي، ۽ ڪيس پڙهيو آهي، ته پوءِ اوهان کي اهو سوال پڇڻ

نہ گھرجي.

طارق اشرف: ڇا سنڌ ۾ ڪو، موجوده وقت ۾ عظيم اديب آهي؟

امر جليل : ها، فقط هڪ، جنهن ڪڏهن به حالتن سان ٺاهہ نہ ڪيو — جمال ابڙو.

طارق اشرف: جيڪڏهن ڪو اوهان کي عظيم اديب چوي تہ؟

امر جليل : تہ سونکي پنهنجي حال تي روئڻ ايندو.

طارق اشرف: اوهانجو ڇا خيال آهي، تہ اديب کي سدائين سچ لکڻ گهرجي؟ ۽ جيڪڏهن سچ لکڻ تي پابندي هجي تہ پوءِ ڇا ڪري؟

امر جليل : ادب جي تقاضائن مطابق ليکڪ کي لازمي طرح اعليٰ انساني قدرن جي ترجماني ڪرڻي آهي. ليکڪ لاءِ پابندي ڪابہ معنيٰ نہ رکندي آهي.

طارق اشرف: رجعت پسند اديب ڪنهن کي چئجي ٿو؟

امر جليل : جيڪو اعليٰ انساني قدرن کان انڪار ڪري ٿو، حالتن سان ٺاهہ ڪري ٿو، ۽ وقت ٻڌائڻ ساعتي وانگر پنهنجي وفاداريءَ جا ست رنگ بدلائي ٿو. ڪالهہ هو ايوب جا قصيدا لکندو هو، يحيٰ جا قصيدا لکندو هو، ۽ اڄ ذوالفقار علي ڀٽي جا قصيدا لکي رهيو آهي. سياڻي بدقسمتيءَ سان جيڪڏهن مودودي يا اصغر خان اقتدار ۾ آيا تہ انهن جا بہ قصيدا لکندو.

طارق اشرف: رجعت پسند ۽ ترقي پسند اديب ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

امر جليل : جيڪو اوندهہ ۽ روشني ۾ آهي.

طارق اشرف: اوهانجو ڇا خيال آهي تہ ترقي پسند اديبن کي رجعت پسند اديبن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي. يا کين سندن حال تي ڇڏي ڏجي؟

امر جليل : سان ڪٽر دشمن لاءِ بہ اظهار جي آزاديءَ جي گهر ڪندس. غلط يا صحيح، ﭘر ڪنهن بہ قسم جي خيالن جي پرچار تي بندش هئڻ نہ گهرجي. پوءِ اهي خيال ڪڏي ترقي پسندن جا هجن، يا رجعت پسندن جا.

ها، باقي ڪئي، جيڪڏهن ليکڪن جي نونشيبازيءَ جو مقابلو ٿئي، ته رجعت پسند اديبن جو ضرور مقابلو ڪيو وڃي. رجعت پرست ۽ ترقي پسند اديب پاڻ ۾ ڪرڪيٽ ميچ به کيڏي سگهن ٿا.

طارق اشرف: اوهان رسالن ۾ تصويرون ڇپرائڻ کان لهرائيندا آهيو. انهيءَ جو ڪارڻ؟

امر جليل : مان نه ٿو چاهيان ته ماڻهو منهنجيون تصويرون ڏيکاري پنهنجن پارن کي ڊيڄاريندا رهن.

طارق اشرف: پر اوهانجون ڪافي تصويرن ڇپجي چڪيون آهن. هيئنر لڪڻ مان فائدو؟

امر جليل : توهانجو ڪهڙو خيال آهي، ته غلطيءَ کي ورجائيندو رهجي؟ ميان، منهنجيون تصويرون ڏسي ڪيترن ئي پارن، جنن ۽ راڪاسن ئي اعتبار ڪرڻ شروع ڪيو آهي.

طارق اشرف: ڪنهن زماني ۾ اوهان کي ڪرڪيٽ سان ڏاڍي دلچسپي هوندي هئي. ان باري ۾ ڪجهه ٻڌايو؟

امر جليل : مونکي ڪرڪيٽ سان عشق هو. مون جيتري حد تائين ڪرڪيٽ راند ڪئي، ان مان مطمئن آهيان. پوءِ هڪ وقت اهڙو آيو، جڏهن مون ڪرڪيٽ راند ڪرڻ فضول سمجهيو. پر ايترو سو ضرور چوندس ته ڪرڪيٽ مونکي لکڻ لاءِ ڪهاڻي موضوع ڏنا آهن.

طارق اشرف: اوهان کي ڪڏهن اديب ٿيڻ تي افسوس به ٿيو آهي؟

امر جليل : نه.

طارق اشرف: ڪهاڻيڪار جي لحاظ کان اوهان کي جيڪو مرتبو آهي، ڇا اوهين انهيءَ کان مطمئن آهيو؟

امر جليل : ادا سائين، مان ڪنهن انعام اڪرام ۽ درجي مرتبي لاءِ نه لکندو آهيان. مونکي فقط ايتري خبر آهي ته مونکي لکڻو آهي، ۽ مان لکي رهيو آهيان.

طارق اشرف: اوهان کي سنڌ اديبن سان رهس پيدا ٿي آهي؟

امر جليل : سان سان اديبن جون سٺيون ڪهاڻيون پڙهندو آهيان، ۽ پوءِ انهن ڪهاڻين سان پنهنجيون ڪهاڻيون پڙهي پاڻ کي ڪمتر محسوس ڪندو آهيان.

طارق اشرف: ڀلا ڪنهن اديب سان نفرت ٿي آئي؟

امر جليل : سونکي هرهڪ قصيده گو ۽ ثناخوان ڪان نفرت آهي.

طارق اشرف: ڪنهن اديب تي اوهان کي رحم به آيو آهي؟

امر جليل : ها. سونکي مرحوم رشيد احمد لاشاريءَ تي رحم آيو هو، جيڪو ٽيڪ هو ڪٽر رجعت پرست ۽ منهنجو سخت مخالف هو. رجعت پسند ٽولي ڪيس وڏي بيدرديءَ سان استعمال ڪيو. پوءِ هو جڏهن تنگدستيءَ جي حالت ۾ مري ويو، تڏهن سندس جنازي تي ڪلهو ڏيڻ لاءِ فقط ست ماڻهو جنازي سان گڏ هئا. اهي غائب هئا، جن سدائين سندس ڪلهي تي بندوق رکي گولي هلائي هئي.

طارق اشرف: اوهانجي خيال ۾ هن وقت سنڌي ادب تي جمود طاري آهي، يا ترقي ڪري رهيو آهي؟

امر جليل : زنده قومن جي ادب تي جمود طاري نه ٿيندو آهي. وڏو ۽ اهم ادب قومن جي ڏکئي ۽ آزمائشي دور ۾ پيدا ٿيندو آهي. سنڌي ادب ترقي ڪري رهيو آهي. اها بي ڳالهه آهي، جو سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي اڄڪلهه سخت ناڪه بندي ڪئي ويئي آهي.

طارق اشرف: سنڌي ادب جو مستقبل؟

امر جليل : ناڪه بنديءَ سبب ادبي ماحول ۾ گهٽ ۽ ٻوسٽ پيدا ٿي پيئي آهي. اهڙا دور ادب ۽ اديبن تي ايندا رهيا آهن. اها ڪا نئين ڳالهه ناهي. بندشون ۽ پابنديون ادب کي نئون روح بخشينديون آهن. سان سنڌي ادب جي آئينده ڪان مايوس ناهيان .

طارق اشرف: سنڌيءَ جون ڪهڙيون ڪهڙيون ڪهاڻيون اوهانکي پسند آهن؟

امر جليل : جمال ابڙي جون سموريون ڪهاڻيون پڙهي، منهنجو

عقل چرخ تي ويو. سونکي زندگيءَ ۾ ٻه ٽي دفعو خبر پيئي ته هيروئن سڳوريءَ جي موجودگي ڪهاڻي لاءِ اهم نه آهي - هيروئن، ۽ عشق ۽ محبت جي دقيانوسي چڪرن سان ٻاهر نڪري به ڪهاڻي لکي سگهجي آهي. ڪهاڻيءَ جي مرڪزي خيال کي نندڙن، ٽهڪندڙ ۽ سهڻن جملن سان تاڃي پيٽي ۾ قابو ڪرڻ جمال جي فن جو ڪمال آهي. جمال ابڙو سنڌي ڪهاڻيءَ جو شهنشاهه آهي. هو فقط ٻارهن ڪهاڻيون لکي پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي Legend ٿي ويو آهي. سونکي يقين آهي ته موجوده ۽ ايندڙ دور جو ڪو به سنڌي ڪهاڻيڪار جمال ابڙي کي پڙهڻ بنا ڪهاڻي جو ڪاڪ محل فتح ڪري نه سگهندو، ۽ ٿڪندو، ۽ ٿاڪا کائيندو، ختم ٿي ويندو.

طارق اشرف: اوهانجا پسنديده ليکڪ ڪهڙا آهن؟

امر جليل: وليم سيرويان، اسٽائن بيڪ، ڪالڊويل، هيمنگوي، دوستو وسڪي، هال ڪين، ڪاميو ۽ ڪرشن چندر. جمال ابڙو منهنجو روحاني رهبر آهي. هالڪين کي سان ورائي ورائي پڙهندو آهيان.

طارق اشرف: اسان وٽ جنس جي موضوع تي ڪهاڻيون تمام گهٽ لکجن ٿيون. جيڪي به لکيون ويون آهن، انهيءَ تي پڙهندڙن ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو آهي. اوهان جو ڇا خيال آهي، سنڌي ۾ جنس جي موضوع تي ڪهاڻيون نه لکجن؟

امر جليل: گذريل ٢٥ سالن ۾ سنڌ لاءِ جنسي مسئلو ڪڏهن به مٿي جو سور نه ٿيو آهي. جنسي مسئلا پيٽ ڀريل قومن جا مسئلا هوندا آهن. اسانجي پيٽ ۾ پٿر آهن ۽ چپ سيل آهن. اسان لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو سنڌ جو وجود ۽ سنڌي قوم جو آئيندو آهي.

طارق اشرف: اوهان پڙهندڙ سگهندا نه جنس جي موضوع تي سنڌ يا

پارٽ ۾ ڪنهن سليون ڪهاڻيون لکيون آهن؟

امر جليل : ان سلسلي ۾ مونکي غلام نبي مغل جون، 'پوسات'، 'ريشمي وار'، 'رات جا نيڻ' ۽ 'جي رلن ٿا پرينڪاڻ' ڪهاڻيون، ۽ وشنو ڀاٽيا جي 'اوشواس جو جنم' ياد آهن.

طارق اشرف: جنس جي موضوع تي جڏهن لکجي، تڏهن ڪهڙين ڳالهين جو خيال يا احتياط رکجي؟

امر جليل : جنسي ڪهاڻيءَ جي آخر ۾ جيڪڏهن ناسيارن ۽ آزمايل حڪيمن جو ڏس پتو ڏيئي ڇڏجي، پوءِ ڪنهن به احتياط جي ضرورت نه رهندي.

طارق اشرف: ادب ۾ جنسيات جو اظهار ڪيتري حد تائين جائز آهي ۽ فحاشي ڪٿان تي شروع ٿئي؟

امر جليل : فحاشي بنيادي طرح انسان جي ذهن ۾ هوندي آهي. ڪي شخص مذهبي ڪتابن ۽ خاص ڪري بهشتي زيور، ۽ ڊاڪٽريءَ جي ڪتابن مان به لذت وٺندا آهن. ان سلسلي ۾ ڪابه حد مقرر ڪري نه ٿي سگهجي.

طارق اشرف: اوهان فلمن لاءِ لکڻ جو ڇڏي ڏنو؟

امر جليل : ذهني عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ. فلمن ۾ پروڊيوسر نالي جي هڪڙي شيءِ هوندي آهي. جنهن به انسان کي ذهني عذاب ڏيڻو هجي، تنهنکي پروڊيوسر جي حوالي ڪري ڇڏجي. مان سمجهان ٿو، فلم پروڊيوسرن جو عذاب ڏيڻ واري ڪنهن مخفي ڪاني سان اڻ سڌو واسطو آهي.

طارق اشرف: پروڊيوسر اوهانجي ڪم ۾ دخل اندازي ڪندا هئا؟

امر جليل : سائين ايس گل، ۽ سعيد هارون کي ڇڏي، هر ڪنهن پروڊيوسر، جنهن مان مون ڪم ڪيو، منهنجي ڪم ۾ رخنو وڌو. فلم جي ڪهاڻي پروڊيوسر صاحب خود لکندو هو، ۽ مان جيستائين ڪهاڻيءَ لاءِ مڪالمالکي پورا ڪيان، تيستائين هو صاحب روزانو ڪهاڻيءَ جي تسلسل ۾ ڪانءِ ڪا ڦير گهير ڪندو هو ۽

مونکي ان ڦيرگهير مطابق مڪالما ورائي
ورائي لکڻا پوندا هئا. هڪ عجيب ۽ وجهندڙ ڳالهه
ٻڌايانو. ڪجهه سال اڳ فلم ’مهراڻ جا موتي‘ نالي
جو ڪنهن پروڊيوسر صاحب اعلان ڪيو هو. فلم جي
ڪهاڻي هميشه وانگر پروڊيوسر صاحب جي لکيل هئي.
مونکي مڪالما لکڻ لاءِ چيو ويو. ان فلم لاءِ مڪالمن
لکڻ جو ڪم اڍائي سال هلندو رهيو. پروڊيوسر صاحب
پنهنجي فلم جي ڪهاڻي هندستان جي ٻن فلمن ’گنگا جمنا‘
۽ ’مجهي جيني دو‘ ۽ پاڪستاني فلم ’آگ ڪا دريا‘
جي ڪاڪٽيل مان ٺاهي هئي. منظر، منظر مان نٿي مليو.
روزانو ڪهاڻيءَ جي منظر ناميءَ ۾ ڪا نه ڪا ڦيرگهير
ڪندو هو، ۽ ان ڦيرگهر مطابق مونکي به مڪالمن ۾
ڦيرگهير ڪرڻي پوندي هئي. ان دوران مون اٽڪل
ڏي هزار صفحا مڪالمن سان ڀري ڇڏيا، جنهن حساب
موجب فلم جيڪڏهن ٺهي پوي ها، ته سندس Duration
اڍائي ڪلاڪن بدران اڍائي مهينا هجي ها. بهرحال
پروڊيوسر صاحب ميدان ڇڏي ويو.

طارق اشرف: اوهان ڇهن - ستن فلمن لاءِ مڪالما لکيا. ڪنهن فلم
لاءِ اوهان ڪهاڻي ڇو نه لکي؟

امر جليل : سائين منهنجا، پروڊيوسر مجبورو مونکي ڪهاڻي لکڻ
لاءِ ڪانٽريڪٽ ڪري ها، ته مان به ڪنهن فلم
جي ڪهاڻي لکان ها! ڪهاڻي ته پروڊيوسر صاحبن
جي پنهنجي هوندي هئي. مون هڪ پروڊيوسر کان
پڇيو به هو: ته حضرت، سمجهوسين ته اوهين دولتمند
آهيو، ۽ دولت ۾ وڏو ڪمال هوندو آهي - پر ڇا
اهو ضروري آهي ته جڏهن به ڪو دولتمند فلم
پروڊيوس ڪرڻ جو فيصلو ڪري، ته هڪدم ڪهاڻي
به مٿس نازل ٿئي؟ هڪ ٻئي پروڊيوسر کان پڇيم:
سائين فلم جي ڪهاڻي اوهان لکي آهي؟ خوش ٿي

وراڻائيز، ’ها.‘ پڇيومانس، ”اڄ تائين ڪهڙيون ڪهاڻيون پڙهيون آٿوَ ۽ لکيون آٿوَ جو پنهنجي هن عجب ۽ غريب ڪهاڻيءَ ني پروڊڪشن جا ئي لک رپيا لڳائي رهيا آهيو؟“ نذهن صاحب فرمايو، ”اسانکي پنهنجون چار سينيمائون آهن، ۽ اسين اڄ تائين هزارين فلمون ڏسي چڪا آهيون.“ ادب سان چيم، ”سائين ڪراچيءَ جي ڪمار ٽاڪيز ۾ هڪ مڪرانڻي گيٽ ڪيپر آهي. گذريل چاليهه سالن ۾ هن هڪ هڪ فلم جا هزارين شو ڏٺا آهن. ان لحاظ کان هو توهان کان وڌيڪ تجربيڪار آهي. پنهنجي ايندڙ فلم جي ڪهاڻي ان مڪرانڻيءَ کان لکائجو.“

طارق اشرف: فلم رستي ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ واڌارو ڪري سگهجي ٿو؟

امر جليل : اڙدو ٻوليءَ جو عروج ۽ اوسر فلمن جي ڪري آهي. جيڪڏهن ڪجهه هوشمند ۽ پڙهيل ڳڙهيل پروڊيوسر سنڌي فلمن کي ملي وڃن، ته سنڌي فلمي صنعت ترقي ڪندي ۽ ٻوليءَ کي وڏي هٿي ملندي.

طارق اشرف: سنڌي فلمن جي معيار متعلق اوهانجو ڪهڙو رايو آهي؟

امر جليل : پروڊيوسر جيڪڏهن پنهنجو ضد ۽ دخل ڇڏي ڏئي، ۽ فلم جو ڪم لکڪ ۽ ڊائريڪٽر کي ڏيئي ڇڏي، ته مان سمجهان ٿو فلمون معياري ٿينديون. هرڪو پروڊيوسر فلم جي فارمولا ڪٿي فلم ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ٿو. فارمولو به پڌي ڇڏيو _ پروڊيوسرن کي پنهنجي فلم ۾ ڏهه گانا، اٺ ڊانس، ڇهه لڙائي جهڳڙي ۽ ٺونشپاريءَ جا منظر گهرجن. هاڻي، ان فارمولا مطابق ڪهاڻي تيار ٿيندي، جنهن ۾ اهي گهربل شيون ٺهيون ويهنديون. فلمن جو معيار پروڊيوسرن جي فارمولا کان مات کائي ويو آهي.

طارق اشرف: ٽيليويزن جي باري ۾ اوهانجو ڇا خيال آهي؟ سنڌي ٻوليءَ لاءِ گهٽ وقت جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

امر جليل : ڪير ٿو چوي ته ٽيليويزن تان سنڌي پروگرامن کي گهٽ وقت ملي رهيو آهي! اسانجي آقائن جو فرمائڻ آهي ته پاڪستان ۾ سڀني سان انصاف ٿي رهيو آهي. هر ڪنهنکي حق ملي رهيو آهي. تنهنڪري ادا طارق، ٽيليويزن تان سنڌي ٻوليءَ کي عوامي حق ملي رهيو آهي. هون ءَ ته هڪ هفتي جي چاليهه ڪلاڪن جي پروگرامن سان سنڌيءَ ٻوليءَ کي ٻه ڪا سارا چاليهه منٽ ملي رهيا آهن. ويچاري قومي ٻوليءَ ۽ انگريزي پروگرامن لاءِ ڇا بچيو! فقط اٺٽيهه ڪلاڪ ۽ ويهه منٽ! اسانکي ته ٻه ڪا سارا چاليهه منٽ ملي رهيا آهن، يار، ۽ سي به هفتي ۾ هڪ دفعو!

طارق اشرف: سنڌي نوجوانن جي باري ۾ اوهانجو ڪهڙو راءِ آهي؟

امر جليل : اها ڇڙوڇڙ طاقت جنهن ڏينهن هڪ محور تي گڏ ٿيندي، تنهن ڏينهن سنڌ ۾ انقلاب ايندو. اڄڪلهه ڪين بيدرديءَ سان Use ڪيو پيو وڃي، ۽ هو ڏاڍي معصوميت وچان Exploitation جو شڪار ٿي رهيا آهن.

طارق اشرف: نوجوان لاءِ ڪو نياپو؟

امر جليل : ڇڙوڇڙ ڪاليون مبڙي چوندي پريون پٽن. سنڌ جي ساهه جو پکي، جيڪو برڌبهي راڪاسن جي قبضي ۾ آهي، تنهنکي آزاد ڪرائين. ڪنهن کي پاڪرپائڻ جي تمناڪن. ماڻ ويجهڙائيءَ ۾ اتفاق سان هڪ ڪنهن جهڙي چوڪريءَ سان ڪجهه عرصو ويجهو رهيو هوس. هنجي ۽ منهنجي وچ ۾ سڀ کان وڏو اختلافي موضوع بنگلا ديش هو. هوءَ بنگلا ديش جي خلاف ۽ سان ڪٽر حامي. هوءَ مونکي سنڌو ديش لاءِ هلندڙ ڪنهن مخفي تحريڪ جو ليڊر سمجهندي هئي، ۽ مونکي اڪثر اهو

ڇٽي ڏيڇارڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته فوج بنگالين
تي رحم ڪاڏو ۽ کين بنگلا ديش نالو ڏنو، باقي من
دفعي فوج سنڌو ديش جي حاسين کي ڇيري ڇڄري
ڇڏيندي. ان ڇوڪريءَ جون ٻاڙون ٻاتار ۾ هيون.
سان سمجهان ٿو هوءَ انفارمر (خبرون پهچائيندڙ) هئي.
اوهانکي اهو ٻڌي حيرت ٿيندي، ته هوءَ سنڌ جي ڪجهه
نامور قوم پرست شاگردن کي سنڌن شڪلين ۽ نالن
سان باقاعدي سڃاڻيندي هئي. مونکي يقين آهي، عربن
کي نابود ڪرڻ لاءِ جنن بهودين حسين ڇوڪرين
جو جار وڇايو آهي، نيئن سنڌ کي غلام بنائڻ لاءِ
ڪينوڻ جهڙين خوبصورت ڇوڪرين جو سنڌ ۾ جار
وڇايو ويو آهي. نوجوانن کي ڏسي وائسي وڪ ڪٽن
کهرجي. بارودي سرنگون متي جي تهن هيٺان پوريل
هونديون آهن ۽ نظر نه ايندريون آهن.

طارق اشرف: اوهان ١٩٦٠ کان ١٩٦٣ تائين اسٽيج ڊرامن سان
به وابسته رهيا. ان دور جي باري ۾ هيٺر اوهانجا
ڪهڙا تاثرات آهن؟

امر جليل : خواب هو، ٽٽي پيو. ڪاب تعبير نه نڪتي. ڪجهه
ڊرامن ۾ ڪم ڪيم، ڊائريڪٽ ڪيم، ۽ هڪ ڊرامو
لکيم. جيڪو ڊرامو لکيم، سو ڊرامو منهنجي زندگيءَ
جو ڊرامو ٿي پيو.

طارق اشرف: ڪي ناقابل فراموش يادون وابسته آهن جا ان دور
سان ؟

امر جليل : ڊرامن جون رهرسلز آرٽ ڪائونسل جي بلڊنگ ۾
ٿينديون هيون. انهن ڏينهن ۾ آرٽ ڪائونسل جي
بلڊنگ ۾ گراؤنڊ فلور تي 'سيرينا' ريسٽورنٽ
هوندي هئي. 'سيرينا' ۾ سون ٻهرن جا پهر هڪ
امرتي ڇوڪريءَ سان گڏ ٻالهائيندي گذاري ڇڏيا،
جيڪا بيحد ذهين ۽ بيحد غريب هوندي هئي. منهنجي،

سانوري ــ مٺڙس اُداس اکين ۾ بيپناهه ڪشش هوندي هئي. هوءَ ڊرامن ۾ شوق خاطر نه، بلڪ پنهنجو ۽ پنهنجي ڪٽنب جو پيٽ پالڻ لاءِ ڪم ڪندي هئي. آخري ڊرامو لکي مان اسٽيج کان ڏار ٿي ويس. هوءَ فلمن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ لاهور هلي وئي. اُتي نالو ڪيڻ ۽ پيسو ڪمائڻ کانپوءِ هن شادي ڪري ڇڏي. اڄ به آرٽ ڪائونسل جي بلڊنگ پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. پر، 'سيبرينا' جو نالو بدلجي 'گل رنگ' ٿي ويو آهي. مان ڪڏهن ڪڏهن 'گل رنگ' ريسٽورنٽ جي هيڪلي ڪنڊ ۾ وڃي ويهندو آهيان، ٽٽل خوابن جي تعبير تي سوچيندو آهيان. اني مان اڪيلو نه هوندو آهيان. ڪوبه انسان اڪيلو نه هوندو آهي. تڏهن مان، ڪجهه نه پاڻي، سرگوشين ۾ قمر شهباز جي هڪ گيت جي سٽ جهونگاريندو آهيان: 'پلپل تڙپن منهنجي من ۾ ماضيءَ جون پرڇايون.'

**طارق اشرف:** آخر ۾ آءٌ اوهان کان ڪجهه اهڙا سوال پڇان ٿو، جيڪي عام طرح پڙهندڙ پنهنجي پسند جي ليکڪ جي باري ۾ ڄاڻڻ چاهيندا آهن.

**امر جليل:** مونکان ٽوپيءَ جي ماپ نه پڇجو، ٻيو جيڪي وڻيو پڇو.

**طارق اشرف:** اوهانجو سڀ کان وڏو منجهائيندڙ ذاتي مسئلو ڪهڙو آهي؟

**امر جليل:** فقط هڪ. منهنجي وجود ۾ هڪ شخص جو لاش آهي. اهو لاش سڙي ڳري رهيو آهي. ڌونڌ ٿي رهيو آهي. مٿس ڪجهون لهي رهيون آهن. مان ان شخص جي لاش کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو، پر ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه ٿو سگهان. مونکي ڪانئس بيپناهه نفرت آهي. جنهن شخص جو لاش

منهنجي وجود ۾ آهي، تنهن جو نالو عبدالجليل قاضي آهي. مون کيس ماري ڇڏيو آهي، پر تنهن هوندي به هو منهنجي لاءِ روزي ڪمائيندو آهي - بد روح وانگر واسو ڪندو آهي.

طارق اشرف: ڪا اڻ وسرندڙ ياد؟

امر جليل : مان هڪ دفعي جاڳندي خواب ۾ سمنڊ جي سطح تي هليو هوس. اها ياد وساري نه سگهيو آهيان.

طارق اشرف: ڪڏهن پشيمان ٿيا آهيو؟

امر جليل : ها. مون ڇهه - ست سال اڳ رسالي 'نئين دنيا' بمبئي جي ايڊيٽر اتم جي نالي 'بادل' رسالي ۾ ڪئليل خط ڇپرايو هو. ان خط ۾ مان سموريون اخلاقي پابنديون اورانگهي ننگو ٿي پيو هوس. اڄ به مان ان خط تي پشيمان آهيان، ۽ پاڻ کي ملامت ڪندو آهيان.

طارق اشرف: اوهانجي سڀ کان وڏي تمنا؟

امر جليل : پرساري کان سنڌ جي مڪمل آزادي.

طارق اشرف: سڀ کان وڏي ڪمزوري؟

امر جليل : سنگيت.

طارق اشرف: کائڻ ۾ ڪهڙي شيءِ پسند ڪندا آهيو؟

امر جليل : سڀڪجهه کائي ويندو آهيان. فقط ماڻهن جو ٻچو نه کائيندو آهيان.

طارق اشرف: اوهانجي زندگيءَ جو سڀکان برو ڏينهن؟

امر جليل : اڄوڪو، انٽرويو وارو ڏينهن.

---

■ پنهنجين ڪهاڻين جو جائزو وٺان، اها حرڪت ناجائز آهي. همعصرن جي ڪهاڻين جو جائزو وٺان، انجو مونکي حق ناهي. مان نقاد نه آهيان. مان ڪهاڻيڪار آهيان. جيڪي ڪجهه لکندو آهيان، سو نقادن لاءِ نه بلڪ پڙهندڙن لاءِ لکندو آهيان.

— امر جليل، مضمون 'جائزو'

اءِ جليل



# رڻ ڪڇيو، راڙو ڏيو

(هيءُ مضمون سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد طرفان ۷ جولاءِ ۱۹۷۳ تي ٿيندڙ 'يوم لطيف' جي موقعي تي پڙهڻ لاءِ لکيو ويو. ڪامورن طرفان، هيءُ مضمون نه پڙهڻ جي تنبيهه ڪئي ويئي. بهرحال، انکان اڳ جو تنبيهه جي خلاف ورزي ڪئي وڃي، فنڪشن مينهن وسڻ سبب رد ٿي ويو.)

هڪ ڪاليج جا ڪجهه نوجوان آيا. چيائون، 'شاهه لطيف جي ورسي پيا ملهايون، اوهان شاهه جي شخصيت، يا ڪلام تي ڪو مقالو پڙهو.' مون کين هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو ته، 'بابا، اڄ ڪلهه جي دور ۾ لکڻ پڙهڻ جوکم جو ڪم آهي.' نوجوان نه مڙيا. منهنجو جواب کين سمجهه ۾ نه آيو. چيائون، 'ڪاٿي ڪهاڙيون ته توهانجي ڪنڌن ۽ ٻرانس تي ڪڇيديون آهن. اسين شاهه جي ڪلام تي ڪنهن مقالي لاءِ عرض ڪري رهيا آهيون.' مون نوجوانن کي سمجهائڻ خاطر چيو ته، 'بابا، شاهه ۽ شاهه جي ڪلام جي باري ۾ منهنجا پنهنجا نظريا ۽ رايا آهن. ان سلسلي ۾ مون اڄ تائين شاهه تي جيڪي به ٻه چار مقالا لکيا آهن، انهن تي ٽيڪا ٽپڻي ٿي آهي، هن دفعي ڊپ اٿم ته ٽيڪا ٽپڻيءَ بدران موکي ميرن جي توپ سان ماريو ويندو.'

سائين، نوجوان ٿيا شهزور، اسين هيڻا. ضد پڪڙي بيٺا. چيائون، 'اجايا ڊپ نه پيا ڪريو. توهانکي مقالو ضرور پڙهڻو پوندو.' مان ششدر ٿيس. چيم، 'يقين ڪريو، مون هر قسم جي لکڻ پڙهڻ جو ڌنڌو ڇڏي ڏنو آهي. لکڻ اهي مصيبتن کي مهمان ڪرڻ. تنهنڪري مون اجهت روڊ تي پڪوڙن وڪڻڻ جو پروگرام ٺاهيو آهي، ۽ لکڻ کان توبهه ڪئي اٿم. لکڻ بدران پڪوڙا وڪڻندس ۽ عزت جي زندگي گذاريندس.'

نوجوان کلڪيا. چيائون، 'چرچا پيا ڪريو.' ورائيم، 'منهنجن اکين ۾ ڏسو. اکين جي ڪنڊن ۾ غم جون گهٽائون ڏسو. گهٽائن ۾ پوشيده، آنڌڪري ڪي ڏسو. چرچا اسين نه ڪندا آهيون. چرچا اسان سان ڪيا ويندا آهن.' نوجوان چيو، 'سائين، ڪجهه به هجي، توهانجي تحرير ۾

مزاح آهي،' ڪبن جواب ڏنو، 'مزاح جي ڳالهه ٿا ڪريو، ته پوءِ مارڪ ٽئين ۽ برناڊ شا جي ڳالهه ڪريو، منهنجي ڳالهه نه ڪريو. مان سرڪس جو اهو جوڪر آهيان، جو جڏهن پنهنجي منهن تان ماسڪ لاهيندو آهيان، ۽ منهن ورائي روح جي رڻ ڏانهن ڏسندو آهيان، تڏهن ڇڻي ويهندو آهيان —

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مر ڪوڙاءِ،
هندو هڏ نه آهين، جٽيو تو نه جڳاءِ،
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

نوجوان چيو، 'بس، اسين مقالي لاءِ انجام وٺڻ کان نه سونداسين. توهان کي مقالو ضرور پڙهڻو پوندو،' جان ڇڏائڻ جي آخري ڪوشش ڪندي چيم، 'اڄ تائين سون شاهه تي جيڪي به چار مقالا لکيا آهن، سي حقيقت ۾ مقالا ناهن، مقان جي روايت کان بغاوت آهن.' چيم، 'مون کي اجايو مارايو نه. وقت وقت جي ڳالهه آهي. مان پڇڙيو ل آهيان. پنهنجي ننڍڙي ڪٽنب لاءِ اڪيلو ڌال ماني ڪمائيندڙ آهيان. مون تي ... ڪهت ۾ ڪهت منهنجي ٻارڙن تي رحم ڪريو.' مون کان شاهه تي مقالو نه لکايو، نوجوان حيران ٿيا. منهنجي حال تي پريشان ٿيا. پڇيائون، 'شاهه تي مقالو لکندؤ يا ٻرڪولو لاهيندؤ، جو مصيبت ۾ ڦاسڻ جون ڳالهيون پيا ڪريو؟' ڪبن سمجهايم ته، 'بابا، شاهه لطيف جو ڪيترو ئي ڪلام اڃا سينسر ٿيل ناهي. پنهنجي مقالي ۾ جيڪڏهن پل وچان ڪو اڻ - سينسر ٿيل شاهه جو بيت، مثال طور، هيءُ بيت پڙهي وٺ، ته ڏوڙي جي ۾ اچي ويندس —

منهن ته موسي جڏڙو عادت ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث، ڪيڏي ڪوهه نه ڇڏئين؟'

ڪبن ٿا ٻڌايوا آهي نه نيپ ڪارائڻ جهڙو بيت، شاهه لطيف نه ٿيو آرامي. اسين مصيبت ۾ اچي ويندسين. هڪ تمام ننڍڙي ڇوڪري جڏهن اهو بيت پنهنجي اسڪول جي فنڪشن ۾ پڙهيو هو، تڏهن هيڊ ماستر صاحب سخت ناراض ٿيو هو، ۽ ننڍڙي ڇوڪري کي ٽن سالن لاءِ اسڪول مان رسٽيڪيٽ ڪري ڇڏيو هئائين. نوجوانن ۾ هڪڙو ڄڻو منهنجو وڏو خير خواهه هو. چيائين، 'ادا، پنهنجي مقالي ۾ شاهه جا خطرناڪ بيت نه پڙهجو- پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.' مون ڪيس جواب ڏنو، ته 'منهنجا نوجوان دوست، شاهه جو سمورو ڪلام، اصل پهرين بيت کان وٺي ، آخري بيت تائين سرڪواو آهي، يعني خطرناڪ آهن. شاهه

جي ڪلام جي ٻهراڻ بيت جي ٻهرين سٽ آهي —

”اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي.“

يعني ڪوبه قانون، ڪوبه قاعدو، ڪابه بندش ۽ پابندي، ليجسليچر ۽ جڊيشري، سيفٽي ايڪٽ آف پاڪستان ۽ ڊفينس آف پاڪستان رولس، اعليٰ عالم جي ڌڻيءَ کان طاقتور نه آهن — مٿاهان نه آهن — اتم ۽ اهم نه آهن. سڀ کان وڏي ڳالهه ته شاهه لطيف جنهن ڌڻيءَ جو ذڪر ڪيو آهي سو ڌڻي مسجدن، مندرن، ڪليسائن، گرجائن ۽ انسان جي انيڪ عبادتگاهن کان آزاد آهي. سو ڌڻي عالم جو ڌڻي آهي — ڪل جڳ جو ڏاتار آهي. ان عالم جي ڌڻيءَ کي ڪنهن به مسجد يا مندر ۾ قيد ڪري نه ٿو سگهجي. هرڪو انسان پنهنجي اندر ۾ ڪا عبادتگاهه کڻي هلندو آهي، ۽ ان جو معبود به اهوئي هوندو آهي، جنهن کي شاهه اعليٰ عالم جو ڌڻي سڏيو آهي. اعليٰ عالم مان شاهه لطيف جي مراد رنگ، نسل ۽ مذهبي جنون کان آزاد جڳ آهي، ان لحاظ کان، مذهب جي نالي ۾ پيدا ڪيل نفرت، ۽ ان نفرت تي قائم رهڻ جي تلاٽين شاهه جي فلاسافيءَ جي ابتڙ آهي، ۽ اها فلاسافي زمان حال جي سياسي، سماجي، ۽ ثقافتي ماحول جي بلڪل خلاف آهي. تنهنڪري شاهه لطيف جي ڪلام جي ٻهرين بيت جي ٻهرين سٽ تي ٽيپ ڪارائڻ جهڙي آهي.‘

نوجوان همدرد چيو، ’اوهان شاهه جي ڪلام جي روحاني معنيٰ تي مقالو ڇو نه ٿا لکو؟‘ مون کيس جواب ڏنو، ’شيڪسپيئر، شيلي، ڪيٽس ۽ ڪاليداس، جي ڪلام ۾ ڪا به روحاني معنيٰ نه آهي. سندن ڪلام ۾ پنهنجي ماحول ساز پختو، ڇوهه ۽ ڏڍ ۽ ڌمڪاءَ، ۽ ظلم ۽ انڌير جو ادبي شاهد، ۽ دستاويز آهي ساڳي طرح شاهه جو ڪلام آهي. شاهه عظيم فنڪار هو. وقت جو پارکو ۽ حالتن جو مڃيندڙ هو. سندس حساس دل جوڙجڪ ۽ ٻوهيڇن مان هو. هن لاءِ سنڌ ملڪ جي مٽي طور سينا جي سرمي کان وڌيڪ مقدس هئي. شاهه کي سنڌ کان مٽي، سنڌ کان عزيز، ۽ سنڌ کان اهم ڪا به هستي، ڪا به طاقت نظر نه آئي هئي. عظيم فنڪار جي سڃاڻپ وطن مان سندس فن جي پيچ مان پڌري سگهندي آهي. شاهه جڏهن جڳ کي سکيو ستابو رکڻ لاءِ دعا گهري آهي، تڏهن هن واضح طور، ۽ تمام چٽي نموني اول سنڌ جو نالو کنيو آهي — سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار — سنڌ آباد آهي، ته عالم آباد آهي — سنڌ سرهي آهي ته عالم سرهو آهي — سنڌ سلامت آهي، ته پوءِ عالم سلامت آهي! سنڌ

ڪان سواءِ سمورو جڳ مٽيءَ جو مانڊاڻ آهي. عالم ٻل آباد ٿئي، پر اول سنڌ مٿي سڪار ٿئي! اها شاهه لطيف جي دعا آهي. اها شاهه لطيف جي تمنا آهي. اهو شاهه لطيف جو پيغام آهي. پر اهي ڳالهيون پنهنجي مقالي ۾ لکي نه ٿو سگهان، فقط توهان کي زباني طرح ٻڌائي سگهان ٿو. لکندس، ته مارجي ويندس،

مون نوجوانن کي ٻڌايو، ته جڏهن مضبوط مرڪز جا آقا ۽ سندن حواري سنڌ کي لٽي ڦري رهيا هئا؛ جڏهن سنڌ کي مال غنيمت سمجهي مضبوط مرڪز جا باني سنڌ کي ونڊي وراهي رهيا هئا، ۽ سنڌ تي قبض ٿي رهيا هئا، تڏهن شاهه لطيف دهلي جي مضبوط مرڪزي حڪومت جي گماشتن مطلق چيو هو:-

"ويا مور مري، هنج نه رهيو هيڪڙو،
وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪانيرن جو."

آقائن ڪن ڪڙا ڪيا. فڪرمند ٿيا. شاهه لطيف کي چوائي موڪليائون ته ڀلي ناراض نه ٿئي. اسين توکي ڀٽ شاهه ۾ هڪ ٽيوب ويل هڻائي ڏيون ٿا. توکي ٻني ٻاريءَ لاءِ هڪ عدد فرگوسن ٽريڪٽر به وٺي ڏيون ٿا، تون مهرباني ڪري مضبوط مرڪز خلاف آواز نه اٿار- دهليءَ جا مغل شهنشاهه سنڌ جا خيرخواهه آهن، تون ڪنهن غلطفهميءَ جو شڪار آهين. پر ڏٺيءَ جو آواز آيو-

"سنها پاڻ م سڀ، سڪا جنهن پيٽ،
تنين جي ڇپيٽ، جنگل کي جوکو ٿئي."

۽ وري چيائين:-

"اچو ٻاٽي لو ٿيو، ڪاورنو ڪنگن،
ايندي اڄ مرن، تنهن سر مٿي هنجوا."

دهليءَ جي مضبوط مرڪز جا آقا، ان ڏاتا باهه ٿي ويا. ڪنڌ ڪٽار، ڄار ڄڳير ڪجهي ويا. دهليءَ جي آقائن چيو، هيءَ باغي ڪير؟ اسان سنڌين کي اڻ آرين مان آريو بڻايو، ڪين ڪپڙا پائڻ ۽ ٻڪن کڻن ۾ رهڻ سيکاريو. سنڌين کي فارسي غزل سان اسان روشناس ڪرايو. ڪين شاهي ڪباب ۽ حليم پارهه مصالح پچائڻ سيکاريو. اڳ سنڌ ريگستان هئي، اسان سنڌ کي آباد ڪيو. اسين دهلي جي ستربل تهذيبن جا علمبردار آهيون. هيءَ باغي شاهه لطيف ڪير، جنهن مضبوط مرڪز جي مخالفت ڪئي آهي! بس سائين، پوءِ ته دهليءَ جي مرڪزي حڪومت جي سي آءِ ڊي ۽ انٽيليجنس شاهه لطيف جي ڪڍ لڳي ويئي. سنڌس

ناڪ بندي ڪني ويئي. شاهه لطيف، جنهن جو عظيم ڪلام زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آزاد آهي، ۽ هر دور لاءِ ٻاجهي آهي، تنهن چيو:

"ڪهڙا ڳاروڙين سين، وڏو وڏوءِ وير،
ناڻگا نه ويندين نڪري، تو ڏر متي پير،
هيءَ تنين جو ديرَ، جن جهونا ڳوڻ جلايو."

ماڻهن لطيف سائين کي سمجهايو، ته سائين، دهلي جي محڪومي ٻري شيءِ ناهي. دهلي وارن جو Superior Culture آهي. اوهان اجايو فڪرمند ٿيا آهيو.

پٽ ڏئيءَ اهڙن ماڻهن کي چيو:

"جي فارسي سکيو ڪولو، توءِ غلام،
جو پڙهو پڻ ڳالهين، سو ڪيئن چائي ڄام؟
اڄو تان آب کهري، بکيو تان طعام،
اي عامن سندو عام، خاصن منجهه نه ڏني؟"

هاڻي، اوهين اسين ٿيو. پڙهيو ته، هڙيون ڳالهيون، ۽ اهڙا بيت، جيڪي اڄا تائين سينسر نه ٿيا آهن، سي مقالي ۾ آڻي عوام آڏو پڙهي سگهجن ٿا ۽ نوجوانن کي ڪير سمجهائي. اسين هيٺا، هو شهزور. سندن ضد قائم رهيو، ته ڪجهه به ٿي پوي، مقالو ضرور تيار ڪريو.

مون کين جواب ڏنو، ته شاهه جي مقالي لاءِ شاهه واري زماني جي تاريخي پس منظر کي سامهون آڻڻو پوندو، جنهن ۾ سنڌ جا حڪمران هيٺا، ڪمزور ۽ ٻجڙا هئا، ۽ عوام بي انتها بهادر، رڪ وهندي راند ۾ راضي، ۽ مرڻ-مارڻ لاءِ تيار هوندو هو. مان سمجهان ٿو، عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ ان قسم جو ذڪر مقالن ۾ ڪرڻ مناسب ناهي. ان قسم جي ذڪر ڪرڻ سان ۽ پڙهڻ سان ڦٽڪ ڦٽي ويندي آهي. پر، نوجوان دوستن جي ضد تي مون کين فقط ايترو پڙهايو، ته ٻاترو، سان جڏهن تاريخ ۾ اهو پڙهندو آهيان، ته شاهه لطيف واري دور جا حاڪم عوام کان بيخبر، عياش ۽ گيدي هئا، تڏهن مونکي شاهه جي هڪ بيت جو مفهوم سمجهه ۾ اچي ويندو آهي - اهو بيت آهي:

"سرهو سر وڃايو، ڪوڙن ڪاٽيرن،
رنا روهه وڄن، ڪنهن هيڻائيءَ کان هنجوا."

ان دور ۾ سنڌ جا هيٺا حاڪم، دهليءَ جي زوال پذير حاڪمن کان، ايران واري نادرشاهه ۽ افغانستان واري احمد شاهه ابداليءَ کان لاڳيتيون شڪستون کائيندا رهيا. شڪستون کائڻ کانپوءِ، نڪ ٻڪر ڪري جيئندا رهيا، ۽ پنهنجي عوام سان غداري ڪري ڏن ڀريندا

رهيا. ان سموري ذلت جي عيوض نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ وٽان کين 'شاهه قلي'، 'شاهنواز خان'، ۽ سربلند خان، جا لقب مليا، جيڪي هنن نه فقط قبول ڪيا، پر تاريخ ۾ فخر سان پنهنجن نالن سان شامل ڪرايا. سنڌ جي تاريخ ۾ هندي مون محسوس ڪيو آهي، ته سنڌ جا حاڪم لقبن جي لالچ ۾ وطن ۽ شجاعت تان به هٿ کڻي ڇڏيندا آهن.

مغلن، نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ جهڙن خونخوار ۽ وحشي فوجون ٽڪايل ٻڪرين وانگر سنڌ تي ڪاهي آيون. حاڪمن تيز رفتار گهوڙن ۽ اُٺن تي ڀاڄ ڪائي، جان بچائي ورتي، پر سنڌ جو عوام وڙهيو- انگ اگهاڙو، پيٽ بکيو، ۽ ذليل عوام سر سان ڪفن ٻڌي وڙهيو، ۽ شاهه لطيف چيو:

"هٺ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي مرڪ،
وڃهن تان نه فرق، رُڪ وهندي راند ۾."

ٻئي هنڌ ڀٽ ڌڻيءَ چيو:

"بهادر گڏيا ٻوادرين، ڪوڪ ڪيلول ڪن،
وجهن ڌڙ ڌڙن تي، هاڪارين هٿن،
ڪيرن، ڪنڌ لهن، رڻ ڳجيو، راڙو ٿيو."

اڄ تائين بزرگن اسانکي اهوئي ٻڌايو آهي، ته شاهه صاحب هڪ فقير هو، ڪاني ڪرامتن جو صاحب هو، يعني ته شاهه صاحب عظيم ترين شاعر نه هو، انتهائي مڪمل فنڪار نه هو. شاهه لطيف سنڌي زبان، سنڌي ادب، ۽ خاص طرح سنڌي شاعريءَ جو هر دور لاءِ شهنشاهه آهي. ڀٽ شاهه تي، ڀٽ ڌڻيءَ جي مقبري آڏو مان جڏهن سوالين کي ڏٺن، نوڪرين، وڇڙيل ونين ۽ وڃايل ٻنين لاءِ ٻاڏائيندي ڏسندو آهيان، تڏهن محسوس ڪندو آهيان، ته لطيف سائين جي باري ۾ بزرگن جي پروپئگنڊا بيحد ڪامياب ۽ اثرائتي آهي. اسان لطيف سائين کي پير ڪري پوڄيو آهي، ۽ سندس ڪلام، ۽ ڪلام جي فلسفي کان منهن موڙيو آهي. ورنه ڪو سبب ڪونهي، جو جني، ۽ جنهن ڌرتيءَ تي شاهه صاحب جهڙو عظيم ترين شاعر جنم ورتو، سا ڌرتي انقلاب کان وانجهيل هجي، ۽ اتانجا ماڻهو پنهنجي ڏاڍ ۽ ڏمڪاءَ جو مستقل شڪار رهندا اچن!

ان سلسلي ۾، مونکي ننڍپڻ جو هڪ واقعو ياد ٿو اچي. هڪ استاد سکوري ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪو ساز ڏيکاريندي چيو هو، "هيءُ ساز شاهه لطيف جو ساز آهي. هن ساز جو تالو ڀڪتارو آهي. هيءُ ساز امن جو ساز آهي،" پوءِ هن شاهه صاحب جو هڪ بيت پڙهيو هو: ته،

"هو چوڻي تون مَ چَئُ واتان وراڻي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
پاند ۾ پائي، ويو وارو ڪين ڪي."

ان وقت دل چاهيو هو، ته ساز تان ڪپڙو لاهي، يڪتارو ڏسان. پر اِها تمنا پوري نه ٿي. اها تمنا شعور مان لڪي، منهنجي لاشعور ۾ جذب ٿي وئي. ان واقعي کان گهڻو پوءِ، مون ڀٽ ڌڻيءَ جو هڪ بيت پڙهيو:

"سرهيه مرين سوپ ڪي، ته دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال م ڍار،
ڌڙن تيغ ترار، سار ته ستارو ٿئين."

اِهو بيت پڙهڻ کانپوءِ، مون محسوس ڪيو هو، ته جڻ ساز تان ڪپڙو لهي ويو، ۽ سنجهانس يڪتاري بدران رُڪ جي بڙڇي نڪري آئي ـــ اها بڙڇي، هر دور جي تقاضائن موجب ڪڏهن بندوق آهي، ۽ ڪڏهن اسٽين گن، ۽ ڪڏهن مشين گن آهي.

"موڙانهن مَن هاڪاريو، ميڙانهن هي هٿن،
سرنايون ۽ سنڌڙا، پنهي پار پُرن،
کهرن ۽ کهوڙن، رڻ ۾ لانون لڌيون."

مون شاهه صاحب ۽ سندس ڪلام تي مقالو پڙهڻ کان انڪري به ڪيٻايو هئي، جو شاهه لطيف جو ذڪر اچڻ شرط شاهه عنايت شهيد جو ذڪر به ضروري ٿي پوندو آهي. ۽ جڏهن سنڌ ۾ عوامي جاڳرتا جي علمبردار شاهه عنايت شهيد جو ذڪر ڪجي ٿو، تڏهن سنڌ جي ازلي غدارن ۽ ٻاهرين طاقتن جي ايجنٽن ـــ وڏيرن ۽ زميندارن جو حوالو لازمي ٿي پوي ٿو. تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ وڏيرو ايترقدر ننگو ۽ بي لڄيو نه ٿيو آهي، جيترو شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف جي دور ۾ ٿيو هو. شاهه عنايت سنڌ جي تاريخ ۾ پهريون نالو آهي، جنهن ڏتڙيل ساٿين ۽ جهانگين، هارين ۽ نارين کي انقلاب جي محور تي ڪٺو ڪيو. ۽ سنڌ ۾ عوامي سجاڳي ۽ جاڳرتا جو پهريون علمبردار ٿيو. عوام جي اسرندڙ ۽ وڌندڙ طاقت جهوڪ جي پسگردائيءَ وارن زميندارن ۽ وڏيرن جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي. ڪين مسڪينن جي سرتالين ۽ سنڌڙن جي ڪوڙ ۽ شور عانيءَ ۾ رخنو محسوس ٿيو. ۽ پوءِ، ٺٽي جي نواب اعظم خان عوامي طاقت کي چيڀاڙڻ لاءِ جڏهن سنڌ جي زميندارن کي حڪم ڪيو، تڏهن شاهه عنايت ۽ سندس تحريڪ خلاف زميندارن، پيرن ۽ بلوچن جي ميدن وڏو ڪٽڪ هٿيارن پنهوارن سان تيار ڪري موڪليو. مان حيران ٿيندو آهيان، ته

جڏهن نادر شاه احمد شاه ابدالي ۽ زوال پذير مغل سلطنت جا گرانڊ جيترا حاڪم سنڌ تي ڪاهي ايندا هئا، ۽ ڦرلٽ ڪندا هئا، تڏهن زميندارن جي گڏيل طاقت کوڙي اوڙاهه ۾ ڪم ٿي ويندي هئي! تاريخ شاهد آهي، ته سنڌ جي زميندارن هر دور ۾ ٻاهرين طاقتن سان ناتو ڪيو آهي، ۽ پنهنجي وطن جي عوامي قوتن خلاف سٽڪل سٽيو آهي، ۽ پنهنجي ڌرتيءَ سان غداري ڪئي آهي.

نواب اعظم خان جي چرچ تي سنڌ جي زميندارن شاهه عنايت خلاف باقاعدي جنگ ڪئي، ۽ عوامي جاڳرتا جي پهرين علمبردار شاهه عنايت کي شهيد ڪيو. ايفرو ايشيائي ملڪن ۾ تاريخ حڪمرانن جي محتاج رهي آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ شاهه عنايت جي شهادت جو تمام مختصر بيان آهي. پر جني، ۽ جنهن ملڪ ۾ شاه لطيف جهڙا عظيم شاعر پيدا ٿيندا آهن، آئي، ان ملڪ جي گونگي تاريخ کي ڳالهائڻ لاءِ زبان ملي ويندي آهي ـ

"اڄ نه اوطاقن ۾ جاڳر جوڳين جي،
ساري سنياسن کي، روئدين تان رن،
ٻه ٻارنانو، لاهوتي لڏي ويا."

"اڄ نه اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا. موهيون مون مارين،
هو جي جيءُ جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا."

سر ڪيڏاري ۾ قصو ڪربلا جو آهي. پر، اشارو ۽ علامت پهرين عوامي جنگ ۽ شاه عنايت جي شهادت ڏاهن آهي ـ

"کوڙن ۽ کهوڙن جيڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهڪوڻن، ڪڏهن واهيرڻ جا."

"پکو آءٌ نه چوان، ماريو ته وسهان،
ڪاند منهن ۾ ڏڪڙا، سيڪيندي سنهان،
ته پڻ لڄ مران، هولس پٺ ۾."

مون نوجوان کي چيو ته ٻابا مونکان مقالو نه لکايو. مان شاه تي مقالو لکندس، ته شاه عنايت شهيد جو ذڪر ضرور ڪندس. جڏهن شاه عنايت شهيد جو ذڪر ڪندس، تڏهن سنڌ جي وڏيرن ۽ زميندارن جي ضمير فروشيءَ جو حوالو لازمي طرح ڏيندس.، مون کين سمجهائيندي

چيو ته، 'هميشه وانگر اڄ به زميندار ڏاڍا موس آهن. سندن ٻاري يا ته ڏاڙيلن، خونين ۽ چورن سان هوندي آهي، يا پوليس وارن سان. منهنجو مقالو کين پسند نه ايندو. مونکي اڄايو قلم ١١٠ ۾ ٻڌرائيندا، يا پنهنجي لوڏ جي ٻچ ڪندا. مان مسڪين ماڻهو آهيان. ڪهاڻيون ۽ ڊراما لکي گذر بسر ڪندو آهيان. مونکان شاهه تي مقالو لکائي مونکي مصيبت ۾ نه وجهو.'

منهنجي ٻوڏين ڳالهه نوجوانن جي سمجهه ۾ آئي. چيائون، 'چئو سچ پيا. توهانکان مقالو لکائڻ جو ارادو اسين بدلايون ٿا.'

چيومان، 'آهو توهانجو مولتي ۽ منهنجي ڪٽنب تي وڏو احسان آهي. مون اڄ ڪلهه لکڻ ڪان توبهه ڪري، لچڪ رود تي پڪوڙا وڪڻڻ جو ارادو ڪيو آهي. لکڻ جوکم جو ڪم آهي. ادب جا عالم، اڪابر ۽ ٻارکو اتر پار ڪان وچي اڪتا آهن. اڄ ڪلهه ادب جا وڏا نقاد، وڏا ڄاڻو، ۽ ادب جا وڏا ماهر سي آءِ ڊي ۽ انٽيليجنس وارا ٿي پيا آهن. شاهه جو رسالو انٽيليجنس بيورو ۾ سينسر ٿي رهيو آهي. پاڪستان رائيٽرس جي جڄن ۾ ٻه سي آءِ ڊي جا ماڻهو ڪنيا ويا آهن، جيڪي تحريرن کي پرکيندا، ۽ ادبين کي ادبي انعام ڏياريندا. انهن حالتن ۾ مونکان مقالو لکائي، مونکي مارايو نه. مونکي ڏلو نه ڪريو. مونکي ڇڏي ڏيو ته مان پڪوڙا وڪڻان ۽ عزت جي زندگي گذاريان.'

نوجوان پنهنجي ضد تان لٿا. موڪي ويا. ۽ مونکان شاهه تي مقالو لکائڻ بنا هليا ويا، جڏهن هو هليا ويا، تڏهن منهنجيءَ دل تي شاهه سائين جو هيءُ بيت تري آيو:

"جو ڳي تنهنجي جوڳ ۾، ڳال ڳهرجي ڳڃ،
وڍيو، چيريو، چڇريو، ٻرَ ۾ آڻيو ٻڄ،
سونـي پـارج مڄ، جـو آتشا آب ٿني."

---

امر جليل

# پکي

امان مونکي اڄ رات جو ننڊ مان جاڳايو. ڏڪل هئي. ٿڙٻاٽن ۾ چيائين، "ٻاهر اڱڻ ۾ نم جي ڏار تي هڪ پوائتو پکي ويٺو آهي."

پاسو ورائيندي چيم، "چٻرو هوندو. تون ماڻهي ڪري سمهي پءُ."

چيائين، "چٻرو ناهي."

"چٻرو ناهي، نه پوءِ چٻري جو مائٽ هوندو." پکي ننڊ مان جاڳايو هئائين. اک نه پئي کلي. چيم، "مونکي سمهڻ ڏي، امان."

"سمهڻ ڪيئن ڏيانءِ!" امان مونکي ڌونڌاڙيندي چيو، "ٻاهر نم جي ڏار تي هڪ پوائتو پکي ويٺو آهي."

انهن ڏينهن ۾ مونکي وڏين سفارشن کان پوءِ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو نوڪري ملي هئي، ۽ سا به پاپوليشن پلاننگ کاتي ۾، جنهنجو اصلي، يعني جنرڪ نالو فيملي پلاننگ کاتو آهي. جنهن نه مان پهريون دفعو آفيسر ٿيو هوس، تنهنڪري مون 'روميو جوليٽ' پائوڊر جو وڏو ڊٻو خريد ڪيو هو. رات جو سمهڻ کان اڳ بدن کي پائوڊر سان پوت ڪري ڇڏيندو هوس، ۽ پوءِ ڪنهن سهڻي، من موهڻي ليڊي هيلٿ وزٽر جي باري ۾ سوچيندي سمهي پوندو هوس.

جنهن رات اسانجي اڱڻ ۾ نم جي ڏار تي هڪ پوائتو پکي اچي ويٺو هو، ۽ جنهن وقت امان مونکي ننڊ مان جاڳايو هو، تنهن وقت مان غزل نالي هڪ ليڊي هيلٿ وزٽر جي باري ۾ خواب ڏسي رهيو هوس. خواب ۾ هوءَ ايگزيڪيوٽو آفيسر سان سير سپاٽا ڪري رهي هئي، ۽ مان الغوزي تي لوڪ ڌن وڄائي رهيو هوس. امان مونکي ننڊ مان جاڳايو. خواب ٽٽي پيو. امان جي اها حرڪت مونکي بي واجبي لڳي. دل ۾ آيو ته سمجهائي ڇڏيانس، ته سنڌي آفيسر کي ننڊ مان نه جاڳائبو آهي. مان نه فقط تنهنجو پٽ آهيان،

پر وڏين سفارشن کانپوءِ آفيسر ٿيل ته آهيان. پر، دل جي ڳالهه زبان تي نه آندم. پاسو ورائي ڇڏيم.

امان منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو، ”عجيب انسان آهين. ٻاهر نم جي ڏار تي هڪ خوفناڪ پکي ويٺو آهي، ۽ تون پاسو ورائي ننڊ پيو ڪرين!“

”اوهو. تون ته سونکي اجايو پريشان پئي ڪرين!“ بيزار ٿيندي چيم، ”اهو پکي چبرو هوندو. چبري جو ويجهو مائٽ هوندو. چمڙو هوندو. يا خليفي هارون رشيد جو چمڙا پوش روح هوندو.“

”نه، نه.“ امان ورائيو، ”نه چبرو آهي، ۽ نه چمڙو. ڪو بدحد ڀوائتو پکي آهي.“

”هڪ ٽنگ تي بيٺو آهي ڇا؟“

”نه.“

”پلا تقرير پيو ڪري ڇا؟“

”نه.“

”نه پوءِ يقين ڪر، نم جي ڏار تي ويٺل پکي ڪنهن به صورت ۾ ڀوائتو ناهي.“ اڙ کي سمجهائيندي چيم، ”تون ماڙوي ڪري سمهي رهه.“

امان جي ننڊ آڏامي ويئي هئي. هوءَ ڪمري جي دريءَ مان ٻاهر اڱڻ ۾ بيٺل نم جي وڻ ڏانهن نهارڻ لڳي، جنهنجي ڏار تي ڪيس هڪ ڀوائتو پکي ويٺل نظر آيو هو.

مون امان کي چيو، ”اڱڻ واري بتي وسائي ڇڏ. اونده ۾ توکي نه وڻ نظر ايندو، ۽ نه اهو ڏار نظر ايندو جنهن تي تو هڪ ڀوائتي پکيءَ کي ويٺل ڏٺو آهي.“

”مون ڀوائتو پکي ڏسي ورتو آهي.“ امان دريءَ وٽان موٽندي چيو، ”اونده ڪرڻ کانپوءِ به سونکي ان پکيءَ جي موجوگيءَ جو خيال ايندو رهندو.“

”تون وهمي آهين.“ مان اٿي ويهي رهيس ۽ پڇيو سانس، ”ڀوائتي پکيءَ کي ڇا ڪريان؟“

امان وڃي اچي منهنجي سامهون بيٺي. مون ڏانهن ڇتائي

ڏسڻ لڳي. هن ڪجهه دير تائين نه ڳالهايو. مون ڏانهن ڏسندي رهي. سندس گهور مونکي گهائڻ لڳي. مان بيچين ٿيڻ لڳس. منهنجي اندر ۾، شعور ۽ لاشعور جي تهن هيٺان ڪجهه، مڇي وانگر رجڻ لڳو.

مون پنهنجي بيچيني لڪائڻ لاءِ اسان کان پڇيو، ”پڙاءُ نه. مان پوائنٽي پڪي کي ڇا ڪريان؟“

اسان جواب نه ڏنو.

اوچتو هوءَ مونکي اجنبي ۽ اوپري عورت نظر اچڻ لڳي. ٻاهرين اونداهه، ۽ رات جي خاموشيءَ ۾ هوءَ پراسرار روح وانگر محسوس ٿيڻ لڳي. ڪو الڳائل خوف منهنجي وجود ۾ داخل ٿيڻ لڳو. تڏهن مون اسان جو آواز ٻڌو.

چيائين، ”پڪيءَ کي ماري ڇڏ.“

”پڪيءَ کي ماري ڇڏيان!“ مونکان ڇرڪ نڪري ويو. مان اٿي ويهي رهيس، ۽ اچرج مان اُن ڏانهن ڏسڻ لڳس.

”ان پکيءَ تاريخ جي هر دور ۾ توکي دوکو ڏنو آهي.“

اسان چيو، ”هيءَ آخري موقعو اٿئي. وڃ تي وڃ پڪي ماري ڇڏ.“

”اسان ڳالهه ٻڌ.“ مون ماحول جو طلسم ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”منهنجو ڏند ڪٿائن ۽ جنن ڀوتن ۾ ڪو اعتبار ڪونهي.“

اسان جي منهن ۾ گهنڊ پئجي ويو. پرون گڏجي ويس. هوءَ اک ڇنڀڻ بنا مون ڏانهن ڏسندي رهي. چيائين، ”تاريخ ڏند ڪٿا نه آهي، منهنجا بيوقوف پٽ. تاريخ ماضيءَ جو عبرتڪدو، ۽ آئيندي جو سونهو آهي.“

”ان پکيءَ جو تاريخ مان ڪهڙو واسطو آهي؟“

”جيڪو تنهنجو، ۽ منهنجو آهي.“

”مونکي تنهنجي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي. مان سمهان ٿو.“

”جڏهن به اهو پکي نظر آيو آهي، تڏهن تو نند ڪئي آهي.“ اسان چيو، ”هيءَ فيصلو ڪندڙ آخري دور پيو هلي. توکي پکيءَ کي مارڻو پوندو، يا پکي توکي ماري ڇڏيندو.“

اسان جي ڳالهه ٻڌي مونکي حيرت ٿي. اسان جي عمر اچي

سال هئي. دل ۾ سوچيم، چوندا آهن: اسي مٽ ڪسي، اسان کي شديد خفخان ٿي پيو آهي، تنهنڪري وڦلي پئي.

”نوڪي ان ٻڪيءَ کي مارڻو پوندو.“ اسان الماڙيءَ ڏانهن وڌي ويئي. الماڙيءَ جا طاق کولي ڏنالي بندوق ڪڍي آئي. بندوق ۾ ٻه ڪارتوس پري، سونکي ڏيندي چيائين، ”وڃ، ٻڪيءَ کي وڃي ماري ڇڏ.“

مون بندوق وٺي اسان ڏانهن ڏنو. پڇيومانس، ”ٻڪيءَ کي مارڻ سان سهنجي نوڪري خطري ۾ ته نه پوندي؟ وڏين سفارشن ڪانپوءِ ته نوڪري ملي آهي!“

اسان اٿلي پئي. ڪنبڻ هٿن سان بندوق سونکان کسي ورتائين. ڪجهه ڪاوڙ ۽ ڪجهه ملامت واري لهجي ۾ چيائين، ”تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ تون ايترو ڇسو، وائڙو ۽ بيوقوف نه هئين، جهڙو هن دور ۾ آهين. آهين ته سنهنجو ئي پٽ، پر سونکي تنهنجي غيرت تي شڪ ٿيڻ لڳو آهي.“

سنهنجي ننڊ ڦٽي ويئي هئي. مان نوائي ٿي اسان ڏانهن ڏسندو رهيس.

اسان اڳيان ڏانهن ويندي چيو، ”پوائنٽي ٻڪيءَ کي مان ٿي ماريان. اڄ ڪانپوءِ تون پاڻهيون پاڻي ڇڏجانءِ.“

اسان ڪمري مان نڪري ويئي، ۽ وڃي وڃ اڱڻ ۾ بيٺي.

مان ڊوڙندو، سندس پويان وڃي بيٺس. اسان وچ اڱڻ ۾ بيٺي هئي. بندوق جو ڦنڊاڪ ڪلهي سان لڳائي نم جي ڏار حي چشت ورتي هئائين، جنهنتي ڪو خوفناڪ ۽ پوائنٽو ٻڪي ڏٺو هئائين.

مون ٻڪيءَ ڏانهن چتائي ڏٺو. سنهنجي حيرت جي ڪا حد نه رهي. اسان جنهن ٻڪي کي پوائنٽو پاڻيو هو، سو ٻڪي ڳيرو هو.

مون بندوق جي ناليءَ ۾ هٿ وجهندي اسان کي چيو، ”نم جي ڏار تي ويٺل ٻڪي ڳيرو آهي- ڳيرو، امن جو ٻڪي آهي. امن جي علامت آهي.“

”اهو ٻڪي اسان لاءِ سڀ کان پوائنٽو ٻڪي آهي.“ اسان بندوق ڇڏائيندي چيو، ”اهو ٻڪي اسانجي وجود جو ويري آهي. مان ڪيس

ضرور مارهندس.“

ان ڪان اڳ جو اسان گهوڙي تي زور ڏيئي ڪارتوس ڇوڙي ڇڏي، سون هٿ وڌائي اڳين جي ٻئي وسائي ڇڏي. هڪدم گگهه اونده ڇانئجي ويئي.

”اهو ڇا ڪيئه، بيوقوف!“ اسان رڙ ڪئي.

اونده ۾ خاموشيءَ ۾ سون ٻڪيءَ جي پرواز جو پڙڪو ٻڌو. ٻڪي اڏامي ويو.

سون ٻئي ٻاري ڇڏي. اسان ڏک، ڪاوڙ ۾ ارمان وچان چيو، ”اهو ڇا ڪيئه، اهو ڇا ڪيئه!“

سون ڪيس سمجهائيندي چيو، ”هيءَ ڪينٽونمينٽ جو علائقو آهي. فوجي ڇاوڻيءَ جو علائقو آهي. بندوق جو آواز ٻڌي فوج جا ڳيي پوي ها، ۽ پوءِ سنهنجي نوڪري خطري ۾ پئجي وڃي ها. وڏن سفارشن ڪانپوءِ ته سان افيسر ٿيو آهيان!“

اسان بندوق سان ڪارتوس ڪڍي اڇلائي ڇڏيا. خالي بندوق سونکي ڏيندي چيائين، ”سان نوڪي پاراتو نه ٿي ڏيان پٽ. ٻر سان محسوس ٿي ڪريان ته ڪجهه عرصي ڪانپوءِ تون لولو لنگڙو ٿي پوندين، تڏهن هيءَ بندوق لٺ بدران استعمال ڪجان.“

سون نيم جي ڏار ڏانهن ڏٺو. سونکي خوشي ٿي ته ٻڪي صحيح سلامت اڏامي ويو هو.

---

■ اڄ جو عالمگير تخليقي ادب سچ آهي، سچ جو حامي آهي. اهڙي ادب جو هر هنڌ قدر آهي. پر اسانجي اديب کي سچ لکڻ جي عيوض مصيبت ڪچيءَ ۾ پوندي آهي. اسانجو اديب سچ لکي، پنهنجي مٿان، ڊيموڪليس جو خنجر ڪچي ڌاڳي ۾ ٻڌي لٽڪائي ڇڏيندو آهي. جيڪو اديب سچ لکندو آهي، تنهنکي باغي، تخريب پسند، ۽ Dangerous سمجهيو ويندو آهي.

— اهو جليل، مضمون، ’اهنڌ سچ جي لام‘

امر جليل

ڪهاڻي

# ساڙو ساڙو ساهه

هيءُ منظر يونيورسٽيءَ جي آرٽس فيڪلٽيءَ مان ذري گهٽ سمورن ڇوڪرن، ڇوڪرين، ۽ ليڪچرارن ۽ پروفيسرن ڏٺو.

سامهون ميدان ۾، اٺن - ڏهن ڇوڪرن جي هٿن ۾ خُردم، هاڪيون، بيٽ جا لڪڻ ۽ ڪليل چاقو هئا. هو گولائيءَ ۾ بيٺا هئا. سندن وچ ۾ مجيد ڌرتيءَ تي اونڌي منهن ڪريو پيو هو. سندس ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿي ويا هئا. قاتل ڪپڙن مان ظاهر ٿيندڙ جسم جي ڪُل لهي وئي هئس. سندس سَنڌ سَنڌ مان رت ٽمي رهيو هو.

گولائيءَ ۾ بيٺل شاگردن مان هڪ شاگرد جي هٿ ۾ پستول هو. هن آرٽس فيڪلٽيءَ جي ورانڊن ڏانهن پستول سڌو ڪندي پنڌ پهه ڇوڪرن، ڇوڪرين ۽ اُستادن کي رڙ ڪري چيو، ”جيڪو شخص عوامي اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي مخالف ڪندو، تنهن جو مجيد جهڙو حال ڪيو ويندو.“

جنهن شاگرد پستول تاڻي سوين شاگردن کي هيسائي ڇڏيو هو، سو قد جو ٻندرو هو. نڪ نبات جهڙو هوس. چپ ٿلها، اکيون ڇنجهيون، ۽ نڪ شرناءِ جهڙو هوس. منهن جي ڪُل گهاٽن مونئڙن سبب گهنجي وئي هئس. هو پرهان ڏسڻ ۾ هوبهو ڪريلي جهڙو ٿي آيو. هنجو اصلي نالو مان توهانکي نه ٻڌائيندس. هين ڪهاڻيءَ ۾ پاڻ سندس ذڪر قاسم جي نالي سان ڪنداسين.

قاسم پنهنجي هڪ ساٿيءَ کان خردم ورتي، وٺي مُٺ ۾ قابو ڪري هوا ۾ ڦيرائيندي وڏي واڪ چيو، ”سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو اسان خاتمو ڪري ڇڏيو آهي. آهي ڪٿي ڪو مجيد جو ساٿي ـــ سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو ڪو ميمبر؟“

آرٽس فيڪلٽيءَ جي ورانڊن ۾ بيٺل شاگردن جو ساهه سُڪي ويو. جن سڙهالن ۾ ڳالهايو ٿي، سي خاموش ٿي ويا.

قاسم ڪريلو آرٽس فيڪلٽيءَ جي عمارت آڏو ٻرانگهه ڪولي بيهي رهيو. پوءِ هن هٿ مٿي ڪري پستول مان ٻي هوائي فائر ڪيا. وراڻدن ۾ بيٺل شاگردن ۽ استادن ۾ ڀڄ ڊُڪ پئجي وئي.

”ڏرو. منهنجي ڳالهه ڪن کولي ٻڌي ڇڏيو. اسين، عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا شاگرد نئين پاڪستان جي نئين سنڌ جا مالڪ آهيون. قاسم ڪريلي چيو، ”اڄ کانپوءِ ڪوبه شخص، شاگرد يا استاد، يونيورسٽي ڪيمپس ۾ سنڌ جو نالو نه ڪڍندو. جيڪو جئو ’جيئي سنڌ‘ چوندو، تنهنجي زبان تارونءَ مان ڇڪي وٺبي.“

شاگرد ۽ استاد آهستي آهستي ٿي وراڻدن مان کسڪڻ لڳا. هو عمارت مان نڪري ساموهون واري بس اسٽاپ تائين وڃڻ بدران، هيسيل ۽ ڊنل، عمارت جي پوئين پاسي کان نڪري، ايڊمنسٽريشن واري بس اسٽاپ ڏانهن وڃڻ لڳا. ٿوري دير ۾ وراڻدن مان اڌوڙ شاگرد ۽ ڪافي تعداد ۾ استاد هليا ويا.

قاسم ڪريلو موٽي وڃي پنهنجن سائين وٽ بيٺو، جيڪي قاسم جي مٿان ڳجهن وانگر ڪانپي ڪيڏي بيٺا هئا.

قاسم سڌو مجيد جي مٿان وڃي بيٺو. ڪجهه دير تائين ڏانهس ڏاڍي نفرت ۽ حقارت سان ڏسندو رهيو، پوءِ پستول کابي هٿ ۾ جهلي، ساڄي هٿ سان خردم ڦيرائي، سموري طاقت سان مجيد جي چمرٻل چچريل ٻنيءَ تي وهائي ڪڍيائين. مجيد جي رت هاڻ چٽيل چپن مان آهه نڪري وئي. هو کهڙي ڪن لاهه ڦٿڪي پيو. خردم جو ڌڪ ايڏي شدت سان لڳو هوس، جو ڪرنگهي وٽان سموري فسص ذرا ذرا ٿي ويس. هن پاسو ورائي پنهنجي مٿان بيٺل ائن۔ ڊمس جڻس ڏانهن ڏٺو، جيڪي ڪيس رتو رت ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي ڪاميابيءَ تي خوش ٿي رهيا هئا.

ڪريلي وڏي اچي پنهنجو پير مجيد جي سيني تي رکي ڇڏيو. سندس ساڻن لهڪ ڏنو.

ڪريلي خردم جو لوهي ڳنڊ وارو پاسو مجيد جي منهن ۾ هڻندي چيو، ”اڄ کان توهانجي سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو دور ختم ٿيو، ۽ سنڌ عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو دور شروع ٿيو

آهي." اسين نئين سنڌ جا مالڪ آهيون."

مجيد ويٺيءَ سان پنهنجن چپن تان رت اُگهي، ڪربلي ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. اکين جي ڀنڀٽين ۾ رت جا ذرڙا ڄمي ويا هئس. هو ڇنڀيءَ طرح ڪربلي کي ڏسي نه سگهيو. هن هٿ جي ترڻيءَ سان اکين تان رت اُگهي ڇڏيو. ڪيس ڪربلو ڇتو ڏسڻ ۾ آيو.

ڪربلو پنهنجي هڪ ساٿيءَ کان چاقو وٺي، هيٺ جهڪي مجيد جي منهن ۾ ڏسڻ لڳو.

مجيد جو سڄو منهن ٿونشن ۽ ٻيد جي لڪڻ لڳڻ سبب ڦاٽي پيو هو. مٿي ۾ هاڪيون ۽ خردمن جا لوهه لڳا هئس. مٿي ۾ نرڙ سان وهندڙ رت منهن جي سوڄ ۽ نيراڻ سان ملي، وڌن ۾ پرجي ويو هوس. ڪيس ايترا ڏڪ لڳا هئا، جو ڏکن جو احساس ختم ٿي ويو هوس. هن ڪنڌ پاسيرو ڪري رت جي ڳرڙي ڪري ڪربلي ڏانهن ڏٺو.

ڪربلي چيس، "مجيد، جيڪڏهن اسين تنهنجا آنڊا ڪڍي ڇڏيون، تڏهن به اسانجو وار ونگو ٿي نه سگهندو."

"تون فقط منهنجا آنڊا ڪڍي سگهندين، قاسم." مجيد ڀڳل ڏٽل لهجي ۾ چيو، "پر، تون تاريخ جا آنڊا ڪڍي نه سگهندين. تاريخ تنهنجا آنڊا ڪڍي ڇڏيندي."

قاسم ڪربلي، مجيد جي منهن ۾ ٿڪ هڻي ڪڍي.

مجيد ٻئي هٿ پنهنجي سيني تي ڪپاهل قاسم جي ٽنگ ۾ وجهي ڇڏيا، ۽ پوءِ رهيل کهيل سموري سگهه سان قاسم جي ٽنگ کي مروڙي، قاسم کي پنهنجي پاسي ۾ ڪيرائي ڇڏيو. قاسم ڪربلو چوطاق ڪرڻ کانپوءِ واٺڙو ٿي ويو. مجيد پاسو ورائي مٿان وڃي پيس. ان جدوجهد ۾ مجيد جي اکين آڏو اوندهه اچي وئي.

هڪ ٽلهي، ٻيدولي، ۽ پوائنٽي شاگرد، جنهنجي منهن تي وڏيون وڏيون سڄون هيون، ۽ ٻاڻ ڪنهن وڏيري جي اولاد لڳي رهيو هو، تنهن پوري زور سان مجيد کي پاسرائين ۾ لت وهائي ڪڍي.

مجيد عذاب ۾ ٻڏو ٿي ويو. گوڏا وڃي سيني سان لڳس. قاسم ڪربلي موقعو وٺي هڪدم منهن تي پستول جي نالي هڻي ڪڍيس. لوهي نالي نڪ تي لڳس، ۽ نڪ مان رت ٽيڙيون ڪري وهڻ لڳس. مجيد ٻئي هٿ منهن تي رکي قاسم جي مٿان هڻي ويو. ٿلهي ۽ ڊوائتي شاگرد، کيس پيٽ ۾ لت هڻي ڪڍي، ۽ هو ٽڪ کائي ٻيءَ پر وڃي مٽيءَ ۾ ڪريو.

قاسم ڪربلو ڪپڙا ڇنڊي اٿي بيٺو. هو هڪ گهڙيءَ جي شڪست ۾ ٻُجهڻ لڳو. هو اٺن - ڏهن سنڌ عوامي اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي پهلوانن جو اڳواڻ هو. کيس پنهنجي ڪيرڻ جي احساس ڏاڍ ڏيئي ڇڏيو. هو ذري گهٽ ڇتو ٿي پيو. هن هيٺ جهڪي چاقوءَ جو ڦرو مجيد جي اونڌڙيءَ ۾ اٽبي، سٽ ڏيئي، سندس نرڙ کي ڦاڙيندي، چاقوءَ ٻيءَ اونڌڙيءَ ۾ وڃي ٽنبيو.

تڏهن هڪ آهه يونيورسٽيءَ جي بيرحم ۽ سخت ڏونگرن سان متو هڻندي، پڙاڏا ڪندي، ڪارونجهر ۾ لاکي ڦلاڻيءَ جي آهه سان وڃي ملي.

قاسم ڪربلي، سندس بهادر ساٿين، ۽ وراندن ۾ بيٺل، بچيل سچيل شاگردن آرٽس فيڪلٽيءَ جي ٻاهرين ٿلهه ڏانهن ڏٺو، جتان عرش کان اوچي آهه ابري هئي.

ٻاهرين ٿلهه وٽ هڪ سانوري ڇوڪري بيٺي هئي. کيس ڇيٽ جا ڪپڙا پاتل هئا. سندس ٻئي هٿ ٿلهه ۾ قابو ٿي ويا هئا، ۽ هوءَ ٿلهه جي موزيڪ سان لڳي روئي رهي هئي. جنهن وقت قاسم ڪربلي مجيد جي لونڌڙيءَ ۾ چاقو ٽنبي، سٽ سان سندس نرڙ چيري ڇڏيو هو، تڏهن هن چاهيو هو ته هوءَ ٻوڙندي وڃي، ۽ مجيد کي پنهنجن ٻانهن ۾ جهلي، سندس رتوڇاڻ منهن پنهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏي. پر هوءَ ائين ڪري نه سگهي هئي. صدين جي روايت کي ٽوڙي نه سگهي هئي. ٽوڙي سگهي هئي، نه پنهنجي دل! جڏهن ضبط ڪري نه سگهي، تڏهن هڪ آهه سندس اندر مان ابرندي هوائن کي چيريندي، جبلن ٽڪرن مان وچڙندي، آڪاس تائين هلي وئي هئي. هوءَ ڦٿڪندڙ دل، ۽ آلين اکين سان ميدان ڏانهن ڏسي رهي

هئي، جتي مجيد ڌرتيءَ تي پيو هو، ۽ قاسم ڪريلو ۽ سندس سورهيه ساٿي دائري ۾ بيٺا هئا.

”ثريا، ڏسي ڇڏي مجيد پڙوي، جي حالت. قاسم ڪريلي مجيد ڏانهن اشارو ڪندي رڙ ڪري چيو، ”هن ماءُ جي.... تنهنجين اکين ۾ شاهه لطيف جو سُر سارنگ ڏٺو آهي. تون ئي سمجهائينس ته سائينءَ جو هٺ تي ۽ اسانجي مخالفت ڇڏي ڏئي ورنه بڇڙو ڪري مارينداسينس.“

ثريا روئيندي رهي. هوءَ مجيد سان گڏ سوشيالاجي ڊپارٽمينٽ ۾ پڙهندي هئي. هوءَ سانوري، جنهنجي اکين ۾ مقناطيس جهڙي ڪشش هئي، ۽ جنهن تي يونيورسٽيءَ جا اڌ کان وڌيڪ شاگرد ۽ استاد عاشق هئا، سا فقط مجيد لاءِ ماندي هئي. ڪيس فقط مجيد وڻيو هو، جيڪو خالي پيرڊن ۾ ۽ سوڪل کان پوءِ ڪيس شاهه لطيف جي بيتن جي عجيب ۽ حيران ڪندڙ معنيٰ ۽ مفهوم ٻڌائيندو هو. مائس ڇيگيوارا، هوچي منه، ياسر عرفات، ۽ جپان جي آپگهاتي گوريلن جون ڳالهيون ڪندو هو. ۽ پوءِ جڏهن سرڪاري ڪامورن وڏن فنڊن سان عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي وجود ۾ آندو، ۽ شاگردن کي واڳُن، پينڊين ۽ پٽائن وانگر خريد ڪرڻ شروع ڪيو، تڏهن ثريا سمجهي ويٺي هئي، ته مجيد جنهنجو وچن وڙهيچن سان آهي، سو سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ڇڏي، ڪنهن به آڇ، ڪنهن به لالچ ۽ ڪنهن به واعدي تي عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل نه ٿيندو.

مجيد عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل نه ٿيو هو. هن عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي اڳواڻن ۽ سرپرستن جي هر ڪا آڇ ٺڪرائي ڇڏي هئي. هن پاڪستان جي شاگرد وفد سان گڏ آمريڪا ۽ يورپ گهمڻ جي آڇ ٺڏي، پنج سو رپيا مهيني جي ڪيسي خرچيءَ جي لالچ ٺڏي ڇڏي. هونڊا موٽر سائيڪل ۽ ويسپا اسڪوٽر جي پيشڪش ٺڏي ڇڏي. هو سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو سيڪريٽري جنرل هو. هن پالڪي وڪڻڻ بدران عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي مخالفت ۾ پيهاري ڇڏيو. ڪيس ان مخالفت جي قيمت جي خبر هئي. هو قاسم ڪريلي ۽ سندس ساٿين

سان اڪيلي سر وڙهي، فرد جي اهميت، ۽ انفراديت متعلق پنهنجي نظريي کي سچو ثابت ڪري رهيو هو. هو اڪثر چوندو هو ته: قومون، گروهه، ۽ جماعتون شڪست کائي سگهن ٿيون، پر فرد هڪ هيڪلو انسان ڪڏهن به شڪست کائي نه ٿو سگهي. هو ڄڻ ته ٽيڪ ڪانپوءِ به پنهنجي نظريي تي قائم هو.

قاسم ڪربلي جي حڪم تي ٻن ڄڻن مجيد کي ٻانهن کان جهلي، ڇڪي، اٿاري بيهاريو.

بيهڻ شرط سمورو يونيورسٽي ڪيمپس مجيد جي نگاهن ۾ ڊڪي ويو. هن رت هاڻين اکين سان آرٽس فيڪلٽيءَ جي عمارت ڏانهن ڏٺو. سموري عمارت ڪيس ڏڪندي ۽ ويڙهيل نظر آئي. هن ويٺي جي پٺ سان اکين تان رت اگهي، ٻيهر عمارت ڏانهن نهاريو. ڪيس عمارت ڪجهه ڪجهه چٽي نظر اچڻ لڳي.

”مجيد، سوئر جا پٽ، ماءُ جا ـــ غور سان ڏس. سامهون ٿله وٽ ثريا رنڊي بيٺي آهي، جنهنجي اکين ۾ تو شاهه جو سر سارنگ ڏٺو آهي.“ ڪربلي خارن مان مجيد کي وارن کان وٺي ڌوڏائيندي، ۽ ڏند ڪرٽيندي چيو، ”تون جيڪڏهن اسانجي مخالفت بند نه ڪندين، ته خدا رسول جو قسم آهي، اسين ثريا کي زوريءَ کڻي وينداسين، ۽ پوءِ خبر اٿئي، اسين ساڻس ڪهڙي تعدي ڪنداسين؟“

”قاسم.“ مجيد ساڻي ساهه سان ۽ ٿڪل ٽٽل لهجي ۾ چيو، ”توهين ثريا سان اهائي تعدي ڪندا، جيڪا جميله ۽ ليلا سان فرانسيسي ۽ يهودي دهشت پسندن ڪئي هئي. انڪان وڌيڪ توهان ثريا سان ڪابه تعدي ڪري نه سگهندا.“

قاسم ڪربلي، پر ڪري مجيد کي منهن ۾ چماٽ وهائي ڪڍي. پنهنجي ساٿين کي حڪم ڏيندي چيائين، ”اڙي وٺي هلو ماءُ جي کي فيڪلٽي بلڊنگ ڏانهن.“

پوءِ، اٺ ـ ڏهه عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا پهلوان، ۽ جوڌا جوان هيڪلي مجيد کي لتون، مڪون، ۽ ٺونشا هڻندا، ڌڪا ڏيندا آرٽس فيڪلٽيءَ جي عمارت ڏانهن ٺيلهيندا آيا. هو جڏهن عمارت جي ڏاڪڻ پرسان پهرين ٿله وٽ پهتا، تڏهن ڪربلي جي حڪم تي

بيهي رهيا. ڪريلي مجيد جي وارن ۾ مٺ وجهي، سندس منهن مٿي ڪندي چيو، "ڏس، ٿلهه وٽ ڪير بيٺي آهي؟"

ايترن ڏکن کائڻ کانپوءِ به مجيد هوش ۾ هو. مدامت ۾ هو. هن ٿلهه ڏانهن ڏٺو.

ٿلهه جي ميوزڪ تي منهن رکي ثريا روئي رهي هئي.

مجيد قاتل، چيريل ۽ ڇتيل چهن سان مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي انگريزيءَ ۾ چيو، 'Forgive them o' Lord for they donot know what they are doing."

ان وقت هڪ ڇوڪري، ڪپس پٺڻ تي هاڪي وهائي ڪيڏي ۽ هو بولائيون کائيندو سڌو وڃي ثريا جي پيرن وٽ ڪريو.

ثريا صديءَ جي قدامت پرست روايتن جا ڪوٽ ڪيرائي ڇڏيا. هن، مجيد جو رتوڇاڻ منهن پنهنجن هٿن ۾ سيني ۾ لڪائي ڇڏيو.

گهڙي کن لاءِ آرٽس فيڪلٽيءَ جي وراندي ۾ چوپول ٿيو، ۽ پوءِ خاموشي ڇانئجي ويئي.

"پنهنجي ــــ جي حياتي چاهين ٿي، ته سمجهائينس. بڙي وڃي. عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي مخالفت ڇڏي ڏي." ڪريلي ثريا کي چيو، "مجيد جيستائين عوامي اسٽوڊنٽس جي حمايت ۾ بيان نه ڏيندو، تيستائين کيس يونيورسٽي ڪيمپس سان جيئري ٻاهر وڃڻ نه ڏينداسين."

ثريا ڪين جواب نه ڏنو. هوءَ روئيندي رهي.

"سمجهائينس. ميس ميس نه ڪر." قاسم ڪريلي ثريا کي چيو، "اجايو مفت ۾ مارجي ويندو."

"مجيد، مجيد." ثريا ساهه روڪي، سڏڪن ۾ چيو، "مون کان عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي حمايت ۾ ڪجهه لکرائڻ ٿا چاهين."

مجيد جي نرڙ سان وهندڙ رت ثريا جي قميص جو آڳو آلو ڪري ڇڏيو. ثريا سندس منهن پنهنجي سيني کان ڌار ڪندي چيو، "مجيد، آئيون ڪرل. مونڏانهن ڏس."

مجيد رت هاڻيون اکيون کولي ثريا ڏانهن نهاريو. هوءَ مجيد جي اکين ۾ تڪليف جو احساس ڏسي نه سگهي.

مجيد مُرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”اڄ ٻه وايون ڪن، ولهارا وڃڻ جون.“

”ائين نه چئه، ائين نه چئه.“ ثريا مجيد جو چيريل چچريل منهن وري پنهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو. پوءِ، قاسم ڪربلائي ڏانهن ڏسندي چيائين، ”ڏسو ته توهان مجيد کي ڇا ڪري ڇڏيو آهي. هينئر ڪانئس پنهنجي حمايت ۾ بيان ٿا ڪڍايو!“

”ها. جيستائين دم ۾ دم اٿس، ڪيس هر حال ۾ عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي حمايت ۾ بيان ڪڍڻو پوندو.“ قاسم پستول سڌو ڪندي چيو، ”نه ته، مجيد جو موت يقيني آهي.“

مجيد ثريا جي سيني سان منهن ڪڍي، وسامندڙ اکين سان قاسم ڏانهن ڏسندي، تمام جهيڻي آواز ۾ چيو، ”مونکي موت جي باري ۾ ڪجهه ٻڌاءِ، قاسم.“

”موت!“ قاسم حيران ٿي ويو. چيائين، ”موت، بس موت آهي.“

”توکي خبر ناهي، قاسم، ته ڪجهه. انسان لاءِ موت ابدي زندگيءَ جو سبب ٿي پوندو آهي!“

”بڪواس نه ڪرين.“

”۽ ڪجهه ڪافرن لاءِ زندگي ڇٽڻي ڇٽڻي ٿي مرڻ جو سلسلو ٿي پوندي آهي.“

”مٺي ٿي هاڪيون لڳيون اٿئي، تنهنڪري وڦلين پيو.“

مجيد ساڻو ٿي، پالڪي ثريا جي پيرن وٽ ڏاڪي تي ڇڏي ڏنو. ثريا جي دل سيني ۾ ڦٿڪي اٿي. هن رئو ڦاڙي، مجيد جي نرڙ تي رکيو.

جنهن ٿاهي، ۽ بيڊزلي شاگرد مجيد کي پاسرائين ۾ لت هڻيس هئي، تنهن وڏي اچي ڪربلائي جي ڪن ۾ ڪجهه چيو.

ڪربلائي هڪدم منهن ورائي پوئتي نهاريو.

پريان، ڪاري رنگ جي هڪ سرڪاري ڪار اچي رهي

هئي. ڪار، آرٽس فيڪلٽيءَ جي عمارت کان ڪجهه پرڀرو بيهي رهي.

ڪريلو ۽ سندس ساٿي ڪار ڏانهن هليا ويا.

ثريا مجيد کي ڪلهي کان وٺي ڏونڌاڙيندي سڏ ڪيو، ”مجيد، مجيد.“

مجيد اکيون کولي ثريا ڏانهن ڏٺو. پوءِ جهيڻي آواز ۾ چيائين، ”سونکي هتان وٺي هل، ثريا.“

”پر....“

”دير نه ڪر، ثريا. سونکي ڪيمپس مان وٺي هل.“

”پر مجيد، هو قاسم....“

”مان ڪجهه دير ڪانپوءِ مري ويندس.“ مجيد چيو، ”سونکي چهن سالن جو هڪ ننڍڙو پاڻ آهي. مان هنجي سامهون پويان پسام پورا ڪرڻ چاهيان ٿو.“

”ائين نه چئه، ائين نه چئه مجيد.“ ثريا روئي پئي. چيائين، ”تون نه مرندين. مان توکي مرڻ نه ڏيندس.“

”اسان رڻ ۾ لائون لڏيون آهن.“ مجيد آهستي آهستي چيو، ”سونکي سهارو ڏيئي، آٿاري بيهار، ثريا.“

”پر، قاسم چيو آهي، ته تون جيستائين عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي حمايت ۾ بيان نه ڪيندين، تيستائين توکي ڪيمپس مان ٻاهر وڃڻ نه ڏيندا.“

”سونکي ڪوبه روڪي نه سگهندو.“ مجيد چيو، ”مان پنهنجي پاڻ ڏانهن ويندس. سونکي اٿاري بيهار ثريا.“

ثريا مجيد کي ٻانهن جو سهارو ڏيئي اٿارڻ جي ڪوشش ڪندي، اک ٽيٽ ڪري قاسم ڪريلي ۽ سندس ساٿين ڏانهن ڏٺو.

قاسم ڪريلو ۽ سندس ساٿي سرڪاري موٽر ۾ ويٺل هڪ نوجوان ڪاموري سان ڳالهائي رهيا هئا.

ثريا ڪوشش ڪري مجيد کي اٿاري ويهاريو. پوءِ ڪيس پنهنجي ٻانهن ڏيندي، ٿلهه جو سهارو وٺندي، آهستي آهستي اٿاري بيهاريو. پيرڻ تي پيهي شرط مجيد کي اکين آڏو اونده اچي وئي.

ڦوهل چاڪ چڪي پيس. ڪرڻ ني هو، جو ثريا سهارو ڏيئي، ٿله جي ميوزيڪ سان ٻهاري ڇڏيس.

مجيد ساٿي ساهه سان ٻاڦ سنڀالي ورتو. ٻوءِ هڪ هٿ ثريا جي ڪلهي تي رکي، ٻئي سان سيني جي زخمن مان وهندڙ رت کي روڪيندي، هو ٿله وٽان هٽي ويو، ۽ ٻوءِ ٽي ڏاڪا لهي، فيڪلٽي عمارت جي سامهون ميدان ۾ وڃي بيٺو.

وراڻين ۾ بيٺل ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو وات ڦاٽي ويو. هو اچرج وچان مجيد ۽ ثريا ڏانهن ڏسڻ لڳا.

مجيد ٿڙندو ٿاٻڙندو، ثريا جو سهارو وٺندو فيڪلٽي عمارت جي سامهون رستي جي وچ ۾ وڃي بيٺو. آٿان، ڦري، قاسم ڪربلائي ۽ سندس ساٿين ڏانهن منهن ڪري بيهي رهيو.

قاسم ڪربلو ۽ سندس سورهيه ساٿي نوجوان ڪاموري سان ڳالهائي ڳدڳد ٿي رهيا هئا. ڪامورو سندن ڪارڪردگيءَ تي خوش هو. ۽ کين چئي رهيو هو، ”توهين نئين پاڪستان جي نئين سنڌ جو نئون نسل آهيو. اوهين انقلابي شاگرد اسانجي سڀ کان وڏي طاقت آهيو، قوت آهيو. توهان سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن کي مڪمل طرح ختم ڪري وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي، ۽ خاص ڪري اڄ ته توهان ڪمال بهادريءَ جو ثبوت ڏنو آهي. اهڙا جوڌا جوان ورلي پيدا ٿيندا آهن.“

ڪربلي خوش ٿيندي چيو، ”سائين، اسين اوهانجا ٻانها آهيون.“

ڪاموري هڪدم چيو، ”قاسم، تنهنجو هيءُ ٽولو، تنهنجي سربراهيءَ ۾ اسين يورپ جي دوري تي موڪليندا سين.“

”مهرباني،“ سيني سرويچن هڪ زبان ٿي چيو.

”توهانکي امتحان ڏيڻ جي ضرورت نه ناهي.“ ڪاموري چيو، ”هن سال توهانکي ڊگريون بنا امتحان جي ملنديون.“

”مهرباني، مهرباني.“

”اسان توهان سڀني لاءِ گزيٽيڊ نوڪرين جو به بندوبست ڪري ڇڏيو آهي.“

”لک ٿورا، سائين.“

”توھانکي پلاٽ ۽ پرمٽون بہ ڏيئون ويندئون.“

”سائين.“ ھڪ ڄاڻي شاگرد چيو، ”مونکي ڪجھہ نہ گھرجي. مونکي فقط ڪنھن ٿاڻي جو صوبيدار ڪرائجو.“

”سڀاڻي آرڊر منھنجي آفيس مان ڪٺي وڃجانءِ.“

”۽ سائين، مونکي ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن آفيسر لڳرائجو.“

”تون بہ آرڊر سڀاڻي منھنجي آفيس مان وٺي وڃجانءِ.“ پوءِ قاسم کان پڇيائين، ”قاسم توکي ڪا خاص نوڪري وغيرہ نہ گھرجي ڇا؟“

”مونکي چانور ۽ بناسپتي گيھہ سمگل ڪرڻ جي پرمٽ وٺي ڏيو،“ قاسم ڪرپلي چيو.

نوجوان ڪاموري ٽھڪ ڏنو. چيائين، ”تنھنجي لاءِ اھو ڪم بہ ڪبو. باقي مجيد جو ڇا ٿيو؟“

”مونکي آما ڏسال ڪيڊي اٿئون، جو سڄي چمار ياد رکندو.“

”عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي حمايت ۾ بيان ڏنو اٿائين؟“ نوجوان ڪاموري چيو، ”جيڪڏھن بيان نہ ڏنو اٿئين، تہ پوءِ حرامزادي کي Torture ڪري بہ بيان وٺو. اھو تمام ضروري آھي. مجيد سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو جنرل سيڪريٽري آھي. سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن کي مڪمل طرح ختم ڪرڻ لاءِ ضروري آھي تہ مجيد کان عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي حمايت ۾ بيان ڪڍائجي.“

”بيان ڪيئن نہ ڏيندو، سائين!“ قاسم ڪرپلي چيو، ”اسان چيو اٿس تہ جيڪڏھن عوامي اسٽوڊنٽس جي حمايت ۾ بيان نہ ڏيندو، تہ کيس جيئري يونيورسٽي ڪيمپس مان ٻاھر وڃڻ نہ ڏينداسين.“

”مان يونيورسٽي ڪيمپس مان ٻاھر وڃي رھيو آھيان، قاسم.“ مجيد رھيل سھيل سگھہ سان وڏي واڪ چيو، ”مان وڃي رھيو آھيان.“

قاسم ڪرپلي ۽ سندس ساٿين کان ڇرڪ نڪري ويو. ھنن ھڪدم منھن ورائي مجيد ڏانھن ڏٺو. مجيد بس اسٽاپ ڏانھن وڌي رھيو ھو. سامھون بس اچي رھي ھئي.

قاسم ڪرپلي پستول ڪڍو ڪيو. رڙ ڪندي چيائين، ”بس

ڏانهن وک وڌائيندين، ته اقت مارينديوسانءِ."

بس، بس اسٽاپ وٽ اچي بيٺي. مجيد ثريا جو سهارو وٺندو، آهستي آهستي بس ڏانهن وڌڻ لڳو.

"بيهي رهه مجيد." قاسم چيو، "نه ته مان گولي نه هلايانءِ."

مجيد بس وٽان منهن ورائي، بوٿڻي نهاريندي چيو، "سيٺي جوين ڏينهن، جڏهن سچو سفر هليا."

"ته پوءِ مرڻ لاءِ تيار ٿيءُ." قاسم پستول جي گهوڙي تي آڱر رکي.

"نرس." ڪاموري ڪيس گولي هلائڻ کان روڪي ڇڏيو. چيائين، "مجيد کي وڃڻ ڏيو."

مجيد بس جي فٽ بورڊ وٽ ڪري پيو. ثريا ۽ هڪ - ٻن ڄڻن ڪيس سهارو ڏيئي، اٿاري بس ۾ آندو.

نوجوان ڪاموري، ڪربلي کي چيو، "مونکي هڪدم فون ڪرڻي آهي."

"اڇو سائين." ڪربلي چيو، "آرٽس فيڪلٽيءَ جي ڪنهن به ڊپارٽمينٽ مان اوهين فون ڪري سگهو ٿا."

نوجوان ڪامورو قاسم ڪربلي ۽ سندس سائين سان گڏ فون ڪرڻ لاءِ آرٽس فيڪلٽيءَ جي بلڊنگ ڏانهن هليو ويو. جنهن وقت هو ٻاهرين ڏاڪا چڙهي وراندي ۾ داخل ٿي رهيا هئا، ان وقت بس زوڪاٽ ڪندي شهر ڏانهن رواني ٿي وئي.

بس جا سمورا مسافر، جيڪي سائنس فيڪلٽيءَ جا شاگرد، ۽ ڪيمپس جا ملازم هئا، حيرت وچان مجيد ڏانهن ڏسڻ لڳا. هو پاڻ ۾ پٽڪا ڪري ڳالهائڻ لڳا. مجيد هنن لاءِ نئون نه هو. ثريا به هنن لاءِ نئين نه هئي. پر هنهي کي رت هاڻو ڏسي، سڀئي نرس ۽ پنجي ويا هئا.

مجيد جون اکيون بند هيون، ۽ هن پنهنجو منهن ثريا جي ڪلهي تي لاڙي ڇڏيو هو. ثريا دريءَ کان ٻاهر ڪيمپس جي عمارتن ڏانهن ڏسي رهي هئي. سندس اکين جا لڙڪ سڪي

وڃا هئا. هزارين وسوسا ۽ سوداءَ کيس ورائي ويا هئا. هوءَ محسوس ڪري رهي هئي، تہ مجيد هڪ هڪ گذرندڙ گهڙيءَ سان گڏ ختم ٿي رهيو هو — وساڻي رهيو هو.

ثريا کيس چوهيندي چيو، ”مجيد، مجيد ڪيئن آهين؟“

مجيد اکيون کوليون.

”ڪيئن آهين؟“

مجيد هڻندڙ آواز ۾ چيو، ”سِرُ سوري، ڏَڙُ ڪنگرين، متان ڪڇين ڪَٽَ!“

ثريا اشارو سمجهي وئي. سندس سمورو وجود وڍجي ويو.

”ثريا.“ مجيد ٿڪل ۾ ڳالهايو.

”جي.“

”شاهہ جو هيءُ بيت ٻڌو اٿئي؟“

”ڪهڙو؟“

”سڪ نہ آهي سٽري، ڪڙُ پروڙي پيرُ،
ڪسڻ ڏاران ڪيرُ، ڪري ستڻ سڪڻ جي؟“

”ها، تو اڳ بہ ٻڌايو هو.“

”ان بيت جي معنيٰ سمجهين ٿي.“

”ها.“ ثريا ڏري گهٽ روئي پئي.

پس جڏهن ڪيمپس جي حدن سان ٽڪري شهر ڏانهن ڊوڙڻ لڳي، تڏهن مجيد اکيون کوليون، منهن ورائي ثريا ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”روئين پئي، ڇو؟“

”سان ا نہ نہ.“

”ثريا.“

”جي.“

”جڏهن جرمن نازي فوجون ماسڪو کي گهيرو ڪري ويون هيون، تڏهن خبر اٿئي تہ روسي ماڻهو ڪهڙي جذبي سان جرمن فوجن سان وڙهيا هئا؟“

ثريا محسوس ڪري رهي هئي، تہ مجيد کيس سرڇائي ۽ سندس خيال بدلائڻ لاءِ ڳالهائي رهيو هو. نہ نہ، جهڙي نموني هو

هيڏو ٽيندو، وسامندو ۽ پڇندو پرندو پئي ويو، هنجو ڳالهائڻ ناممڪن هو. پر، ثريا کي اها خبر هئي تہ مجيد غير معمولي ارادي جو مالڪ هو. هو سُوريءَ کي سينگار سمجهندو هو.

”خبر اٿئي، روسي ماڻهن خونخوار جرمن فوجن جو ڪهڙي جذبي سان مقابلو ڪيو هو؟“

”نہ، نہ.“

”مرڻ مارڻ جي جذبي سان روسي ماڻهن جرمن فوجن جو مقابلو ڪيو.“ مجيد چيو، ”جڏهن انسان فقط مرڻ ۽ مارڻ لاءِ جنگ لڙندو آهي، تڏهن فتح سندس پير اچي چمندي آهي.“

”ها. ويٽنامين بہ مرڻ مارڻ جي جذبي سان جنگ ڪري آمريڪي سامراج کي ويهن صديءَ جي حيرت انگيز شڪست ڏني،“ ثريا نہ چاهيندي بہ ڳالهايو.

ڪجهہ دير خاموش رهڻ کانپوءِ مجيد پنهنجي ساهہ چيو، ”مان سمجهان ٿو، مان مجيب وٽ پهچڻ کان اڳ مري ويندس.“

”چا!“ ثريا کان چرڪ نڪري ويو. هوءَ ذري گهٽ رڙيون ڪري روئي پوي ها، پر هڪدم ضبط ڪري ويئي. مجيد کي پيار منجهان چوهيندي فقط ايترو چيائين، ”تون رهندين، تو کي رهڻو آهي.“

مجيد اکيون بند ڪري جهونگاريو:

”چنڊ چنڊ پائيان، ڪانيو ۽ ڪارو،<br>
پٽيءَ وجهنديس پٽ تي، صبح سوارو،<br>
وڃڻ سون وارو، ڪين وهنديس وڃ ۾.“

ضبط جي باوجود ثريا جي اکين مان لڙڪ لڙي آيا. هوءَ شهر نائين، آهہ کي روڪي، سڏڪن کي ساندي، ڪارونجهر جي ڪونج وانگر روئندي رهي.

بس جو ڪنڊيڪٽر مجيد جو واقف هو. هن ثريا کان پڇيو، ”اسپتال هلندؤ نہ؟“

جواب مجيد ڏنو، ”نہ. مونکي گهر وٺي هلو. مان پنهنجي ماءُ کي ڏسڻ چاهيان ٿو.“

ڪنڊيڪٽر بس کي گاڏي کاني وٺان ڪوڪر محلي ڏانهن

ڦيرائي ولي ويو. ڪوڪر محلي وٽ هن ثريا سان گڏجي مجيد کي بس مان هيٺ لاٿو، ۽ کيس گهر جي در تائين ڇڏڻ آيو.

گهر ۾ مجيد ۽ سندس پاءُ هيڪلا رهندا هئا. سڀ مائٽ ڳوٺ ۾ هئن.

گهر جو در کليو پيو هو. مجيد جڏهن چائنٺ ٽپي اندر داخل ٿيو، تڏهن سندس ڇهن - ستن سالن جو پاءُ اڳڻ ۾ پنهنجي سليٽ کي ڪوئلي سان ڪارو ڪري رهيو هو. هو پنهنجي پاءُ جي حالت ۽ سائس اوپري ڇوڪري ڏسي حيران ٿي ويو. هوعجب وچان پاءُ ڏانهن ڏسندو رهيو.

ثريا مجيد کي سهارو ڏيندي وراندي ۾ وٺي ويئي. مجيد وراندي ۾ رکيل سوڙي تي ويهي رهيو. اکيون بند ٿيڻ لڳس. ساهه جو پکي سيني جي پڃري ۾ ڀرڙا هڻڻ لڳس. هن آهستي آهستي اکيون کولي پنهنجي پاءُ ڏانهن ڏٺو.

”مجيب“. مجيد ٻانهون کوليندي چيو، ”مجيب.“

مجيب سڌو اچي پاءُ جي چمريل ڇڄريل ۽ وڍيل سيني سان لڳو. مجيد کيس ڪمزور ۽ نبل ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيو.

مجيب حيرت وچان پاءُ ڏانهن ڏسندي چيو، ’ادا، تون اڄ بيت جهڙو پيو لڳين، جيڪو مونکي روز رات جو سمهڻ مهل ٻڌائيندو آهين.“

مجيد پاءُ کي رت هاڻن چپن سان سٽي ڏيندي پڇيو، ”تو کي اهو بيت ياد آهي، مجيب.“

”ها ادا.“

”مونکي اهو بيت ٻڌاءِ.“ مجيد چيو، ”منهنجي سيني سان لڳي، مونکي اهو بيت ٻڌاءِ.“

ننڍڙو مجيب پنهنجي وڍيل ۽ زخمي پاءُ جي سيني سان لڳي بيت ٻڌائڻ لڳو:

”گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئن تورا ڏنهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.“

ثريا رئو وات ۾ وجهي سڏڪا ضبط ڪري ويٺي. مجيب

ڏانهس ڏسندي پنهنجي ياءَ کان پڇيو، ”هيءَ ڪير آهي، ادا؟“

”هيءَ ڪير آهي!“ مجيد اُجهاٻل اُجهاٻل اکين سان ثريا ڏانهن ڏسندي چيو، ”هنکي به سون شاهه سائين جي بيٽ جي هڪ سيٽ ٻڌائي هئي. هيءَ اڄ مونکي اها سٽ ٻڌائڻ آئي آهي. هان نه ثريا؟“

ثريا ڪنڌ لوڏيو.

”مونکي سمورا ڏک مُنهن ۾ لڳا آهن.“ مجيد جهيڻي آواز ۾ چيو، ”ڪجهه ڏک پٺيءَ تي به لڳا آهن، پر اهي ڏک مونکي پڇندي نه لڳا آهن. ’نه پٺ لڄ مران، جي هونس پٺ ۾،‘ ائين نه چئجانءِ، ثريا.“

مجيد پنهنجو ڪنڌ موڙي جي پٺيءَ سان لڳائي اکيون بند ڪري ڇڏيون. هو ڪجهه دير تائين وات مان ساهه کڻندو رهيو. پوءِ ثريا کي چيائين، ”ثريا، مونکي شاهه سائين جي بيٽ جي اها سٽ ٻڌاءِ، جيڪا تو اڄ تائين نه ورجائي آهي.“

ثريا انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

”اها سيٽ ٻڌاءِ، ثريا.“

ثريا وات تان رئو پري ڪري ڇڏيو. پوءِ، يڪدم ٽٽل لهجي ۾ چيائين، ”ڪانڌ منهن ۾ ڏڪوا، سيڪيندي سونهان.“

ان وقت، ٻاهرين در وٽ جيپن ۽ لارين بيهڻ جو آواز آيو. لارين ۽ جيپن مان لانگبوٽن جي لهڻ ۽ ڊوڙڻ جو آواز آيو. پوءِ پندرهن - ويهه سپاهي، ۽ فيڊرل سڪيورٽي فورس جا جوان رولور ۽ رائيفلون تاڻي اندر گهر ۾ گهڙي آيا. هنن سان عوامي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ٻه ميمبر به ساڻ هئا.

اندر گهڙڻ شرط سندن نگاهه مجيد تي پئجي وئي. هو کيس گهيرو ڪري ويا. صوبيدار رڙ ڪري چيو، ”هڻو هٿڪڙيون بدمعاش کي. يونيورسٽيءَ ۾ اسٽرائيڪ ڪرائي، فساد ڪرائي، پنهنجي گهر ۾ اچي لڪو آهي!“

ٻن سپاهين وڌي وڃي مجيد جي يڪدم چٽيل ۽ چيريل ٻانهن

۾ هٿڪڙيون هنيون.

مجيد اُجهاڻيل اکيون کولي سپاهين ڏانهن ڏٺو، ۽ چيو، ”اڄ پڻ واهون ڪن، وڏجارا وڃڻ جون.“

نندڙي مجيب ثريا کي پانهن ڪان جهليندي پڇيو، ”ادا ڪيڏانهن پيو وڃي؟“

ثريا ڪيس ڪوبه جواب ڏيئي نه سگهي. هن وٽ ڪوبه جواب نه هو.

---

امر جليل

# نه تون آهين، نه مان آهيان

ٽيليفون بوٿ جو در بند ڪرڻ کانپوءِ، مون آرام محسوس ڪيو. پريشانين جو گهمسان جڻ اوچتو ئي اوچتو خاموش ٿي ويو. اٿاولو روح ساڻو ٿي ويو. اسپيشل وارڊ جي ورانڊن ۾ بيحس مشينن وانگر هلندڙ ڦرندڙ نرسن، وارڊ بوائز، ۽ لاپرواهه ڊاڪٽرن ۽ منهنجي وچ ۾ ٽيليفون بوٿ جي در ۾ لڳل شيشو اچي ويو هو. ٻاهريان آواز ٻاهر رهجي ويا. خاموشي ذهن جي زخمن کي چٻڻ لڳي.

مان ڇهن ڏينهن ۽ ڇهن راتين کان لاڳيتو جاڳي رهيو هوس. اکيون اوجاڳي سبب سڄي رهيون هيون. منجهن ڇڪ پئي محسوس ڪيم. ائين پئي ڀانيم، ڄڻ ڪنهن ٽتل رڻ جي واري سرمي وانگر منهنجين اکين ۾ پائي ڇڏي هئي. اکيون بند ڪري، مٿو ٽيليفون بوٿ جي هارڊ بورڊ سان لڳائي ڇڏيم. اوچتو، سڙندڙ اکين ۾ ڄڻ ڪندرف جو تيزاب ٽري آيو. مون عذاب وچان هڪدم اکيون کولي ڇڏيون. پتلين تي پاڻيءَ جو تهه چڙهي ويو. گهڙي ڪن لاءِ ماحول ڌنڌ ڦليان الجهيو ٿي ويو. مون قميص جي ٻانهن سان آليون اکيون اگهي ڇڏيون.

ڏهين پيسي وارا ٻه سڪا ڇيبر ۾ وجهي، پنهنجي آفيس جو نمبر ڦيرايم. نمبر لڳڻ شرط آفيس جي ٽيليفون آپريٽر کي ٽيپ رڪارڊر وانگر انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندي ٻڌم، ”محترم، اسلام عليڪم. مان (آفيس جو نالو) کان ڳالهائي رهيو آهيان. منهنجي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي، سائين.“

مون آپريٽر کي پنهنجو نالو ٻڌايو. ان کان اڳ جو ڪجهه وڌيڪ ڪجهه چوان، پاڻ ڳالهايائين. آهراڻيءَ سان چيائين، ”سر، ڊائريڪٽر صاحب سان ملايانو؟“

چيم، ”مونکي فريده ناز سان ڳالهائڻو آهي.“

آپريٽر هڪدم فون لائين ناز جي ڪمري سان ملائي ڇڏي.

ناز پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيو، ”هيلو.“

ڪانٽس فقط پنج ڏينهن ٻري رهيو هوس. ٻر ائين پئي ڀانيم، ڄڻ پنج جنم ڪانٽس جدا ٿي جوڳ ۾ ڇيچلائيندي گذاري ڇڏيا هئم.

فون رسيور سان ٻيهر ناز جو آواز آيو، ”هيلو.“

چيم، ”ناز، مان آهو شخص ڳالهائي رهيو آهيان، جنهنکي تون سرڪس جو مسڪرو سڏيندي آهين.“

”اڙي تون!“ ناز اچرج وچان وڏي واڪ پڇيو، ”ڪٿان پيو ڳالهائين؟“

”جتان سڄي دنيا جا ماڻهو ڳالهائيندا آهن.“ ورائيم، ”وات سان پيو ڳالهايان.“

هن ٽهڪ ڏنو. کلندي چيائين، ”تون نه سڌرندين.“

”منهنجي سڌرڻ وارو مدو ختم ٿي ويو.“

”اهڙي ۾؟“

”ها.“

”ڪيئن؟“

”ڪنهن ساهه کي سوداءُ ڏيئي ڇڏيو آهي.“

”ڪير آهي؟“

”آهي هڪ اپسرا.“ چيم، ”پر تون ڪنهن خوشفهميءَ ۾ نه پئجانءِ.“

هوءَ ڪيتري دير تائين کلندي رهي. ننڍڙا ننڍڙا، جلترنگ جهڙا ٽهڪڙا فون رسيور سان ايندا رهيا. پوءِ چيائين، ”سونکي خبر آهي، ته تون وڏو آڙڪاپ آهين. سولائيءَ سان سوکهو ٿيڻ جو ناهين.“

پڇيومانس، ”ڪو چار وڄايو اٿئي ڇا؟“

هوءَ ٻيهر کلي پيئي. پوءِ پڇيائين، ”ڀلا ٻڌاءِ ته، بنا درخواست جي ايترا ڏينهن ڪٿي غائب رهيو آهين؟“

چيم، ”منهنجي غير حاضريءَ ۾ ڪنهن تو کي پروجيڪٽ جو ڊائريڪٽر ته نه ڪري ڇڏيو آهي؟“

”اڃا تو بيزار نہ ڪر، ٻڌاءِ ڪٿي.“

”ڇا ٻڌايانءِ. غزل، يا گيت؟“

”مان ڪلي نٿي سگهان.“ ناز چيو، ”ٻڌاءِ تہ ايترا ڏينهن ڪٿي غائب رهيو آهين؟“

”ٻڌو هوم، ڪراچيءَ ۾ عربن جو خزانو دفن آهي. ان جي ڳولا ۾ هوس.“

”پوءِ، ڪجهہ لڌءِ؟“

”ها.“

”ڇا؟“

”ڪارڪن جون ڪکڙيون.“

”نهيو، ان ڳالهہ تي مان کلڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي.“ هوءَ کلي، پر سندس کِلَ ۾ ستن سُرن جو سنگيت نہ هو. پوءِ بيحد گنڀير لهجي ۾ چيائين، ”جتي بہ آهين، هڪدم آفيس هليو اچ.“

”نہ اچي سگهان تہ پوءِ؟“

”اچڻو پوندوءِ.“

”اهو مارشل لا ريگيوليشن نمبر نامعلوم آهي ڇا؟“

”مان فقط التجا ڪري سگهان ٿي.“

آهستي پڇيم، ”اچان، پر منهنجي لاءِ مقتل تيار آهي؟“

چيائين، ”خدا جي واسطي اچ.“

”خدا جي واسطي تہ هرگز نہ ايندس، منهنجي ساڻس اصل ڪان نہ پوي.“ چيم، ”مان ٻئي ڪنهنجي لاءِ اچي سگهان ٿو.“

پڇائين، ”ڪنهنجي لاءِ؟“

ورائيم، ”جنهنڪي چاهڻ ڪانپوءِ، مون مرڻ جي تمنا ڪئي آهي.“

کلندي چيائين، ”پاڻيان ٿي، ڪنهن ڏائڻ کي دل ڏيئي ويٺو آهين.“

”مون وٽ موت جو تصور ڀوائتو ناهي. حسين آهي— دلفريب آهي.“ چيم، ”مان ائين تہ سرڪش آهيان، ناز، جو منهنجي موت جو سبب جيڪڏهن دلڪش نہ هوندو، تہ پوءِ اجل مونکي ڏرندي.“

ڪان آسمان تائين حاصل ڪري نه سگهندو.“

چيائين، ”مان اجل ناهيان. هڪدم هليو اچ.“

مون فون رسيور رکي ڇڏيو.

ٽيليفون بوٿ مان نڪرندي ڊاڪٽر دراني کي سامهون ايندي ڏٺم. مان بيهي رهيس.

ڊاڪٽر کان پڇيم، ”صنوبر کي توهين ڪيستائين اسپتال ۾ رکندا؟“

ڊاڪٽر دراني ورائيو، ”سڀاڻي تنهنجي گهر واريءَ جي آپريشن آهي.“

”آپريشن!“ مونکان ڇرڪ نڪري ويو. پڇيم، ”ڇا جي آپريشن، ڊاڪٽر؟“

ورائيائين، ”سندس ڪرنگهي تي جيڪو ڦٽ آهي، سو اصل ۾ ڪينسر آهي.“

”سرطان!“

ڊاڪٽر چيو، ”ماهرن جي ڪاميٽيءَ سندس مڪمل تپاس ڪرڻ کانپوءِ اهو فيصلو ڏنو آهي.“

واهو سنبل ڦرڻيءَ وانگر ڦرڻ لڳو.

پنهنجي ساهه چيم، ”صنوبر کي ڪينسر آهي!“

”گهٻراءِ نه. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. مرض اڃا شروعاتي مرحلي ۾ آهي.“

”مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس، ڊاڪٽر.“

”آپريشن زندگي ڏيڻ لاءِ ڪئي ويندي آهي، وٺڻ لاءِ نه.“

”مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس، ڊاڪٽر.“ ڊاڪٽر درانيءَ جي ٻانهن ۾ منٿ وجهندي چيم، ”مان مري ويندس، پر صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس.“

ڊاڪٽر پنهنجي ٻانهن ڇڏائيندي چيو، ”موت ۽ زندگي خدا جي وس آهي. اسين ڊاڪٽر فقط وسيلو آهيون.“

”مونکي تنهنجي دقيانوسي فلسفي سان ڪابه دلچسپي ناهي.“ چيم، ”مان فقط ايترو ڄاڻان ٿو، ته مان صنوبر کي مرڻ نه ڏيندس.

ڄاڻين ٿي صنوبر ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، سو منهنجيءَ مرضيءَ مطابق ٿيو آهي.“

ڊاڪٽر دراني‌ءَ ڪجهه حيرت مان مونڏانهن ڏٺو. چيائين، ”توکي پنهنجي زال سان شايد بيپناهه محبت آهي.“

مان ٻه چار تڪڙيون ٻرانگهون ڪٽي اڳتي هليو ويس. ڊاڪٽر کي ٻڌي ڏيندي چيم، ”صنوبر ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي، تنهنکي دنيا جو ٻيو ڪوبه شخص سمجهي نه سگهندو.“

مان اندر ۾ گهمسان ڪٽي اسپيشل وارڊ جي ڪمري نمبر ٤٢ ۾ هليو آيس، جتي صنوبر موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ مبتلا هئي. هوءَ تڪليف وچان ڪنجهي رهي هئي. مونکي ڏسي، سندس ڪومايل چهري تي هڪ غمناڪ مُرڪ ليٽو پائي، ٻڏندڙ سج جي آخري ڪرڻي وانگر ڪم ٿي وئي.

صنوبر نٻل آواز ۾ پڇيو، ”آفيس فون ڪيَتو؟“

مون هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

ڏٻل لهجي ۾ چيائين، ”مان بهتر آهيان. توهين آفيس وڃو.“

”نه صنوبر.“ مون سندس پير ۾ ويهندي چيو، ”اڄ مان آفيس نه ويندس.“

لفظ لفظ ڪري چيائين، ”پنجن ڏينهن کان آفيس نه ويا آهيو. اڄ وڃو.“

ڪانئس نظرون بچائيندي چيم، ”مان توکي ڇڏي ڪيڏانهن به نه ويندس.“

هن بخار ۾ ٻچرندڙ هٿ سان مونکي ڇهيو. مون ڏانهس ڏٺو. سندس چپن تي ساڳي آداس مُرڪ تري آئي هئي. پڇيائين، ”ڇو؟“

دل چاهيو ته چوانس: تون فقط هڪ رات جي مهمان آهين. اهو ڄاڻندي به، ته مان سرڪش آهيان، باغي آهيان، ۽ اڄ تائين ڪوبه ڪم منهنجيءَ مرضيءَ خلاف نه ٿيو آهي، مان سمجهان ٿو، سمجهي سگهان ٿو، ته تون صباح آپريشن ٿيٽر ۾ مري وينديئن. توسان ڪڏ منهنجي مسلسل ڪشمڪش ۽ لاڳيتي جدوجهد مري

ويندي. سماج سان جوليل جنگ ختم ٿي ويندي. تنهنجي موت سان گڏ منهنجي دل مري ويندي ـ دل جي تمنائن جي دنيا مري ويندي. تو کان پوءِ ڪائنات بي انت غمن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندي. مان اڪيلو هڪ هڪ لمحو، هڪ هڪ گهڙي، تنهنجي ويجهو ويهي، توکي ڏسندي گذارڻ چاهيان ٿو. سيائي هن مهل نون مون وٽ نہ هوندين ـ تنهنجي ياد هوندي، تنهنجي تصور جي ڪٿي هوندي. هڪ اڪيلائي هوندي، جنهن ۾ مان روئڻ چاهيندس، پر روئي نہ سگهندس. توکي وسارڻ چاهيندس، پر وساري نہ سگهندس.

”توهين پريشان آهيو؟“

صنوبر جي آواز ٿي مونکان ڇيرڪ نڪري ويو. دل جو آواز ذهن جي مقبرن ۾ قيد ٿي ويو. مون مرڪڻ چاهيو، پر مونکي پنهنجي مرڪ ڦڪي ۽ بي معنيٰ محسوس ٿي.

صنوبر ورائي پڇيو، ”توهين پريشان آهيو؟“

”پريشان!“ چيم، ”نہ نہ. مان تہ خوش آهيان. ڊاڪٽرن چيو آهي، تہ تون تمام جلد چاڪ ٿي ويندين.“

”اسين اسپتال مان ڪڏهن هلنداسين؟“

”تمام جلد. ممڪن آهي، سيائي.“

”ڊاڪٽر ڇا ٿا چون؟“

”چون ٿا تہ تنهنجي ڪرنگهي ٿي معمولي ڦرڙي آهي. ڇٽي ويندي.“

”پر مونکي عذاب آهي.“ صنوبر چيو، ”ائين ٿي محسوس ڪيان، ڄڻ ٽهڪندڙ تيل منهنجي ڪرنگهي ۾ پيئجي رهيو آهي.“

صنوبر جي چهري تي بي پناهہ تڪليف سبب وحشتناڪ مايوسي ڇانئجي ويئي. اکيون بند ٿي ويون. هن پنهنجو هٿ مونڏانهن وڌايو. مون سندس ٻجرندڙ ۽ ڪنبندڙ هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي ورتو. چيائين، ”مان مري وينديس.“

ڪنبير ماحول جي اداسائي کهٽ ڪرڻ لاءِ چيم، ”چري، تون منهنجي مرضيءَ کانسواءِ فقط ڪوهہ مري وڃي سگهين ٿي،

مري هرگز نہ ٿي سگهين. مان عزرائيل جو پيءُ آهيان."

صنوبر جي خشڪ ڇپن تي خزان جي شام جهڙي اداس مرڪ تري آئي. چيائين، "توهين ڪيستائين پنهنجي عزم سان مونکي سور سختين سان ڪيندا رهندا."

"مون توکي جان جي بازي لڳائي، آڏيءَ تي سر رکي حاصل ڪيو آهي. مون توکي موت سان جنگ جوٽي حاصل ڪيو آهي."

سنهنجو آواز گهورو ٿي ويو. چيم، "تون سنهنجي فتح جو تاج محل ۽ دقيانوسي روايتن جي شڪست جو ليڻ گراڻ آهين."

"توهين مونکي پنهنجي فتح جو فقط يادگار ٿا سمجهو!" صنوبر پڇيو، "توهانکي مونسان محبت ناهي؟"

دل ڦتڪي، ڇتڃي، ڇيڇلائي خاموش ٿي ويٺي. مان صنوبر کي جواب ڏيئي نہ سگهيس.

"توهانکي مونسان محبت ناهي؟" صنوبر بيحد تڪليف سهندي ورجائي پڇيو.

جواب ڏيڻ بدران مون کانئس پڇيو، "تو اڄ تائين سنهنجي محبت جي شدت محسوس نہ ڪئي آهي؟"

"اڄ تائين ڪنهن بہ مرد پنهنجي گهر واريءَ سان اهڙي سچائيءَ سان محبت نہ ڪئي هوندي، جهڙي توهان مونسان ڪئي آهي." جملو مشڪل سان پورو ڪيو هوندائين، جو سور سندس ڪان وڌي ويس. ڦتڪي پيئي.

چيائين، "دل چاهي ٿي سمهي پوان - ننڊ ڪريان، پر عذاب سمهڻ نہ ٿو ڏئي. ائين ٿي پاسان ڄڻ زهريلا وڇون ڪرنگهي کي ڪائي رهيا آهن."

سنهنجي وَس هجي ها، تہ مان جيڪر صنوبر جو سمورو درد پنهنجي جيءَ ۽ پري چڙهيان ها. سندس سور پنهنجي ساهہ ۽ سائي چڙهيان ها. ڪيس ڏڍ ڏيڻ لاءِ فقط ايترو چيم، "تو زندگيءَ ۽ هزارين عذاب صبر سان سٺا آهن. اڄ دل ڇو لاڙي ائين؟"

ڇڇلائبندي ورائيائين، "انهن عذاب جي ياد کي توهانجي الڪمي پيار سنهنجي ذهن تان ميساري ڇڏيو آهي. مونکي هيئر

توهانجي قرب ڪانسواءِ ڪجهه به ياد ناهي.“

مون پالڪي زندگيءَ جي ڪُنَ ۾ قاتل محسوس ڪيو. ائين پانيم، ڄڻ سقراط جي هٿن مان زهر جو پيالو ڦري ورتو هوم؛ ڄڻ آٿيلو کي اسٽيج تان تڙي ڪڍيو هوم؛ ڄڻ آڊيپس جي روح مان عذاب ڇورائي پنهنجيءَ دل ۾ رکي ڇڏيو هوم. تڏهن، ڪونم جي مورتي منهنجي ذهن جي ڪنڊن ۾ پڇي پيئي. ذهني پريشاني، ۽ پشيمانيءَ جي گهڙين ۾ محسوس ڪيم، ته مان وڏو ايڪٽر هوس، ۽ زندگيءَ جي المناڪ ڊرامي ۾ ڪاميابيءَ سان هڪ سٺي ۽ وفادار مڙس جو ڪردار ادا ڪري رهيو هوس.

”توهين آفيس وڃو،“ صنوبر چيو.

وراڻيم، ”اڄ نه. سيالي وينديس.“

”هن مهيني جي پگهار به نه ورتي آٿو.“ صنوبر چيو، ”ڪيترن هنڌن تي بل چڪائڻا آهن. راشن وارو، ڌوٻي....“.

جملو پورو ڪري نه سگهي. وري ڦتڪي پيئي. بيپناهه تڪليف سندس اکين ۾ وحشت پري ڇڏي. سڄيون پيڪوڙجي ويس. چپ واڳڻائي تي ويس. سمورو عذاب. صبر سان سٺائين. وات مان آف نه ڪيائين.

پوءِ لڙال ڦٽل لهجي ۾ چيائين، ”توهين پگهار وٺي اچو. پيسي ڪانسواءِ اجايو پريشان ٿيندا.“

”مان پريشان نه ٿيندس.“ سندس وڪريل وار جاڻنا ڪندي چيم، ”تون سمهڻ جي ڪوشش ڪر.“

”ڪيئن سمهان!“ لڇندي وراڻيائين، ”ائين پئي پانيان، ڄڻ پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ ٻير جي ڏاري ڦٽي رهي آهي.“

مون مسٽرس روم جي گهنٽيءَ جو بٽڻ پريس ڪيو.

مسٽر نرگس ڊوڙندي آئي. کيس چيم، ”صنوبر کي ڏاڍي تڪليف آهي. مهرباني ڪري ڊاڪٽر درانيءَ کي وٺي اچ.“

هوءَ ڊاڪٽر درانيءَ کي سڏڻ لاءِ هلي وئي.

مان صنوبر جي پرسان ويهي رهيس. پاڻيءَ جو ڇمڇو پري پيٺاريوسانس. ڪجهه دير ڪانپوءِ سامت ۾ آئي. ٽڪل اکين سان

سونڊانھن ڏسڻ لڳي. پوءِ ھڪ عجيب سوال پڇيائين، ”سان جڏھن مري ويندس، تڏھن توھين ٻي شادي ڪندا نہ؟“

ان سوال بدران ھوءِ جيڪڏھن منھنجي روح کي ھميشہ لاءِ آتشڪدي جي باھہ ۾ وجھي ڇڏي ھا، تہ بہ جيڪر ايڏو عذاب محسوس نہ ڪيان ھا. ھن ھڪ سوال سان منھنجي سموري وجود کي فنا ڪري ڇڏيو. فقط ايترو وراڻيم، ”سان توکي مرڻ نہ ڏيندس، صنوبر.“

سا ڪجهہ اداس، مايوس، ۽ فڪر جي شام جهڙي ويران مرڪ صنوبر جي چپن تي تري آئي، ۽ پوءِ ڪن ۾ لڙي، پڪڙي، ٽِٽل تاري وانگر روشنيءَ جي عارضي ليڪ ڇڏي گم ٿي ويئي. پڇيائين، ”سان ڪڏھن نہ مرندس؟“

سان سوچ جي صليب تي لٽڪي پيس. صنوبر ڏانھن ڏٺم. ھوءَ — جيڪا منحوس جي نالي سان بدنام ھئي، ۽ فقط انڪري نفرت جي نگاھہ سان ڏٺي ويندي ھئي، جو مونکان اڳ جنھن سان بہ سندس شاديءَ جي ڳالھہ ٻولھہ ھلي ھئي، سو اوچتو ئي اوچتو مري ويو ھو — سا صنوبر مونسان شادي ڪرڻ کانپوءِ پاڻ مري رھي ھئي. زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ مبتلا ھئي. ھن ٻيھر پڇيو، ”سان ڪڏھن بہ نہ مرندس؟“

وراڻيم، ”سان فقط ايترو ڄاڻان ٿو، تہ تنھنجيءَ حياتيءَ ۾ سان توکي مرڻ نہ ڏيندس.“

منھنجي چرپائيءَ تي ھن کِلڻ چاھيو، پر کِلي نہ سگھي. پوءِ وڏو ساھہ کڻي، آھستي آھستي پڇيائين، ”منھنجي مرڻ کانپوءِ توھين ڪنھن سان شادي ڪندا؟“

سون اندر ۾ ھوسٽ محسوس ڪئي. چيم، ”تنھنجو سوال بلڪل بي معنيٰ آھي.“

”ڪو ڪنھن لاءِ سڄي عمر ماتم نہ ڪندو آھي.“ صنوبر چيو، ”توھين جوان آھيو. روزگار سان آھيو. ڪ نہ ڪ ڏينھن توھانکي ٻي شادي ضرور ڪرڻي پوندي.“

سوچيم، جيان ڪان بہ ڪنھن اھڙا ئي دردناڪ سوال پڇيا

هوندا، نڌس ته سندن سخت ۽ کهري وجود مان دشمن جي روپ ۾ لڙڪ لڙي پوندا آهن! محسوس ڪيم، ته صنوبر جيڪڏهن اهڙي قسم جا ڪجهه ٻيا سوال پڇي ورنا ته پوءِ مان جرّ جي ڦوٽي وانگر ڦسي پوندس. روئي پوندس. اهڙا دردناڪ سوال برداشت ڪري نه سگهندس.

ڊاڪٽر دراني آيو. مان ڪيس ٻاهر ورانڊي ۾ وٺي ويس. لهجي کي قابو ڪندي چيم، ”مان صنوبر جو عذاب ڏسي نه ٿو سگهان ڊاڪٽر.“

ڊاڪٽر چيو، ”منهنجو خيال آهي ته مان توکي ڪينسر وارڊ ۾ ڪجهه ٻيا مريض ڏيکاريان . تنهنجي زال ته بهتر حالت ۾ آهي.“

”ٻين جي عذاب جي مان صنوبر جي عذاب سان ڀيٽ ڪرڻ نٿو چاهيان ، ڊاڪٽر.“ چيم ، ”مان صنوبر کي لڇندي ڏسي نه ٿو سگهان .“

منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين ، ”سڀاڻي سندس آپريشن آهي. يقين ڪر، هوءَ ٺيڪ ٿي ويندي.“

”مون جهڙا اتاولا انسان سڀاڻي جو انتظار نه ڪندا آهن.“ ڊاڪٽر کي چيم، ”صنوبر جو لڇڻ مونکان برداشت نٿو ٿئي. توهين خدا جي واسطي کيس مارفيا جي انجيڪشن ، يا ڪا ٻي سيڊيٽو ڏيئي ڪجهه دير لاءِ سمهاري ڇڏيو.“

ڊاڪٽر دراني سوچ ۾ پئجي ويو.

”ڊاڪٽر، مان التجا ٿو ڪريان.“

ڊاڪٽر گهڙي کن سوچڻ کانپوءِ مسٽر نرگس کي انجيڪشن آڻڻ لاءِ چيو، ۽ پاسي واري مريض جي ڪمري ڏانهن هليو ويو.

ڪمري ۾ موٽي ويس ته صنوبر پڇيو، ”ڊاڪٽر کي ڇا پئي چيئو؟“

وراڻيم، ”سور گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪنهن انجيڪشن لاءِ پئي چيو سانس.“

صنوبر نهل آواز ۾ چيو، ”ها. منهنجو درد گهٽجي، ته مان

کن لاءِ سمهي سگهان.“

مون ڪيس ڳالهه تي پيار ڪيو. هوءَ بخار ۾ ٻڃري رهي هئي. چيائين، ”مون توهانکي پريشان ڪيو آهي نه؟“

مون پنهجي هٿن سان ڪيس ائين ڇهيو، جيئن ڪو فنڪار پنهنجي تخليق کي ڇوهيندو آهي. چيم، ”مان تو سان ڪُلهو ڪُلهي سان، ۽ وک وک ۾ ملائي دنيا جي سيني تي هلندس.“

نڀل آواز ۾ چيائين، ”مونکي حاصل ڪري ورتو اٿوَ. موت کي شڪست ڏني اٿوَ. باقي اوهانکي ڇا گهرجي؟“

مان سوچ جي سمنڊ ۾ لڙهي ويس. پنهجي روح ۾ ليٿو پائي ڏٺم. مان ڇا ٿو چاهيان؟ مان ڇا ٿو چاهيان؟ ذهن جي مقبرن مان مونکي پنهنجي آواز جي صدا آئي، ته تون صنوبر کي پنهنجي فتح ۽ ڪوڙهي سماج جي ٺيڪيدارن، ۽ ڪريل ملڪ جي ڪريل معاشري جي شڪست جي يادگار طور پاڻ وٽ رکڻ چاهين ٿو.

مون اکيون بند ڪري ڇڏيون، پر اندر مان اڀرندڙ ۽ اُڀرندڙ صدا جي ندا کي خاموش ڪري نه سگهيم.

فقط ايترو چيم، ”مان پنهنجي حياتيءَ جي عيوض به توکي زنده ڏسڻ چاهيان ٿو.“

مسٽر نرگس انجيڪشن کڻي آئي.

انجيڪشن لڳڻ جي ذهن منٽن اندر اول صنوبر تي غشي طاري ٿي، ۽ پوءِ هوءَ سمهي پئي. سندس نماڻي ۽ معصوم منهن تان درد ۽ تڪليف جو ناٿرڊيرو ٿي ويو. هوءَ بلڪل لسئي نظر پئي آئي. دل گهربو ته هوءَ ائين ئي سمهي پئي هجي، ۽ مان ڪيس اک ڇنڀڻ بنا ڏسندو رهان. ڪيس ڏسندو رهان، ۽ ان ڪانپوءِ ڪجهه نه ڏسان.

مون فيصلو ڪيو، ته آفيس نه ويندس.

آيا کي ڪمري ۾ ويهاري، ٽيليفون بوٿ مان ناز کي فون ڪرڻ ويس.

ٽيليفون آپريٽر مونکي ناز سان ملائي ڇڏيو.

ناز ڪجهه اچرج مان چيو، ”سائو آهين، يا مشڪرو آهن. مهل تائين ته توکي آفيس پهچي وڃڻ گهربو هو.“

چيم، ”مان اڄ آفيس اچي نه سگهندس، ناز.“

”توکي آفيس مان وڏيڪ گهر رهڻ جي اجازت نه ملندي.“

ناز چيو، ”مهرباني ڪري هڪدم هليو اچ.“

چيم، ”مان سچ پچ اچي نه سگهندس، ناز.“

چيائين، ”جيڪڏهن تون مونکان اهو چوائڻ جي ڪوشش پيو ڪرين، ته مان تنهنجي لاءِ بيچين آهيان، ته پوءِ ان سلسلي ۾ مايوسي ٿيندءِ.“

”ناز.“ چيم، ”مان هن وقت سخت پريشان آهيان.“

”تون سڀڻ وقت به پريشان نه ٿيندين.“ ناز چيو، ”مرڻ وقت تون ملڪ الموت سان مشڪري ڪندين.“

مون کلڻ جي ڪوشش ڪئي.

ناز چيو، ”کلڻ جي بالڪل ناڪام ايڪٽنگ پيو ڪرين. تون فلاپ ايڪٽر آهين.“

”تون ٺيڪ ٿي چوين.“ چيم، ”گذريل ٽن سالن کان ايڪٽنگ ڪندي مان ٿڪجي پيو آهيان.“

”اجائي گفتگو نه ڪر. هليو اچ.“

”سڀاڻي ايندس.“

”هرگز نه. اڄ، هن مينٽ جو مينٽ اچ.“

”منهنجي ڳالهه ته ٻڌ، ناز.“

”مان ڪجهه نه ٻڌنديس.“ ناز چيو، ”تون وڏو فراڊ آهين. ڳالهائڻ جو موقعو ملندءِ ته لڙڪي پوندين.“

”هڪ منٽ لاءِ منهنجي ڳالهه ته ٻڌ.“ چيم، ”مان هن وقت جناح اسپتال جي اسپيشل وارڊ ۾ لڳل ٽيليفون بوٿ مان ڳالهائي رهيو آهيان.“

”ضرور ڪنهن بدنصيب ليڊي ڊاڪٽر، يا سٽ جي ماريل ڪنهن نرس کي گوهي ڏيڻ ويو هوندين.“ ناز ڏاڍي پيار وچان چيو، ”مان توکي مارشل لا ريگيوليشن نمبر نامعلوم مطابق حڪم ٿي ڏيان، ته هڪدم آفيس هليو اچ.“

ناز جي سڏڻ تي ايڏو نہ اثر پيار هو، جو چئي ويٺس، ”نہ سونکي پنهنجو سمورو پيار ڏيئي ڇڏيو آهي، ناز، پر تو کي ڏيڻ لاءِ سون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“

ڪلنڊي چيائين، ”فلمي مڪالما ڳالهائڻ بند ڪر. هڪ ڪدم هيڏانهن هليو اچ. سان رسيور رکان ٿي.“

ناز رسيور رکي ڇڏيو.

سان ڪمري نمبر ٤٢ ۾ موٽي آيس. صنوبر سڌيتو انجيڪشن جي اثر هيٺ هئي. آيا پلنگ جي پاسي کان ڪرسيءَ تي ويٺي هئي.

آيا کي چيم، ”سان ڪجهہ دير لاءِ آفيس وڃان ٿو. صنوبر جو خيال رکجانءِ.“

ڪمرو ڇڏڻ کان اڳ صنوبر کي نرڙ تي مٺي ڏنم. اکيون اندر جي اڌمن کان پرجي آيون. تکڙو ئي ڪمري سان نڪري ويس.

مسترس رزم ۾ مستر نرگس کي پنهنجي آفيس جو فون نمبر ڏيندي چيم، ”سان جلد موٽي ايندس. هيءَ منهنجي آفيس جو نمبر آهي.“

ٻہ قدم کڻي سان بيهي رهيس. مستر ڏانهن ڀئي هئي. چيم، ”سان پاڻ سان عجيب وسوسن ۽ وهمن جو وجود کنيو ٿو وڃان. صنوبر جو خيال رکجانءِ.“

مستر نرگس جي جواب جو انتظار نہ ڪيم. وارڊ سان نڪري ويس.

پوءِ، جڏهن ٽيڪسي ڊرائيور کي پنهنجي آفيس جو ڏس ڏيئي، ٽيڪسيءَ جي سيٽ سان ٽيڪ لڳائي ڇڏيم، تڏهن زمان حال کان ڇڄي ڌار تي ماضيءَ جي خلائن ۾ ڀٽڪڻ لڳس. صنوبر سان شادي ڪرڻ مهل، مون هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ نہ سوچيو هو، تہ سان صنوبر سان شادي ڪري موت کي نہ، پاڪ پاڻ کي شڪست ڏيئي رهيو هوس. مون ائين نہ ڄاتيو هو، تہ صنوبر کي وهمن ۽ سنسن جي سوريءَ تان لاهي، ڪيم. پنهنجي اتاولي روح جي رڻ ۾ رولي رهيو هوس. ان وقت مون اهو نہ سمجهيو هو، تہ سان معاشري جي ٺيڪيدارن کي نيچو نوائڻ لاءِ پنهنجي زندگي مسلسل آزمائش

جي حوالي ڪري رهيو هوس. هوءَ اسان جي پر سان خالي فليٽ ۾ پنهنجي ٻيءَ ، ماءُ ۽ ڏن ننڍڙين ڀينرن سان اچي رهي هئي. پاڻ سان منحوس هئڻ جي بدنامي کڻي آئي هئي. هن جو جن ڏن مائهن سان مڱڻو ٿيو هو، تن سان هڪ ڇڻو ماڪسڀي ني سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، ٻيو اپينڊ سائيٽس جي آپريشن ۾ ، ۽ ٽيون سپرهاءِ وي تي ايڪسيڊنٽ ۾ گذاري ويو. هوءَ احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿي ٻاڙي وارن کان منهن لڪائيندي وتندي هئي. انهي ڏينهن ۾ سان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس. لاپرواهہ هوس. خوابن تي اعتبار نہ ڪندو هوس.

صنوبر کي دقيانوسي روايتن ۽ بيبنياد وهمن جي گهاٽي ۾ پڙجندي ڏسي،مڪڙي ڏينهن اوچتو ئي اوچتو منهنجي وجود ۾ُ ڇپ هئي ويٺل سرڪش انسان جاڳي اٿيو. سون امڙ کي چيو هو، ”مان صنوبر سان شادي ڪندس، ۽ موت کي شڪست ڏيندس.“ منهنجي ان حملي کان پوءِ سونکي صنوبر سان شادي ڪرڻ لاءِ معاشريءَسان حڪا جنگ جوڙڻي پئي، تنهن لاءِ سونکي ٻي ڪا ڪهالي لڪڻي پوندي. انهن ئي ڏينهن ۾، جڏهن منهنجي ۽ منهنجن سائٽن جي وچ ۾ ڪشمڪش هلي رهي هئي، نڏهن، هڪ دفعي صنوبر سون کان پڇيو هو، ”آخر اوهين چاهيو ڇا ٿا. سون سان شادي ڪري مرڻ ٿا چاهيو؟“ ۽ سون کيس فقط هڪ جواب ڏنو هو تہ، ”مان تنگ‌نظر معاشري جي وهمن کي شڪست ڏيندس. مان توسان شادي‌ڪندس. سونکي توسان شادي ڪرڻ کان ڪوبہ روڪي نہ سگهندو.“

سونکي ڪوبہ روڪي نہ سگهيو هو. سون صنوبر سان شادي ڪري ڇڏي هئي. پر سونکي خبر نہ هئي تہ اڳتي هلي خوابن جي ايوانن ۾ان ڪا ڇوڪري نڪري ايندي ، ۽ هن جو نالو فريده ناز هوندو، ۽ هوءَ سونکي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي ڪشمڪش ۾ وجهي ڇڏيندي.

ٽيڪسيءَ ۾، سيٽ حي پٺيءَ سان ڪنڌ لڳائي مان ياد ڪندو رهيس تہ سونکي صنوبر کان ڌار ڪرڻ لاءِ قانون جي ٺيڪيدارن کان وٺي معاشري جي گماشتن تائين، سڀني زور آزمايو هو. سندن زورآوري منهنجي ضد کي لوهہ ڪري ڇڏيو هو. ان ڏينهن، جناح

اسپتال کان آفيس تائين ويندي، مان سوچي رهيو هوس، ته صنوبر جهڙين سونهن آزمائش ۾ جڪڙيل نه ملي ها، ۽ عام رواجي حالتن ۾ ملي ها، ته مان شايد ساڻس شادي هرگز نه ڪريان ها. ڪيس پنهنجي جهڳڙالو باغي زندگيءَ جي ساٿي نه ڪريان ها. اهو اذيتناڪ احساس مونکي واوڙيندو رهيو، ته صنوبر منهنجي ڪشمڪش ۽ معاشري جي شڪست جو يادگار هئي، ۽ مونکي ساڻس محبت نه هئي.

پوءِ جڏهن ٽيڪسي آفيس جي در وٽ بيٺي، تڏهن مان محسوس ڪري رهيو هوس، ته اندر جي عدالت ۾ مان فريادي، مان ڏوهاري ۽ مان ئي منصف هوس.

آفيس ۾ مون ڪنهن سان نه ڳالهايو. سڌو پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويس. ان ڪمري ۾ فريده ناز ۽ مان ويهندا هئاسين. اسين ٻئي سروي آفيسر هئاسين.

هوءَ سال کن اڳ ايڪنامڪس ۾ ايم. اي. ڪري، سڌو سڌئون سروي آفيسر اچي ٿي هئي. آفيس ۾ جاءِ جي تنگيءَ سبب کيس منهنجي ئي ڪمري ۾ ويهاريو ويو هو.

ڪجهه ڏينهن مون بيخياليءَ ۾ ڪئي ڪنڌ کڻي جڏهن ڏانهس ڏٺو هو، تڏهن روح تائين ڏونڏاڙجي ويو هوس. مون ائين محسوس ڪيو هو، ڄڻ سونهن جو ڏڌو پيهر آباد ٿي، عورت جو روپ ڌاري منهنجي آڏو اچي بيٺو هو. مون ائين محسوس ڪيو هو، ڄڻ سنڌ ديش جي ڪوئل مٽيءَ ۾ ساهه پئجي ويو هو. مون ائين محسوس ڪيو هو. ڄڻ منهنجي وڪريل خوابن کي سنڌو نديءَ جهڙي جيئري جاڳندي تعبير ملي هئي. مون وساري ڇڏيو ته مان شادي ڪيل هوس. پوءِ مان، جيڪو سرڪش سڏبو هوس، ۽ سڏبو به آهيان، ناز ڏانهن ائين ڇڪجي ويس جيئن نڪل روح ڪنهن عبادتگاهه ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي.

مان ڪمري داخل ٿيس.

ناز اچرج وچان مون ڏانهن ڏٺو. پوءِ کلندي چيائين، "مالڪو آهين يا بدماش؟ ائين ٿو لڳين ڄڻ باغيچي مان پڇرو ڀڄائي نڪتو

آهين.“

ڏانهس ڏسندي چيم، ”مان تنهنجي لاءِ دنيا جي هر پابندي ٽپي سگهان ٿو، ناز.“

”اجايو رستو نه ٺپ.“ ناز چيو، ”پنهنجي حالت ڏٺي اٿئي؟“ منهنجا ڪپڙا ميرا، مروڙيل، ۽ ڏاڙهي ڇهن ڏينهن جي وڌيل هئي.

چيم، ”انڪري ته آفيس نه ٿي اچان.“

”تون وڏو حرفتي ۽ ڊرامائي شخص آهين.“ ناز چيو، ”مان تنهنجي هر حرڪت کي شڪ جي نگاهه سان ڏسندي آهيان.“

”تنهنجو شڪ اجايو آهي.“

”ڇو؟“

”ڇو جو مان توسان ڊرامو ڪيڏي نه تو سگهان.“

”سونکان ڊڄين ٿو؟“

”مان تنهنجو احترام ڪندو آهيان.“

”هائو، هائو!“ هن کلندي چيو، ”مان تنهنجي ماستريائي آهيان نه، جو منهنجو احترام ڪندو آهين!“

اٿاهه مايوسين ۽ پريشانين هوندي به مان مرڪي ويٺس. ڪجهه دير لاءِ پاڻ کي ذهني طرح آجو محسوس ڪيم. لڪ هڏي ناز ڏانهن ڏسڻ لڳس.

ناز جي چپن تي مرڪ تري آئي. چيائين، ”شرم نه ٿو اچيئي ڪنهن ڪاري ڇوڪريءَ کي اهڙي نموني گهوريندي؟“

پنجن ڏينهن ۾ مان پهريون دفعو کليس. چيم، ”تو ڏانهن ڏسڻ جي ڏوهه ۾ جيڪڏهن سوٽ جي سزا مليم، تڏهن به مان تو ڏانهن اٿين ٿي ڏسندو رهندس.“

هوءَ ٿهڪ ڏيئي کلي پيئي. چيائين، ”هائي خدا جي واسطي اهو نه چئجانءِ ته سونکي توسان محبت آهي.“

چيم، ”جيڪڏهن سونکي سچ پچ توسان محبت ٿي به وڃي، ته مان انجو اظهار نه ڪندس.“

”ڇو؟“

”ڇو جو توسان محبت ڪرڻ جو مونکي حق ناهي.“
پڇيائين، ”مون سان وڙهندين ڇا؟“
ڏانهن ڏسندي چيم، ”مان توسان ڪيئن وڙهي سگهندس، ڇري!“
”تو ني کهڙو اعتبار!“
”اها ڳالهه دل سان ٿي چوين؟“
”مان دل جي ڳالهين کي وڏيڪ اهميت نه ڏيندي آهيان.“
”ڇو؟“
”ڇو جو دل انسان کي محبت جي دوکي کانسواءِ ڪجهه نه ڏيندي آهي.“
”تو ڪڏهن به محبت نه ڪئي آهي؟“
”نه.“
”تون پٿر دل ته ناهين، ناز؟“
ناز ڪُل ۾ ويڙهجي ويئي. چيائين، ”مان ڪوايڊيوڪيشن اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي آهيان. ان دوران گهٽ ۾ گهٽ ٻي درجن ڇوڪرا، ليڪچرار، پروفيسر، پاڙيوارا، مائٽ وغيره وغيره ۽ وغيره مونسان محبت جو اظهار ڪري چڪا آهن.“
مان ڏانهس ڏسندو رهيس.
ناز چيو، ”ڪمال آهي، تو اڃا تائين محبت جو اظهار نه ڪيو آهي.“
مون غور سان ڏانهس ڏٺو.
پڇيائين، ”ڇا پيو ڏسين؟“
ورائي پڇيومانس، ”تو به ڪڏهن ڪنهن سان محبت ڪئي آهي، ناز؟“
”الاءِ.“
”اهو نه ڪو جواب ناهي.“
”ڇو تو پڇين؟“
”اهو به منهنجي سوال جو جواب ناهي.“
پينسل ڪُل تي رکي ڪجهه سوچيائين. پوءِ چيائين، ”سمجهان ٿي، اڃ تائين شايد مون ڪنهن سان به محبت نه ڪئي آهي.“

”خوشنصيب آهين، ناز.“ مان ناز جي ميز اڳيان اٿي، پنهنجي ڪرسيءَ تي وڃي ويٺس. چيم، ”خوشنصيب آهين، جو ڪنهنکي دل جو ڏئي نه چانو اٿئي ـ ڪنهن سان محبت نه ڪئي اٿئي.“

ناز پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي آئي.

هوءَ هلندي هئي، ته مان ائين محسوس ڪندو هوس، ڄڻ سموري ڪائنات جو نظام ساڻس گڏ هلڻ لڳندو هو. سندس وک وک مان اڻلکو سنگيت ٻڌڻ ۾ ايندو هو. هوءَ کِلندي هئي، ته ڪائنات جو ذرو ذرو زندگيءَ سان لبريز ٿي پوندو هو.

ناز منهنجي سامهون اچي ويهي رهي. مونڏانهن ڏسڻ لڳي. سيلاني فلسطيني ڇوڪرين جي اکين جي تعريف ڪندا آهن. مون ناز جي اکين ۾ سنڌ ديش جي ڌرتي ڏٺي هئي. مون ناز جي اکين ۾ موهن جي دڙي جون دفن ٿيل مشعلون ٻرندي ڏٺيون هيون. مون ناز جي اکين ۾ سنڌي تهذيب جي چقمق وانگر چڪ ڪندڙ ڪشش محسوس ڪئي هئي.

ناز پڇيو، ”سچ ٻڌاءِ، پنجن ڏينهن ڪاٿ ڪٿي هئين ۽ ڇا پئي ڪيو؟“

ورائيم، ”جتي به هوس، توکي ياد ڪندو رهيس.“

”مونکي ان ڳالهه سان ڪا جيتري به دلچسپي ناهي ته تو مونکي ياد ڪيو هو، يا نه.“ ناز ميز تي ٻانهون رکندي چيو، ”اهو ٻڌاءِ ته پنجن ڏينهن ۾ ڇا ڪندو رهيو آهين، ۽ ڪٿي هئين؟“

جواب ڏيڻ بدران چيم، ”ڇا اهو ممڪن ناهي ته پاڻ هتان نڪري هلون، ۽ ڪافي هائوس ۾ هلي ويهون!“

ڪجهه اچرج سان چيائين، ”هيمنتر آيو آهين، ۽ وري پنجن منٽن ۾ آفيس مان پڇين ٿو!“

چيم، ”هتي منهنجو ساهه ٿو مُنجهي.“

ناز غور سان مونڏانهن ڏٺو. ڪجهه دير تائين هوءَ مونڏانهن ڏسندي رهي، پوءِ چيائين، ”تون وڏو فراڊ ۽ ڊرامائي شخص آهين. تنهنجي هر حرڪت کي مان شڪ جي نگاهه سان ڏسندي آهيان.

پر اڄ تنهنجي حالت ڏسي سمجهان ٿي، ضرور ڪنهن ڪشمڪش ۾ مبتلا آهين."

"تو زندگيءَ ۾ ڀوربون، ۾ شايد آخري دفعو منهنجي باري ۾ صحيح رايو ڏنو آهي." چيم، "مل ناز. ڪافي هائوس تائين هلون."

چيائين، "پنهنجي حالت ڏٺي اٿئي؟"

"مان پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهيان. ڪنهنجو غلام ناهيان."

چيم، "باقي توکي جيڪڏهن اعتراض هجي، ته پوءِ مان توکي هلڻ لاءِ زور نه ڪندس."

ناز پرس کڻي اٿي بيٺي. چيائين، "بل مان ڀريندس. متان اتي هلي مونسان جهيڙو ڪرين."

چيم، "تون شوق سان بل ڏجانءِ. مان بلڪل ڪنگال آهيان. مون هن مهيني جي پگهار نه ورتي آهي."

اسين ڪافي هائوس جي هڪ ڪنڊ ۾ اچي ويٺاسين.

آفيس جي ڪوڙ ڪان گهرائجي اسين اڪثر ڪافي هائوس ۾ وڃي ويهندا هئاسين. ان ڏينهن جڏهن ڪافي هائوس جي ساڳي ڪنڊ ۾ وڃي ويٺاسين، تڏهن، تڏهن منهنجي اندر ۾ اُٿل ٿيڻ لڳي. روح اهڙڪو محسوس پئي ٿيو. مون ناز کي چيو، "اڄ دل چاهي ٿي، توسان ايتريون ڳالهيون ڪريان، ايتريون ڳالهيون ڪريان، جو سموري جڳ جا جملا ۽ لفظ ختم ٿي وڃن، پر منهنجيون ڳالهيون ختم نه ٿين."

"تون ٿڪل آهين، ۽ شايد چئن - پنجن ڏينهن کان وهنتو به ناهين، تنهنڪري اهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين." ناز چيو، "توکي گرم ڪافي ۽ چکن سينڊوچز جي سخت ضرورت آهي."

هوءَ مونڏانهن ڏسي مرڪڻ لڳي. مان ڪوشش جي باوجود مرڪي نه سگهيس. ناز جي چپن تان مُرڪ غائب ٿي ويئي. چيائين، "تون مهينن جو بيمار ٿو ڏسجين."

مون ڪيس جواب نه ڏنو.

چيائين، "اڻين ٿو لڳي جڻ جيل ڪاٽي آيو آهين."

وراڻيم، ”ڪجهه انسان پنهنجا قيد خانا پاڻسان کڻي گهمندا آهن. هو پنهنجي قيد خاني مان آزاد ٿي نه سگهندا آهن. مان انهن انسانن مان هڪ آهيان.“

ناز هڪدم پنهنجي مُٺ منهنجي ٻانهن ۾ وجهي ڇڏي. پڇيائين، ”ڇا ٿيو اٿئي؟“

چيم، ”مان ڪشمڪش جي سوريءَ تي لٽڪيل آهيان، ناز. ڪنهن به وقت دم ڏيئي سگهان ٿو.“

ناز سونسان کِلندي هئي، چرچا ڪندي هئي، منهنجين سوائي ڳالهين تي ٽهڪ ڏيندي هئي. پر هوءَ جڏهن گنڀير ٿيندي هئي، تڏهن اٿين محسوس ڪندو هوس، ڄڻ سمورو سنسار آداس ٿي ويندو هو. پڇيائين، ”پنجن ڏينهن کان ڇا پئي ڪيو؟“

”جنگ پئي ڪيم.“

”ڪنهن سان؟“

”پاڻ سان.“

”خدا جي واسطي ڪتابي نموني نه ڳالهاءِ. ماڻهن وانگر ڳالهاءِ.“ ناز ورجائي پڇيو، ”ڪٿي هئين پنجن ڏينهن کان؟“

ناز کان نظرون بچائڻ لڳس.

پڇيائين، ”سونکي نه ٻڌائيندين؟“

سون ڦتڪي ڏانهس نهاريو. چيم، ”وس پڄم ته توکي جيڪر پنهنجي اندر جو اهو منظر ڏيکاريان، جنهن ۾ مان روح تائين پگهل آهيان، پُريل آهيان.“

ناز آناولي ٿي پئي. پڇيائين، ”سونسان جناح اسپتال مان پئي ڳالهايم نه؟“

”ها.“

”ڇا پئي ڪيڙه اتي؟“

جواب ڏيويءَ جي ٽاريءَ وانگر منهنجيءَ نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. ڪجهه چئي نه سگهيم.

ناز ورجائي پڇيو، ”جناح اسپتال ۾ ڇا پئي ڪيم؟“

جواب لاءِ سونکي ناز جو ني جملو ياد آيو. چيم، ”تنهنجي

ڇوڻ موجب ڪنهن بدنصيب ليڊي ڊاڪٽر يا نرس کي ٻاسو پئي ڏنم.“

”ڇرچي ۾ ڳالهاءِ نه ڊار.“ پڇيائين، ”طبيعت ڪيئن اٿئي؟“

”ٺيڪ آهيان.“

”نه ٻوءِ جناح اسپتال ۾ ڇا پئي ڪيوءِ؟“

”موت سان جنگ پئي ڪيم.“

هڪدم منهنجو هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ کڻي ورتائين. ڇيائين، ”تون بيمار هئين! مونکي خبر ڇو نه ڏنئي. مونکي ڌاريو ٿو سمجهين؟“

مون ٿڌو ساهه کنيو. چيم، ”مان بيحد ٿڪل آهيان. مونکي ڇڪن سينڊوچز ۽ گرم ڪافيءَ جي ضرورت آهي.“

”منهنجا جملا مونتي ٿي نه آزماءِ.“ ناز منهنجو هٿ ڇڏي ڏنو. صوفي کي ٽيڪ ڏيئي ويٺي.

بيرو آرڊر وٺڻ آيو.

ناز ڪيس ڪافي، ۽ ڇڪن سينڊوچز آڻڻ لاءِ چيو. ٻوءِ ڪجهه دير تائين اسين خاموش ويٺا رهياسين ۽ اوپرن وانگر هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

بيرو ڪافي ۽ سينڊوچز کڻي آيو.

ناز بنا کير ۽ کنڊ جي ڪافيءَ جو ڪوپ ٺاهي منهنجي اڳيان رکيو، ۽ ٻوءِ کنڊ جهڪائي پنهنجي لاءِ ڪوپ ٺاهڻ لڳي.

ڪبس خاموش ڏٺم، نه پڇيم، ”مونسان نه ڳالهائيندينءَ، ناز؟“

ناز جو کنڊ جهڪيل رهيو. ورائيائين، ”جڏهن تون مونکي پنهنجي نٿو سمجهين، مونکي غير ٿو سمجهين، تڏهن تو جهڙي اوپري شخص سان ڳالهائي ڇا ڪريان!“

”نه تون سرمائيدار آهين، ۽ نه مان. تنهنڪري تنهنجي منهنجي ڳالهائڻ سان ڪنهن به قسم جي اقتصادي يا مالي پيداوار تي اثر نه پوندو.“ چيم، ”اسانکي پنهنجيون اجايون سجايون ڳالهيون جاري رکڻ گهرجن.“

ناز چيو، ”مان محسوس ڪيان ٿي، نه تون ڪنهن بيپناهه

پريشانيءَ هيڏان ڇتيو پيو آهين، پر ظاهري طرح پاڻکي خوش مزاج، ۽ مطمئين ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪرين. تون بالڪل فراڊ آهين.“

مون محسوس ڪيو، ڄڻ ناز منهنجي پناهه گناهه ۾ ڪامي آئي. منهنجي وجود تان خود فريبيءَ جي لومي زره لاهي ورتائين. مان پاڻکي بيحد ڪمزور ۽ اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳس.

ناز ڪجهه ڪاوڙ وچان چيو، ”مرد وڏو فريبي ۽ چالباز هوندو آهي. هو جيستائين ڪنهن عورت سان محبت نه ڪندو، تيستائين پنهنجو راز ڪيس نه ٻڌائيندو.“

مون حيرت وچان ڪنڌ کڻي ڏانهس نهاريو.

ناز چيو، ”مونکي خبر آهي تون مونسان محبت نه ٿو ڪرين. تون مونسان ڪڏهن به محبت نه ڪندين ـ بلڪ ڪنهن سان به محبت ڪري نه سگهندين.“

”ڇو؟“

”ڇو جو تون بنيادي طرح بيوفا ۽ دغا باز آهين.“

”تون سچ ٿي چوين،“ اندر اڌ ٿي پيو. چيم، ”تون سچ ٿي چوين. مان بنيادي طرح بيوفا آهيان.“

مون شدت سان پاڻکي دغا باز محسوس ڪيو، فريبي محسوس ڪيو. مون محسوس ڪيو ته مان صنوبر جي بي پناه محبت، ۽ چري چاهت سان دوکو ڪري رهيو هوس. مان ان عورت کي فريب ڏيئي رهيو هوس، جنهن گذريل ڏهن سالن کان مون جهڙي ڇڙواڳ، سرڪش ۽ باغيءَ جي ڏينهن رات خدمت ڪئي هئي. مان ان عورت سان دغا ڪري رهيو هوس، جنهن مونکي آسودو رکڻ پنهنجي زندگيءَ جو مقصد سمجهيو هو. جنهن مونکي ايڏو پيار ڏنو هو، جنهنجو مثال ڏيئي نٿو سگهجي. مون محسوس ڪيو ته، مان سچ پچ ڪنهن به عورت سان محبت ڪري نه سگهندس. مان جڏهن صنوبر کي سندس بيغرض پيار جي عيوض موت ۾ دوکو ڏيئي سگهان ٿو، تڏهن دنيا جي هر عورت سان دوکو ڪري سگهان ٿو! مان ناز سان به دوکو ڪري رهيو هوس. اهو ٻڌائڻ بنا، ته مان شادي ڪيل

هوس، مان ناز کي درد جي سفر ۾ ھاڻ سان گڏ رهيو هوس. ان اذيتناڪ گهڙيءَ ۾ مونکي پڪ ٿي وئي ته مان بنيادي طرح رولاڪ ۽ الڻائينڪو آهيان. منهنجو پيار چيٽ جي ڪڪري آهي. منهنجي محبت هماليه جي برف آهي. مان پڙڪيل آهيان. مان ٽٽل ساز جي آواز جو ورلاپ آهيان. مان ڪچي مٽيءَ جو ڏيئو آهيان ۽ آهستي آهستي پڇي پري، وسامي رهيو آهيان. مان ھاڙي ھاڻيءَ جو ڪوهه آهيان. مون مان ڪو به فيض ورائي نه سگهندو.

”چا پيو سوچين؟“

ناز جي آواز تي سوچ جو سلسلو ٽٽي پيو.

”چا پيو سوچين؟“ هن ورائي پڇيو.

”پاڻکي ميگنيفائنگ شيشي هيٺان رکي ڇڏيو هوم.“

”واهه جو ڳالهه ٿاري اٿئي.“

”پاڻکي ضمير جي آئيني ۾ پئي ڏٺم.“

”چا ڏٺئه؟“

”هڪ بيوفا، دغاباز ۽ فريبيءَ جي پوائتي شڪل.“

ناز چيو، ”مونکي پڪ ٿي وئي آهي ته تون بيحد خطرناڪ شخص آهين.“

”مان فقط پنهنجي وجود لاءِ خطرناڪ آهيان. مان آهو وڇون آهيان، جيڪو پنهنجي زهر سان پاڻ سري وڃندو آهي.“

”پوءِ ان پنج ڏينهن تنهنجي زندگيءَ ۾ زلزلو ڪٿي آيا آهن.“

ناز پڇيو، ”ڪلهه پنجن ڏينهن کان جناح اسپتال ۾ چا پئي ڪيئه؟“

”سٽ منجهي پيو هو. انڪي پئي سمجهايم.“

”سمجهيو؟“

”ان باري ۾ تنهنجي مدد جو محتاج آهيان.“

ناز ڪجهه حيرت مان پڇيو، ”چا ڳالهه آهي؟“

آزمائش جي صليب تي لٽڪي پيس، ڪجهه سوچيندي چيم، ”منهنجي بيحد ويجهي دوست جي گهر واري بيمار آهي. هوءَ موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي.“

ناز ڪجهه حيرت وچان چيو، ”پر تنهنجي حالت مان ائين پيو لڳي، ڄڻ تنهنجي ڪا پنهنجي زال بيمار هجي!“

مونکان ڇرڪ نڪري ويو.

”سچ ٻڌائجانءِ. ڪٿي تنهنجي زال ته بيمار ناهي؟“ ناز جي منهن تي معنيٰ خيز مرڪ تري آئي. چيائين، ”پر تون شادي شده ته ٿي نٿو سگهين. تنهنجا افعال شادي ڪيل مردن جهڙا ناهن.“

مان ڪن لاءِ ناز جي ذهانت ڪان ڊڄي ويس.

هوءَ ٽڪ ٻڌي مونڏانهن ڏسڻ لڳي. ساڳي معنيٰ خيز مُرڪ سندس چپن تي اڀندي رهي. پڇيائين، ”ڳالهائين ڇو نٿو؟“

چيم، ”مان سخت پريشان آهيان، ناز.“

”دوست جي زال لاءِ ايتريقدر پريشان نه ٿبو آهي، ڇريا.“ ناز چيو، ”اجايو پاڻ بدنام ٿيندين، پنهنجي دوست جي گهر واريءَ کي به بدنام ڪندين.“

مون ڪلڪ جي ڪوشش ڪئي.

ناز چيو، ”في الحال تون ڪلڪ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏ. مونکي تنهنجي ڪِلڪ تي روئڻ نو اچي.“

مون زهر جهڙي ڪافيءَ جي سپ پري، مٿو صوفي جي ليڪ سان لڳائي، اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ناز چيو، ”مان ڪنهن ڪنهن وقت تنهنجي باري ۾ سوچيندي آهيان.“

”ڇا؟“

”نه تو اڃا تائين شادي ڇو نه ڪئي آهي.“

مون اکيون کولي ناز ڏانهن نهاريو. مونکي ناز تي رحم آيو. کيس جواب ڏيڻ بدران چيم، ”منهنجي دوست جي گهر واري جناح اسپتال ۾ داخل آهي. کيس ڪينسر آهي.“

”کيس ڪينسر آهي!“

”ها. سڀاڻي سندس آپريشن آهي.“

ناز ميز تي هٿون رکي مونڏانهن ڏسندي چيو، ”اڄڪلهه ڪينسر جون ڪامياب آپريشنون ٿي رهيون آهن. هوءَ ٺيڪ ٿي

ويندي.“

”ها، ناز. هنجي آپريشن ڪامياب ٿيڻ گهرجي. اها منهنجي تمنا آهي. اها منهنجي دعا آهي.“ سون ناز ڪان نظرون بچائيندي چيو، ”هن غريب زندگيءَ ۾ هزارين ڏک ڏٺا آهن — هزارين سور سٺا آهن. منهنجي تمنا آهي ته هوءَ چاڪ ٿي وڃي.“

ناز منهنجين اکين ۾ نهاريو. ڇڻ منهنجي اکين جو اٿڻ لهڻ جي ڪوشش پئي ڪيائين. ڪجهه اچرج وچان چيائين، ”تنهنجي پريشاني معني خيز آهي.“

هڪدم چيم، ”مان پنهنجي دوست لاءِ پريشان آهيان.“

”ڇو؟“

”ڇو جو هو ڪشمڪش جي سوريءَ تي لٽڪيل آهي.“

”ڪيئن؟“

”سندس گهر واري اسپتال ۾ داخل آهي. سڀاڻي سندس آپريشن آهي.“ ٿڌو ساهه کڻندي چيم، ”۽ منهنجو دوست....“ مان جملو پورو ڪري نه سگهيس.

ناز پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي تنهنجي دوست کي؟“

سون جواب ڏيڻ کان اڳ ناز جي اکين ۾ نهاريو. اکين جي ڪنڊن ۾ اللڪي اداسي تري آئي هيس. هوءَ بيحد ذهين هئي. جهٽ ڳالهه جي تهه تائين پهچي ويندي هئي. هن ورجائي پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي تنهنجي دوست کي؟“

صوفي جي ٽيڪ سان مٿو لڳائيندي چيم، ”هو خوابن جي ايوانن ۾ ڀٽڪي رهيو آهي.“

”ڇا!“

”اهو ڄاڻندي به، ته هو شادي ڪيل آهي، هن هڪ ٻئي ڇوڪريءَ جو پيار واڳهه نڪ وانگر پنهنجي سيني ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي.“

”بيوفا.“

”نه. هو بيوفا ناهي.“ مان ڦتڪي آئيس. ساهه ۾ پوسٽ محسوس ڪيم. چيم، ”هو مرندي مري ويندو، پر پنهنجي گهر

واريءَ سان بيوفائي نہ ڪندو.“

ناز سونڊاڻهن ڏٺو. هنجي ڏسڻ ۾ الاهہ ڇا هو، جو مان بيچيني محسوس ڪرڻ لڳس. پڇيائين، ”تہ پوءِ تنهنجو دوست ٻي ڇوڪريءَ جي چڪر ۾ ڇيو پيو آهي؟“

”ٻي ڇوڪري مون لاءِ فقط ٻي ڇوڪري ناهي.“ دل جو ڌڙڪڻ درد سان شامل ٿيندو ويو. مون نازجي عمق اکين ۾ نهاريندي چيو، ”آها ٻي ڇوڪري هنجي روح جو سونهو آهي. آها ٻي ڇوڪري سندس تصور جي خوابن جو سينگار آهي. آها ٻي ڇوڪري منهنجي دوست جي مسلسل ڳولا جي منزل آهي. پر ڪيس خبر آهي، تہ ٻنهنجي منزل اکين آڏو ڏسڻ ڪانپوءِ بہ هو منزل تائين پهچي نہ سگهندو.“

ناز اُداس ٿي ويئي. سمورو سنسار اُداس ٿي ويو. ناز پڇيو، ”آها ٻي ڇوڪري بہ تنهنجي دوست سان محبت ڪندي آهي؟“

”ها. پر هوءَ پنهنجي محبت جو اقرار نہ ڪندي آهي.“

”ڪيس خبر آهي تہ تنهنجو دوست شادي ڪيل آهي؟“

”نہ.“

”تنهنجو دوست ساڳئي وقت ٻن ڇوڪرين سان دوکو ڪري رهيو آهي.“

”نہ نہ،“ مان وڌي ويس. چيم، ”هو فقط پاڻ سان دوکو ڪري رهيو آهي.“

پڇيائين، ”توکي ڪيئن خبر پيئي؟“

چيم، ”مان سندس دل جو درد چاڻي سگهان ٿو. سندس پريشاني سمجهي سگهان ٿو.“

پڇيائين، ” تو آها ڇوڪري ڏٺي آهي، جنهنکي تنهنجو دوست دل جي گهراين سان چاهيندو آهي؟“

”ها.“

”ڪيئن آهي؟“

”مون لاءِ مري سگهجي ٿو.“

”۽ تنهنجي زال ڪيئن آهي؟“

مونکان ڇرڪ نڪري ويو. بدحواس ٿي ناز ڏانهن ڏٺم. فقط ايترو چيو، ”منهنجي زال!“

”منهنجو مطلب آهي، تنهنجي دوست جي زال ڪيئن آهي؟“

”هن جهڙي مزاجهڙي ۽ ساڃهي عورت مون اڄ تائين نه ڏٺي آهي.“

”ته پوءِ تنهنجو دوست سائس بيوفائي ڇو ڪري رهيو آهي؟“

”هو بيوفا ٿي نٿو سگهي!“ مان ڦٿڪي پيس. چيم، ”مان اگر به توکي ٻڌائي چڪو آهيان ته هو مرندي مري ويندو، پر پنهنجي زال سان بيوفائي نه ڪندو.“

”ته پوءِ هو ڪاڻس پري ڇو ٿي ويو هو؟“

”هو ڪيس ڪڏهن به وسرندو نه هو.“

”ته پوءِ هن سائس شادي ڇو ڪئي؟“ ناز جو سوال ٻڌي ٿورو وانگر منهنجي هيانءَ ۾ لڳو.

چيم، ”منهنجي دوست ان عورت کي دقيانوسي رواجن، ۽ بيبنياد وهمن جي گهاڻي ۾ پيڙجندي ڏٺو هو. ۽ پوءِ هن سرڪش، ضد ۾ اچي معاشري جي گماشتن سان جنگ جوٽي، ان عورت کي وهمن ۽ سنسن جي گهاڻي مان ڪڍي ورتو، ۽ سائس شادي ڪري ڇڏي.“

ناز جي اکين جون پنبليون هڪ منٽ بيهي رهيون. هوءَ خاموش ويٺي رهي. سندس خاموشي صدين جي سوڏاءَ وانگر طويل ۽ بي انت هئي. هن نيٺ ڳالهايو، پر اوپري، ۽ ٿڪل لهجي ۾ چيائين، ”آدرشي مرد پڇتائيندا ناهن.“

”هن پنهنجي فيصلي تي پڇتايو ناهي.“ هڪدم چيم، ”هو ڪڏهن به پنهنجي فيصلي تي نه پڇتائيندو.“

ناز جي سنڌوءَ جهڙين اکين ۾ غمن جا ميرا اوڇا ٿيڻ لڳا. جنهن گهمسان کي مون سيني ۾ سانڍي ڇڏيو هو، سو گهمسان منهنجي وجود کي ويران ڪرڻ لڳو.

ناز پڇيو، ”توکي پڪ آهي ته، آيا ڇوڪري به تنهنجي دوست سان ايڏي ئي محبت ڪندي آهي!“

سون ناز جي اکين ۾ نھاريو، جن ۾ ڪکر ڪارونيار تري آيا هئا. هوءَ بيحد ڏمين هئي. هوءَ پنهنجي ۽ سنهنجي زندگيءَ جي المناڪ ڊرامي جي دردناڪ پڄاڻيءَ تائين پهچي وئي هئي.

چيائين، ”مان سمجهان ٿي، اها ڇوڪري به تنهنجي دوست سان پوڄڻ جي حد تائين محبت ڪندي آهي، پر اقرار نه ڪندي آهي.“

پڇيم، ”توکي ڪيئن خبر پئي؟“

هن سنهنجو ٿي جملو ورجايو. چيائين، ”مان سندس دل جو درد ڄاڻي سگهان ٿي- سندس پريشاني سمجهي سگهان ٿي.“

سون وڇوڙو پڌو آهي، ڏٺو ناهي. جيڪڏهن ڪو ڏٺو آهي، ته اهو ناز ۽ پنهنجو وڇوڙو ڏٺو آهي.

سون ناز کي چيو، ”ياد اٿئي ناز. هڪ دفعي تون ۽ مان ڪيپٽن قاسم جي پيڙيءَ ۾ چڙهي سمنڊ جي اجهاڳ لهرن تي ترندا، پڌنڊڙ سج جي لالاڻ تائين وڃي پهتا هئاسين! ندمن، تنهنجي ڪنهن سوال جي جواب ۾ سون چيو هو: انسان کي محبت جي ناليءَ ۾ سهڻ لاءِ فقط غم ملندو آهي. ياد اٿئي اها شام، ناز؟“

”سونکي ڪجهه به ياد ناهي. مان ڪجهه به ياد ڪرڻ نٿي چاهيان.“ هوءَ ڏيئي جي آخري لاٽ وانگر اداس ۽ وياڪل نظر اچڻ لڳي. چيائين، ”سونکي فقط اها ڇوڪري ياد آهي، جنهن تنهنجي دوست سان پوڄڻ جي حد تائين محبت ڪئي آهي.“

مان ڏانهس ڏسندو رهيس.

هن چيو، ”پر مان اُن ڇوڪريءَ کي سمجهائيندس. هوءَ سمجهي ويندي. هوءَ تنهنجي دوست جي زندگيءَ ڪان ڌار ٿي ويندي.“

سون ائين ڄاتو، ڄڻ رڻ‌پٽ ۾ بيٺو هوس- آڇاڻل ۽ اوساڻيل ۽ آسمان مان سج جو پرنڊڙ گولو ڇڏائجي، آهستي آهستي سنهنجي سٽان لهي رهيو هو.

ناز چيو، ”مان اُن ڇوڪريءَ کي سمجهائيندس. هوءَ سمجهي ويندي. هوءَ پنهنجي پيار کي نهوڙي ڇڏيندي، پر هڪ عورت جي حق تي ڌاڙو نه هڻندي- هڪ عورت جو سهاڳ نه

کسيندي.“

الاءِ ڪيئن پڇيو سانس، ”اِهو ممڪن آهي؟“

”ها، ممڪن آهي.“ ناز ڏک ڀري آواز ۾ چيو، ”مون اُن ڇوڪريءَ کي تنهنجو جملو ٻڌائي ڇڏيو آهي، ته انسان کي محبت جي نالي ۾ سهڻ لاءِ فقط غم ملندو آهي.“

پوءِ ناز هڪدم اُٿي بيهي رهي. ڏهين ريٽي جو نوٽ ٽيبل تي اڇلائي ڪافي هائوس مان ٻاهر هلي وئي.

ڪافي هائوس جي ٻاهران مون کيس سڏ ڪيو. هوءَ بيهي رهي. منهن ورائي مون ڏانهن نه ڏٺائين. مان سندس پٺيان وڃي بيٺس.

”ناز.“

هن جواب نه ڏنو. مون ڏانهن نه ڏٺو. جڏهن دل جي دنيا ويران ٿيندي آهي، تڏهن ڪائنات جي ڪنڊ ڪنڊ وڌواڳ نظر ايندي آهي. ڪافي هائوس جي ٻاهران صدوري پريڊي اسٽريٽ ويران ٿي وئي.

مون آهستي آهستي چيو، ”جنهن ڇوڪريءَ جي تصور سان گهر لڳي منهنجي دوست زندگي جوڳ ۾ گذاري ڇڏي آهي- تنهن ڇوڪريءَ کي ڇنڇجانءِ، ته منهنجي دوست کيس خوابن ۾ چاهيو، تنهنڪري تعبير ۾ کيس حاصل ڪري نه سگهيو.“

مون ناز جا ڪلها جهڪندي ڏٺا. هن دردناڪ لهجي ۾ چيو، ”اوهانکي جناح اسپتال وڃڻ گهرجي.“

گهاءُ ڪاري. روح تائين وڃي ويو. چيم، ”اُن ڇوڪريءَ کي منهنجي طرفان بالزاڪ جو قول ٻڌائجانءِ ته : ظاهري طرح زندگي اُن سان گهاربي آهي جنهن سان شادي ٿي ويندي آهي، پر گذرندي اُن سان آهي جنهن سان محبت ڪبي آهي.“

ناز ڪجهه دير تائين خاموش بيٺي رهي. سڏڪن کي ساهه ۾ قابو ڪندي رهي. هوءَ فٽپاٿ بدران جيڪڏهن ڪنهن هيڪلي ڪنڊ ۾ هجي ها، ته جيڪر روئي پوي ها. ضبط ڪري نه سگهي ها.

تڏهن مون ناز سان پنهنجي زندگيءَ جو آخري جملو ڳالهايو.

چيم، ”ان ڇوڪريءَ کي يقين ڏيارجانءِ، ناز، تہ منهنجو دوست دوکيباز نہ هو. هن جنهن سان شادي ڪئي، تنهن سان توڙ نڀائيندو آيو، ۽ جنهن سان محبت ڪيائين، تنهنڪي دل جي غفائن ۾ لڪي لڪي پوڄيندو رهيو.“

”اوهانکي جناح اسپتال وڃڻ گهرجي.“ غمناڪ لهجي ۾ ناز چيو، ”اوهانکي پنهنجي بيمار گهر واريءَ کان ايتري دير تائين پري رهڻ نہ گهرجي.“ ان ڪانپوءِ، ناز جو آواز ٻڌڻ ۾، پري، فضائن ۾ پکڙجي ويو. دل چاهيو تہ ناز جي قدمن ۾ ويهي رهان. ڪائنس المناڪ ٻراسي جي دردناڪ پڄاڻيءَ لاءِ معافي گهران. ڏوهہ منهنجو هو. هن جو نہ هو. خوابن جي ايوانن کي مينگهارڻ جي ڇريائي سون ڪئي هئي، هن نہ ڪئي هئي. هن ڪڏهن بہ سونکي ڏک نہ ڏنو. پر سون ڪيس محبت جي نالي ۾ سهڻ لاءِ غم ڏيئي ڇڏيو.

هن هٿ ڏيئي ٽيڪسيءَ واري کي بيهاريو، ۽ پوءِ سون ڏانهن ڏسڻ بنا، ٽيڪسيءَ ۾ ويهي هلي وئي.

هن نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي ڇڏي. ڪراچيءَ جو شهر بہ ڇڏي هلي وئي. ان ڳالهہ کي ٻہ سال گذري ويا آهن.

اڄ جڏهن هيءَ ڪهاڻي لکي پوري ڪئي اٿم، صنوبر سونکي هڪ لفافو آڻي ڏنو آهي، جنهن سان ناز جي شاديءَ جو دعوتنامو نڪتو آهي. دعوتنامي جي پٺتين پاسي ناز پڪل ٽٽل لفظن ۾ بالزاڪ جو قول لکيو آهي تہ : ظاهريءَ طرح زندگي ان سان گهاربي آهي، جنهن سان شادي ٿي ويندي آهي؛ پر گذرندي آن سان آهي، جنهن سان محبت ڪبي آهي.

———

آمر جليل

جي انعامي ڪتاب

# دل جي دنيا

جو ٻيو ايڊيشن سهڻي پبليڪيشن جي طرفان جلد ڇپائي ظاهر ڪيو ويندو ـ ايجنٽ آگواٽ لکي موڪلين

---

ماهوار سهڻي، سهڻي پبليڪيشن ۽ جوان جماڻ پبليڪيشن جو

## محمد شفيع نيوز پيپر ايجنٽ

(معرفت بسم الله هوٽل، گاڏي کاتو، حيدرآباد)

سان هاڻ ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ هن شخص ماهوار سهڻي جا هڪ هزار ٻہ سؤ اسي رپيا (١٢٨٠-٠٠) ۽ جوان جماڻ پبليڪيشن جا چار سؤ پنجونجاهہ رپيا (٤٥٥-٠٠) کائي ويو آهي. ماهوار سهڻي يا اسانجي ادارن جي ڪتابن لاءِ ڪنهن بہ شخص هن سان ڏيتي ليتي ڪئي، تہ اهو پاڻ ذميوار هوندو. اسين ڪنهن بہ قسم جي جوابداري نہ ڪنداسين.

پاران

ماهوار سهڻي ، سهڻي پبليڪيشن ۽
جوان جماڻ پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌ



نالو : صاحب خان ميرائي

ادبي نالو : سورھ ميرائي

ادبي سڃاڻپ : شاعر / نثر نگار

جنم هنڌ ۽ رهائش : ڳوٺ ڪبڙو، حال ننون ديرو . تعلقو رتوديرو

تعليم : ايم اي (سنڌي)

ڪرت : وڏو منشي (هيڊ محرر) سنڌ پوليس، ضلعو لاڙڪاڻو

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

(01) ڌرتيءَ جا رکوالا (ناول ٻارن لاءِ) 1990ع

(02) ساڻر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

(03) برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

(04) صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

Cell No : 0344 3919786
0300 3404488

